Roshni Book No. 279

كتاب جو نالو: يادگيرين جو سفر
ليکڪ: ڪامريڊ مير محمد ٽالپر
ڇاپو ٻيو: © روشني 2004ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ
قيمت: =/150 رپيا

YADGIRIAN JO SAFAR
by: Comrade Mir Mohammad Talpur
Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composer and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
2nd Edition © Roshni 2004

اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو، حيدرآباد
سچل بُڪ سينٽر، ممتاز مارڪيٽ، حيدرآباد
سليم نيوز ايجنسي، دادو
العزيز ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ
ٿر ڪتاب گهر، عمرڪوٽ
سنڌ بُڪ ڪلب، لائين پار، نوابشاهه
ڪانياوار اسٽور، اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو
رهبر بُڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو
نيشنل بُڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو
نئون نياپو ڪتاب گهر، گهنٽي ٽاور، لاڙڪاڻو
شاهه لطيف ڪتاب گهر، ميهڙ
ڪتاب مرڪز، فريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بُڪ لينڊ، مهراڻ مرڪز، سکر
عزيز ڪتاب گهر، افغان سينٽر، سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
لعل بخش نيوز پيپر ايجنسي، ٺٽو
مرچو مل بڪ ڊيپو، بدين
قاسميه لائبرري، ڪنڊيارو

# ارپنا

پنهنجي پياري امان جي نالي،
جنهن سُور ڪائي مون کي ڄڻيو.
آئون ننڍڙو هوس، مون کي ڇڏي
وئي، اُن جي مون کي ڏاڍي
ضرورت اڄ ڏينهن تائين آهي.

- ڪامريڊ مير محمد ٽالپر

190
2/7/94

70, Clifton,
Karachi.

Dear Mr. Comrade Mir Mohammed Talpur.

I thank you for your letter/telegrame and the kind sentiments expressed in it.

I hope we will have an opportunity in the near future to meet and discuss issues of mutual interest.

With my best wishes.

Your Sincerely.

Murtaza Bhutto.

MIR MURTAZA BHTTO

*Veena Shringi*

C-84, Inderpuri, New Delhi-110012
Phones : Resi. 5712563, 575(297
Off. : 3715411/4658

Dated : 4/9/200[illegible]

جئي لطيف سدا جئي! جئي سنڌ سدا جئي!

مانوارا سڄڻ ڪامريڊ مير محمد ٽالپر صاحب،

آداب!

اوهان طرفان ڏ ماڻ سان گڏ، اوهان جو ڪتاب موچارا منهن ڪارا منهن، (يادگيريون، خاڪا ۽ ڪچهريون) رڊيو ٽي مليو، يادگيريءَ لاءِ شڪرگذار آهيان. ڪجهه سلسلا نظر مان ڪڍيا ۽ اٽڪل ۲۵۰ صفحي تي پهنجي والد جو پڙهي اکين ۾ پاڻي اچي ويو، خط لکڻ وقت ٻ اکيون آليون آهن. توهان کين ياد ڪري پهنجي ڪتاب، ۾ يادگيرين کي قلم بند ڪري عقيدت پيش ڪئي آهي، توهان جي جذبي کي مان سلام ڪريان ٿي توهين بزرگ آهيو، دعا ڪندا. توهان دهليءَ جي ملاقات ۽ لطيف ڪانفرنس کي ياد ڪيو آهي، پر ڪن جو حافظو اهڙو آهي جو ڪين ماڻهوءَ جو پورهيو ياد ٿي نه آهي.

اوهان ٻي دنيا ۽ ٻي ٻاڪ شخصيت جا مالڪ آهيو. اوهان جو سڀ، ڪن کي حضم نه ٿو ٿئي، پر جنهن سچي زندگي بنا خوف جي گذاري تنهن کي جي حضوري پلا ڪٿان ڪرڻ ايندي.

ڪتاب جي اربنا وٺي، مهنجي طرفان مبارڪ باد قبول ڪندا. ڪتاب جو مواد، ڇپائي ۽ ڪور وڻيو. توهان پارسل تي ٻ چڱو خرچ ڪيو آهي پر، جيڪو اوهان جو جذبو آهي اُن جو ملهه نه ٿو ڪٿي سگهجي. ٻارڙن لاءِ دعائون، گهر جي سڀني ڀاتين لاءِ گهڻا گهڻا سلام. اوهان جي صحت لاءِ ڏلي در دعا گهرندس.

نيڪ تمنائن سان، موڪلائي ناهي سدا ڳين گڏ،

وينا شرنگي

وينا شرنگي

# THE BRITISH LIBRARY

Comrade Mir Muhammad Talpur,
Tando Jam,
Sindh,
Pakistan

ORIENTAL AND INDIA OFFICE COLLECTIONS

96 EUSTON ROAD
LONDON NW1 2DB
*Telephone* 020 7412
*Fax* 020 7412 7641/7858
*E-mail* oioc-enquiries@bl.uk

*our ref*
*your ref*
*date*
8 December 2000

Dear Comrade Mir Muhammad Talpur,

Thank you so much for donating *Aadesee uthee waya* and *Mochara Moonh Kara Moonh* to the British Library. These are a very welcome addition to the Sindhi language collections and will be greatly appreciated by future readers.

Yours sincerely,

Leena Mitford

Leena Mitford
Curator, South Asian Islamic Languages

# ميرل منهنجو دوست

ميرل، يعني مير محمد چاچي هاشم مان معلوم ٿي ويو هو ته مان جيل مان ڇٽي آيو آهيان ۽ نوابشاهه مان چڪر هڻي آيو آهيان ۽ حيدر بخش جتوئي سان پريس ۾ ڪم ڪري رهيو آهيان. هڪ ڏينهن اوچتو هو اچي ويسٽ ڪچي ۾ جتوئي جي گهر پهتو. مان ته دنگ رهجي ويس. چئي "چڱا مڙس، ڇٽڻ جي به خبر ڪا نه ڏني اٿئي." مون کي چاچي مان پتو پيو آهي، حيف اٿئي! پارٽيءَ کي ٽڪو لڳايو اٿئي." ڏاڍو حجتي ۽ مذاقي طبيعت جو دلدار ماڻهو هو. دوستيءَ ۾ ڪجهه به قربان ڪرڻ، هن جي بنيادي فطرت هئي. هن جا منهنجي مٽان، منهنجي ٻين ٻن قريب دوستن ۽ مائٽن - گلاب ڀڳوانائي ۽ تولو ويروانيءَ مٿان ايترا قرب آهن، جو ڇا چئجي! پيار ايترو جو ورهاڱي کان پوءِ ٽي دفعا هت پارت ۾ اچي اسان سان پيار ونڊي چڪو آهي. مون به حجتي ٿي چيو، "ابا، تو کي ڪٿي ڳولهيان، تنهنجو نڪو پتو، نڪو پاند! ڪو چوي ته ٽنڊي جام ۾ آهي ته ڪو چوي ٽنڊي الهيار ۾ آهي، ته ڪو چوي ڪٽي، ته ڪو چوي ڪٿي. چاچي وٽان پڪو پتو مليو ته نبيسر ۾ آهين. پر اُتي به تو کي ڪٿي اچي ڳولهيان؟ "پوتار! ڏاڍو ڪو پولو آهين. نبيسر تي لهي ڪنهن کي به چئين ها ته ڊاڪٽر مير محمد ٽالپر وٽ وني هل ته ڪو ٻار به توکي آگر ڪان وني مون وٽ پهچائي وڃي ها." مون چيو، "مار! هاڻي تون ميرل مان ڊاڪٽر مير محمد ٽالپر بڻجي ويو آهي؟" مذاق سُجهي آئي، "نيم طبيب خطري جان!" چيائين. "اچي ڏسج ته ڪهڙا ڪرشما ڪيا اٿم! مان ترسي نٿو سگهان، جو پيشي جي تقاضا آهي. مس وڃي ڪو ڏنڊو جمايو اٿم. گراهڪائي ڪارڻ نٿو چاهيان. ٻن ٽن ڏينهن ۾ پهچي وڃجانءِ. ڏس، جيئن چيومانءِ، اسٽيشن تي پهچي ڪنهن کي به چوندين ته توکي منهنجي اسپتال پهچائي ويندو."

سچ پچ جيئن چيائين، هو ڳوٺ ۾ ڏاڍو مشهور ٿي ويو هو. ڪتابن جو اڀياس ڪري طبابت شروع ڪئي هئائين. هٿ ۾ شفا به هئس. وٽس پهتس ته نري پيو. پڻ ٿن مريضن کي ڏسي، دوا يا انجيڪشن ڏيئي دواخانو بند ڪري، ٻين کي شام جو اچڻ لاءِ هدايت ڏنائين. اسين اچي سندس رهائش واري جڳهه پيڙا ٿياسون. نبيسر هڪڙو ننڍو ڳوٺ هو. سئو سوا گهرن جي بستي ۽ هڪڙي ننڍي گهٽي، جنهن ۾ ضروري شين جا دوڪان ۾ ننڍين پورهيتن جا بانڪڙا هئا. ميرل جو ٻن ڪمرن جو گهر هو، جنهن جي چوڌاري وڏو احاطو هو. ضروري حاجت لاءِ جهنگ ۾ وڃڻو پوندو هو. ڪاڏو پيتو به پاڻ ڪندو هو. ٽيئي ويلا گوشت، مڇي، مرغي، بيدا ۽ ڪٽڪ جون روٽيون، ميوو به جام هوندو هو. باقي پاڇين کي طلاق، جو اهي چيزون ڳاهخورن لاءِ هيون. محفل رات جي وقت ڄمندي هئي. سندس دوست گهٽي ڀاڳي سندس ويچارن جا حامي هوندا هئا. هو نه صرف مذهبي جنونيت کان بلڪل آزاد هئا، بلڪ مذهب جي سوال تي بلڪل ريڊيڪل خيالن جا مالڪ هئا. ملن، مولوين ۽ وڏيرن بابت ٺٺولي ۽ مذاق جا اُهي ٽوٽڪا ۽ نڪتا ٻڌائيندا ۽ گهڙيندا هئا، جو مان هت لکڻ کان ڪيٻايان ٿو ته ڪي ڪٽر مولوي مٿس موت جي فتويٰ جا حڪم نه جاري ڪري ڇڏين. هو ڪين دوزخ جا عيوضي سمجهندا هئا. پنهنجي مذهبي ڪتاب تي به ڏمريل هئا. سندن سمجهه ۾، انهيءَ پستڪ مسلمانن جي دل ۾ دماغ کي غلام بڻائي رکيو آهي ۽ انسانيت جي سهٽن قدرن کان پاسيرو ڪري ڇڏيو آهي. ڪي سندس دوست ڏاڍا سُريلا هئا، جيڪي شاهه ۽ سچل جو ڪلام ۽ لوڪ ڪلام اهڙي دلفريب انداز ۾ ڳائيندا هئا، جو دل ۾ دماغ کي جهٽي وٺن. چرچي گهٻي جا به اُستاد هئا، ڪلائي ڪلائي پيٽ ۾ سور وجهي ڇڏيندا هئا. ڪڏهن وري ڳجهارتن جو دؤر ته ڪڏهن وري جنن، ڀوتن ۽ پرين جون ڪهاڻيون، جو رات جو پوئين پهر تائين پيا داستان هلندا هئا. سنڌ جي پراڻي ڳوٺاڻي تهذيب جو جڻ مثالي رنگ هو، هنن محفلن ۾.

مير محمد، پنهنجن دوستن سان منهنجي واقفيت وڌائي چڙهائي

اٿين ڪرائيندو هو، گويا مان وڏو پير آهيان. هو مون کي ڇٽي ڇڏيندو هو تہ تون ماٺ ڪري وينو ٻڌندو ڪر. هنن کي اٿين ئي سمجهائڻو پوندو آهي. مون کي ڳل بہ ايندي هئي، پر مان سندس حڪم اندر رهندو هوس. اُن ۾ هن جي ڪا مصلحت هئي. پنهنجي نموني هنن تي اثر وجهڻ چاهيندو هو. صبوح جا ٻہ - ٽي ڪلاڪ ۽ شام جا ٻہ - ٽي ڪلاڪ مان وڃي، ساڻس سندس دواخاني ۾ ويهندو هوس. مريضن جا عجيب و غريب داستان ۽ ميرل جي هنن سان چسڪيدار گفتگو ٻڌي، ڳوٺاڻي دنيا جو لطف ماڻيندو هوس. اڄ سڀاڻي ڪندي، هفتو ٽرساڻي ڇڏيائين. وڃڻ ئي نہ ڏئي. نيٺ جڏهن سمجهايومانس تہ ڪامريڊ جتوئي پريشان ٿيو هوندو، جو ”بام“ بہ ڇڏي ويو اٿس. تڏهن مس راضي ٿيو، پر چيائين تہ هو مون کي واهہ جي ٿو مرجاتا سيکارين!“ آرتوار ڏينهن مون سان گڏجي حيدرآباد آيو. جتوئي صاحب سان ڪچهري ڪيائين. شام جو مون کي گهمائڻ وني هليو. تلڪ چاڙهيءَ تي چڙهندي، بوٽن جي هڪ دوڪان تي بيهي رهيس. شو ڪيس ۾ هڪڙو اڏ لانگ بوٽ پيو هو. ڏسڻ سان دل هرکجي ويئي. بيٺو ئي رهيس. مير محمد ڀانپي ويو تہ منهنجون اکيون بوٽ ۾ اٽڪيون پيون آهن. چيائين:

”ڪجهہ وٺيو اٿئي ڇا؟“

مون چيو، ”نہ، اٿين ڏسا وينو.“

چيائين، ”هل اندر، ٻڌاءِ تو کي کهڙي بوٽ موهيو آهي؟“

مون لانگ بوٽ ڏانهن اشارو ڪيو. مون پائي ڏٺو مون کي پورو ٿي آيو دوڪاندار کي حڪم ڪيائين تہ:

”اهو بوٽ ٻَڌي مون کي ڏي.“

گهربل رقم سندس هٿ ۾ پڪڙائي ڇڏيائين. پوءِ اسين گهمندا، ڇٽو ڪندا، اچي جتوئي جي مڪان تي پهتاسون. ميرل رات واري گاڏيءَ ۾ واپس وڃڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو. مون کان موڪلائڻ وقت منهنجي کيسي ۾ ٻن سئو روپين جا نوٽ وجهي ڇڏيائين.

ڪيرت ٻاٻاڻي
ممبئي، ڀارت

# پنهنجي پاران

نالو: مير محمد ٽالپر
والد جو نالو: غلام رسول خان ٽالپر
جنم جو هنڌ: ٽنڊوڄام سال 1924
دائمي رهائش، ڪامريڊ نواس ٽالپر محلہ ٽنڊوڄام.
تعليم: پرائمري
ڪاروبارو: کيتي ڪرڻ

## سياسي حياتي:

آءٌ سال 1938ع ۾ خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيس. انگريز سرڪار جڏهن هندستان ۾ ڪميونسٽ پارٽي تان بندش هٽائي، اهو سال شايد 1942ع آهي. آئون ان وقت ڪيمونسٽ پارٽي جو ميمبر ٿيو هوس. منهنجي لاءِ اهو وڏو اعزاز هو، جو آئون جنهن پارٽي جو ميمبر بنيو آهيان ان جو باني ڪامريڊ لينن هو. پارٽي طرفان هارين جي محاذ تي مون ڪم ڪيو، ميرپورخاص ۾ مون هاري آفيس قائم ڪئي. سانگهڙ جي ڪامريڊ مجني مسلم، مير الهہ بخش ٽالپر جهول واري، عبدالمجيد شر وارن سان گڏجي اڏو اڏ بڻئي جي تحريڪ ڪامياب وئي. ايوب ۽ فاطمہ جناح جڏهن صدارتي اميدوار هئا، هتي ايوب مخالفن جو اتحاد ٿيو هو جيڪو مولانا عبدالحميد ڀاشاني مرحوم مير علي بخش خان ٽالپر ميرپورخاص واري جي ڪوشس هئي، فيصلو ٿيو

تہ ايوب جي خلاف فاطمہ جناح کي ميدان تي آڻجي، اليڪشن ۾ فاطمہ جناح سندرو ٻڌي آئي، سنڌ مان حيدرآباد جي مير برادران مير علي احمد خان، مير رسول بخش خان ٽالپر، بلوچستان ۾ مير جعفر خان جمالي وارن گڏجي سنڌ ۾ ايوب خلاف زوردار مهم هلائي آهي، ان ۾ شامل رهيس. فاطمہ جناح اليڪشن کٽي هئي پر ايوب ۽ ڪامورن ڌانڌلي ڪري ڪيس هارايو هو. هن محاذ ۾ مرحوم حفيظ قريشي جو بہ وڏو ڪردار آهي. مون مرحوم پٽي سان گڏ پيپلز پارٽي ناهڻ ۾ حصو ورتو. سنڌ پيپلز پارٽي جو آئون پهريون جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو هوس. سنڌ جو صدر مير رسول بخش خان ٽالپر هو. مرحوم پٽي جي آمرانہ عادت ڏسي پيپلز پارٽي کي خير باد چئي ڇڏيو هو.

## ڇپيل ڪتاب:

”موچارا منهن، ڪارا منهن“ جو پهريون ايڊيشن ڇپيو پوءِ ٻيو بہ ايڊيشن ڇپيو. هن ڪتاب مقبوليت حاصل ڪئي. ٻيو ڪتاب ”آديسي اٿي ويا“ ڇپيو. اهو بہ پڙهڻ وارن کي پسند آهي. ٽيون ننڍڙو ڪتابڙو ”پُڇاڻو“ ڇپيو، اهو بہ پسند آيو هو. هاڻ اوهان جي خدمت ۾ ڪجهہ يادگيريون قلم بند ڪري پيش ڪري رهيو آهيان، ڳالهہ وڌي تہ ڪامريڊ کي دعائن ۾ ياد ڪجو.

## جيل جا ڏهاڙا:

سال 1945ع ۾ مون کي ڊفينس آف انڊيا ايڪٽ ۾ مون کي ريلوي هڙتال جي مزدورن جي جدوجهد ۾ گرفتار ڪري سکر جيل ۾ ٽي مهينا بند ڪيو ويو. سال 1950ع ۾ مون کي ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڪامريڊ غلام حيدر لغاري، ڊاڪٽر علي احمد آرائين، رئيس غلام محمد خان لغاري آف ميرواهہ گورچاڻي کي پاڪستان سيفٽي ايڪٽ ۾ هڪ مهينو حيدرآباد جيل ۾ رکيو ويو. سال 1953ع ۾ مون تي ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري تي حڪومت خلاف بغاوت جو

ڪيس هلايو ويو ميرپورخاص ۾، جيڪو پنج مهينا هليو. سرڪار جو وڪيل غلام نبي ميمڻ هو. اسان جو وڪيل ديوان ڏيئل مل لالوائي هو. اسان کي ڇهه ورهيه سزا ڏني وئي، اسان حيدرآباد جيل ۾ اڍائي سال رهياسون، هاءِ ڪورٽ اپيل ۾ آزاد ڪيو. ضياءَ جي حڪومت ۾ مون کي هڪ تقرير ڪرڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪري حيدرآباد جيل ۾ بند ڪيو. جيل ۾ ان وقت شهيد فاضل راهو، عنايت الله هيسباڻي ۽ ٻيا ٻه ورڪر هئا. هڪ مهينو جيل ۾ گذريو پوءِ آزاد ڪيو ويو. جڏهن ڪان مون هاري ڪميٽي ۾ ڪم شروع ڪيو تڏهن سڀ ورڪر مون کي ڪامريڊ مير محمد سڏڻ لڳا. اڄ تائين آئون ان نالي سان سڃاتو وڃان ٿو، اهو منهنجي لاءِ وڏو اعزاز آهي. آئون وس آهر ڪامريڊ اکر جو مانُ رکيو اچان. هيءُ ڪتاب ”يادگيرين جو سفر“ لکڻ لاءِ مون تي منهنجو پٽ غلام رسول خان زور ڀريندو هو. جڏهن ادريس خان جتوئي سان ملاقات ٿي، تنهن هن ڪتاب لکڻ ۽ سهيڙڻ ۾ وڏو ساٿ ڏنو. بيحد علم دوست ۽ پيارو انسان آهي. منهنجي دعا آهي ته وڏي ڄمار ماڻي وري به باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ذات جو آهي.

**ڪچان تا ڪافر ٿيان، مان ڪريان ته مشرڪ ٿيان،**
**انهي وائي ورڪو سمجهي سچيڏنو چوي.**

—

**نالے بے سود هين**
**بيکار هے فرياد يهان**
**فکر محبوس هين**
**جذبات پہ تعزيرين هين**
**پهر بهي اپني همت هے**
**هم جيئے جاتے هين**
**(ڪيفي اعظمي)**

ڪامريڊ مير محمد ٽالپر

ٽنڊوڄام،
3-2-2002

مهاڳ

# خاڪسار ڪان ڪامريڊ تائين

سنڌ ۾ ڪيترين ئي انقلابي ۽ سماج سڌارڪ شخصيتن جنم ورتو آهي، انهن مان ڪامريڊ مير محمد ٽالپر به هڪ آهي. سنڌ جي سياست ۽ تاريخ ۾ ڪيترائي مير ۽ ٽالپر پنهنجو ڪردار ادا ڪندا رهيا آهن، پر ويجهي ماضيءَ ۾ جن مير صاحبن جا نالا سنڌ جي سياسي افق تي نمايان رهيا آهن، انهن ۾ مير رسول بخش ٽالپر، مير علي احمد ٽالپر، مير علي بخش ٽالپر ۽ ڪامريڊ مير محمد ٽالپر شامل آهن. انهن مان ٽي مير صاحبان پنهنجو وارو وَڄائي ويا آهن، پر "ڪامريڊ" مير محمد اڃا تائين پاڻ پتوڙي پيو. تعليم جي ميدان ۾ ته اڃا سنڌ مير غلام محمد ٽالپر جهڙي انسان پيدا نه ڪري سگهي آهي. نه ئي وري شاعريءَ جي کيتر ۾ سنڌ ڪو ٻيو مير عبدالحسين سانگي پيدا ڪيو آهي، باقي ٽالپر حڪمرانن ۽ زميندارن جي ڪارنامن تي انگريز توڙي ڏيهي دانشورن گهڻو ڪجهه لکيو آهي، جنهن تي وڏيڪ سائين عطا محمد ڀنڀري صاحب جهڙو تاريخدان لکي ۽ ڳالهائي سگهي ٿو، جنهن ٽالپرن هٿان سنڌ انگريزن کي ملڻ واري تاريخ جو گهرو مشاهدو به ڪيو آهي ۽ تجزيو به ڪيو آهي. ڪامريڊ مير محمد پاڻ ٽالپر حڪمرانن جو وڏو نقاد آهي، جو ته پاڻ جيڪا ڳالهه دل ۾ سا زبان تي چوڻ وارو آهي. توڙي جو موجوده سنڌ ۾ "ڪامريڊ"، "قومپرست" ۽



ڪامريڊ مير محمد ٽالپر بلوچستان جي وزيراعليٰ سردار اختر خان مينگل کي اجرڪ
پارائي رهيو آهي.



ڳوٺ حاجي جمال الدين هنگورجو ۾ ڪامريڊ اجرڪ سان



ڊاڪٽر منور هاليپوٽو صدر ورلڊ سنڌي ڪانگريس سان گڏ ڪامريڊ مير محمد



بالاچ خان مري، روچي رام وڪيل، ادريس جتوئي، خير بخش خان مري
۽ ڪامريڊ مير محمد ٽالپر



شهيد مائي بختاور جي ڪيس جو وڪيل بنا رام ڪامريڊ مير محمد سان گڏ (1989ع)



وينا شرنگي - دهلي (ڀارت)



ساڄي کان پروفيسر علي احمد لاکو، مير غلام رسول خان ٽالپر ۽ صوفي فتح علي



مير غلام شاهه خان ٽالپر، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر ترڪي جي شهر استنبول جي ميوزيم ۾



ساڄي کان غازي پٺي، مير غلام رسول ٽالپر، اعجاز خان ڪاڪڙ ۽ مرحوم فيصل چانڊيو
لاهور جي شاهي قلعي ۾



کاٻي کان اعجاز خان ڪاڪڙ، مرحوم فيصل خان چانڊيو ۽ مير غلام رسول ٽالپر لاهور ۾



مير غلام رسول خان ٽالپر شڪار لاءِ ٻيڙي ۾



مرحوم فيصل خان چانڊيو



ساڄي کان مرحوم فيصل خان چانڊيو ۽ مير غلام رسول چانڊيو اسلام آباد ۾



ڪامريڊ مير مرتضيٰ ڀٽو



ڪامريڊ جي جيل جو ساٿي عنايت هيسباڻي



مير غلام رسول ٽالپر ۽ سندس دوست جپسي (ڪامريڊ سجاد ظهير جو ڏوهٽو)



سر ڪائوسجي جهانگير رحمت الله عليہ
جنهن حيدرآباد ۾ چرين جي اسپتال قائم ڪئي



ڪامريڊ مير محمد ٽالپر پنهنجي رهڻ واري ڪمري ۾

”وڏيري“ لفظ جي اصطلاحي معنيٰ وڏي حد تائين تبديل ٿي چُڪي آهي، پر سٺ ۽ ستر جي ڏهاڪي ۾ ويندي 1983 ۽ 1986ع جي هلچلن تائين انهن لفظن جي معنيٰ ايڏي تبديل نہ ٿي هئي. اڳي ’ڪامريڊ‘ جي معنيٰ ڪُلي عام حق ۽ سچ چوڻ وارو، جرئت ۽ همٿ وارو، اٿموٽ، اورچ، ارڏو ۽ اڙٻنگ، اَجهل، ظلم ۽ ڏاڍ تي ڪڙڪڻ وارو شخص سمجهيو ويندو هو. ٻين لفظن ۾ ڪامريڊ جي معنيٰ ’انقلابي‘ هُئي. سنڌ ۾ ڪامريڊ جي نالي سان جيڪي شخصيتون ڄاتيون سڃاتيون ويون آهن، انهن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ جمال الدين بُخاري، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، ڪامريڊ سجاد ظهير، ويجهي ماضيءَ ۾ ڪامريڊ نذير عباسي ۽ ڪامريڊ مير محمد ٽالپر مشهور آهن. پر سوويت يونين جي ٽٽڻ کان پوءِ ڪميونسٽن ۽ قوم پرست حلقن ۾ ڪجھ اهڙا بہ سياسي ڪردار پيدا ٿيا، جن ”ڪامريڊ“ سڏائي اهڙي سياست ۽ اهڙا ڏنڌا شروع ڪيا، جن ”ڪامريڊ“ لفظ جي اصطلاحي معنيٰ ۽ مفهوم کي تبديل ڪري ڇڏيو آهي. سڄي سنڌ ۾ اهڙا نام نهاد ڪامريڊ ملي سگهن ٿا. سنڌ جي يونيورسٽين ۾ تہ ’ڪامريڊ‘ ان شاگرد کي سڏيو وڃي ٿو، جيڪو ڪلاس ۾ نہ اچي، ڪينٽين تان ماني کائي پيسا نہ ڏئي، ٻين پڙهندڙ شاگردن کي اکيون ڳاڙهيون ڪري ڏيکاري، انتظاميہ جو ايجنٽ بڻجي پيٽا ۽ ڏوڪڙ وٺي، امتحان ۾ داداگيري سان نقل ڪري، استادن سانُ بدتميزيون ڪري وغيره. عام ۽ غير سياسي شاگردن کي تہ ”ڪامريڊ“ لفظ ٻڌندي ئي توبھ ڪندي ڏٺو ويو آهي. توڙي جو يونيورسٽين ۾ سيئي ڪامريڊ سڏائيندڙ شاگرد اهڙا بہ نہ آهن. اهڙيءَ طرح اڳي ”قومپرست“ لفظ اُچارڻ سان ڪن اهڙن سياسي ڪردارن جو تصور ابرندو هو جيڪي شاھ عنايت شهيد، مخدوم بلاول، دودي چنيسر، دولھ دريا خان، هوش محمد شيديءَ جي وطن

اهڙيءَ ريت حبيب جالب جا بہ ڪافي شعر ڪيس پسند آهن.

**ضمير بيچ ڪي مسند خريدني والو،**
**اهلِ وفا ڪي نظرون مين تم بهت حقير هو.**
**(حبيب جالب)**

اهو شعر پاڻ پنهنجي قبر جي ڪتبي لاءِ چونديو اٿائين جنهن سان ئي هن ڪتاب جي پُڄاڻي ٿئي ٿي. ڪامريڊ، مير محمد پاڻ هن ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ:

”جڏهن کان مون هاري ڪاميٽيءَ ۾ ڪم شروع ڪيو، تڏهن کان ئي سڀ ورڪر مون کي ’ڪامريڊ‘ مير محمد سڏڻ لڳا. اڄ تائين ان نالي سان سڃاتو وڃان ٿو. اهو منهنجي لاءِ وڏو اعزاز آهي. آئون وس آهر ’ڪامريڊ‘ اکر جو مانَ رکيو اچان.“

ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، سال 1924ع ۾ ٽنڊي جام ۾ غلام رسول خان ٽالپر جي گهر ۾ جنم ورتو ۽ اڄ تائين ٽنڊي جام ۾ رهي پيو.

هيءَ ڪتاب ”يادگيرين جو سفر“ ڪامريڊ مير محمد جو ٽيون اهم ڪتاب آهي. هن ڪتاب کان اڳ ڪامريڊ جا بہ ڪتاب ”موچارا منهن – ڪارا منهن“ ۽ ”آديسي اٿي ويا“ ڇپجي چُڪا آهن. پهريون ڪتاب جا بہ ڇاپا مارڪيٽ ۾ اچي چُڪا آهن. اهي بہ ئي ڪتاب ڪامريڊ جي يادگيرين ۽ شخصي خاڪن تي مشتمل آهن. هيءُ ڪتاب جيڪو اوهان جن هٿن ۾ آهي، اهو پڻ انهن ٻنهي ڪتابن جي ڪڙي يا تسلسل آهي. ڪامريڊ مير محمد ٽالپر هن وقت 78 سالن جو بزرگ آهي. هن زندگيءَ جا چاليهہ سال انقلابي سياست ڪئي آهي ۽ پوري ٽنڊي ڪنڊ اندر ٿيندڙ انقلابي اُٿل پٿل کي پنهنجن اکين سان ڏٺو آهي. 1938ع کان هن خاڪسار جماعت ۾ شموليت اختيار ڪري سياست جي شروعات ڪئي. ان کان اڳ سندس گهر بہ سياست جو مرڪز هو

ڇاڪاڻ تہ سندس والد غلام رسول خان علامہ مشرقيءَ جي خاڪسار تحريڪ ۾ شامل هو ۽ سندس چاچو دوست علي ’ڪانگريس‘ جو سرگرم ڪارڪن هو. ان ڪري ’ڪامريڊ‘ کي لبرل ۽ آزاديءَ جي تحريڪ جي سياست گهر ۾ ئي ملي. پاڻ بہ بيلچو کڻي علامہ مشرقيءَ جو خاڪسار بڻيو. اڳتي 1942ع ڌاري سنڌ جي مَهان انقلابي ڪامريڊ جمال الدين بُخاريءَ کيس ’ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا‘ جو ميمبر بڻايو، پر جلدئي ڪجهہ سالن کان پوءِ جڏهن ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ڪامريڊ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيا ۽ مسلم قوم جي حق خودارادي جو بهانو بڻائي ليگي بڻيا تہ ڪامريڊ اختلاف ڪيو. کيس چيو ويو تہ اها پارٽيءَ جي فيصلي جي پيڪڙي آهي، ان ڪري کيس پارٽيءَ مان نيڪالي ڏني ويندي. ڪامريڊ مير محمد چيو تہ: ”پرواهہ ناهي مون انقلابي ڪم پارٽيءَ لاءِ نہ، پر عوام لاءِ ڪيو پئي. عوام موجود آهي، مان ان ۾ وڃي ڪم ڪندس، پارٽيءَ ۾ نہ هوندس تہ ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي، پر عوام ۾ تہ هوندس.“ ائين ئي پاڻ حيدر بخش جتوئيءَ سان گڏ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ ۾ ڪم ڪندو رهيو. پاڻ ڪيترائي ڀيرا جيل ويو آهي. هن ڪتاب ۾ ننڍي کنڊ جي انقلابي شخصيتن، حق پرست عالمن سڳورن، شاعرن، انقلابين، سماج سڌارڪن، سنڌ جي وڏيرن، بلوچ سردارن ۽ صوفي سڳورن جو ذڪر ملندو، فلمن ۽ اداڪارن، فنڪارن ۽ راڳين جو بہ ذڪر ملندو. پاڻ ڪٿي سنجيده ۽ ڪٿي مزاحيہ ۽ ڪٿي تفريحي انداز سان گذريل يادن کي پيش ڪندو رهيو آهي. پاڻ جهڙي نموني سان ڪچهريءَ يا اسٽيج تي ڳالهائيندو آهي اهڙي نموني سان ئي واقعن کي قلمبند ڪندو ويو آهي. جيتوڻيڪ سندس لکڻيءَ ۾ ڪٿي ڪٿي تسلسل جي کوٽ، ورجاءُ ۽ واقعن جي جوڙجڪ اديباڻي نہ آهي، پر جيئن تہ سندس ڳالهيون ۽ بيان ڪيل واقعا هڪ دور تي محيط آهن ۽ هڪ دور جي تاريخ تي نظر وجهندڙ آهن، ان ڪري هن ڪتاب جي

- تاجپور جو نواب محمد خان لغاري جيڪو نانگن جو بادشاهہ سڏبو هو. هن وٽ ڪيترن قسمن جا زهريلا نانگ هئا. ڪيس لُنبي بلا ڏنگي وڌو هو تنهن بعد نواب صاحب گذاري ويو هو.
- حيدرآباد جو مير علي احمد خان ٽالپر جڏهن بہ وزير ٿيندو هو، تڏهن قرضي ٿي ويندو هو. هتي اڪثر جيڪي وزير ٿيا آهن، اهي لک پتي ٿيا، ڪوبہ قرضي ڪونہ ٿيو. اهو هو شان مير علي احمد خان ٽالپر جو.
- چين جو وزيراعظم ڪامريڊ چو اين لائي ايڏو تہ اشراف هو جو ڪي چوندا هئا تہ هي نامرد آهي. چو اين لائي ڪنهن بہ ڌاري عورت جو انگ ڪونہ ڏٺو هو، اهڙي ڪامريڊ تان صدقي ٿجي.
- مغل بادشاهہ اڪبر جي اڄ بہ هندستان ۾ ايڏي عزت آهي جو ڪيس "دي گريٽ" سڏجي ٿو. اڪبر سنڌ ڌرتي ڄائو هو، ان ڪري سنڌي هو، اها بہ سنڌ لاءِ فخر جي ڳالهہ آهي.
- سال 1901ع ۾ ڏڪار پيو هو. ان ڏڪار کي ماڻهن ڇپني وارو ڏڪار سڏين ٿا. شادي پلي جو زميندار سيد موج علي شاهہ ديڳون رڌي ڏڪار وارن کي کارائيندو هو. هن وقت ان جي اولاد مان مظفر شاهہ، قربان علي شاهہ ۽ ڪي ٻيا آهن جي وڏا زميندار بہ آهن. اهي ماني وقت دروازا بند ڪري ماني کائين ٿا. ڪين شرم اچڻ کپي جو موج علي شاهہ جو اولاد ٿا سڏائين.
- ايران جا جڳ مشهور پهلوان رستم ۽ سهراب بلوچ هئا. گرگيج قبيلي مان هئا.
- هڪڙي چٽل ڪارتوس وزير بيان ڏنو هو تہ جنرل مشرف ڪيوبا واري فيڊرل ڪاسترو جهڙو آهي. شڪر جو ڪيس امام مهدي جو درجو نہ ڏنائين.

- روس جي عظيم انقلاب جو اڳواڻ ڪامريڊ لينن پڇاڙي ۾ بيمار هو. هڪ ڏهاڙي سندس ڪامريڊ ڪجهه چانور لينن لاءِ ڪٽي آيو. ڪامريڊ لينن ڪيس چيو ته مون هفتو ڪن ٿيندو ته چانور کاڌا هئا. هي چانور ڪارخاني جي مزدورن کي وجي ڏي. مونکي خبر آهي ته مزدورن کي مهينا ٿيا آهن، جو چانور نه کاڌا آهن، چو ته انقلاب هاڻ آيو آهي. جڏهن اناج جي پيداوار وڌي. هتي وارو بشني ڪامريڊ مزدور جو منهن ڪونه ڏسي. ڪامريڊ اکر خوار ڪيو اٿن.
- حاڪم علي زرداري هڪ ڏهاڙي مقبول شاعر منشي ابراهيم ۽ مونکي چيو ته اوهان ٻئي پيٽي جا دهلاريءَ ٿيا هئا، اوهانکي پيٽي ڪجهه به ڪونه ڏنو. منشي ابراهيم، زرداري کي چيو ته برابر ڪامريڊ ۽ مونکي پيٽي ڪجهه ڪونه ڏنو پر اسانجن دهلن ڪيس اسلام آباد جي ڪرسي ڏني. توکي پيٽي جي وڏهر ڏي ملي جيڪا تنهنجي پٽ آصف جي نڪاح ۾ آئي تو به ميمبريون ماٽيون، اڄ تون، تنهنجو پٽ، سندس زال بينظير پڇاڻن جي حوالي آهيو. ڪامريڊ ۽ آئون وري ڪنڌ مٿي ڪريو پيا هلون.
- موحد درس عليم رحه کاان ڪنهن پڇيو ته ميرپورخاص جي ويجهو کي سيد آهن، جيڪي ڳاڙها سيد سڏجن ٿا. سيدن جي ٻي به ڪا جنس آهي. درس عليم فرمايو ته سيدن جون ٻيون به جنسون آهن. هڪڙا مڪڙا سيد، هڪڙا بور سيد، هڪڙا چوباز سيد، هڪڙا بڪا سيد، هڪڙا رلي باز سيد آهن.
- موحد درس علي رحه کان ڪنهن پڇيو ته درس وڏا! هتي نڪ جا نِرجا کهڙا ماڻهو آهن؟ درس جواب ۾ فرمايو ته اهي ابا پير آهن جيڪي پاڻ ٿلها متارا تڏهن به مريدن وٽ پنڻ اچن. مڃون وٺيو مريد جي گهر ۾ ڪاهيو پون. اهڙي ڪا ٻي نڪ جي نِرجائي.
- هڪ وات ڳاڙهي پناهگير ڪامريڊ غلام محمد لغاري مرحوم کان

پڇيو تہ اوهان سنڌو درياهہ کي دريا بادشاهہ ڇو ٿا سڏيو؟ ڪامريڊ جواب ۾ چيو تہ سنڌ دريا اسانجو بادشاهہ آهي، جنهن سنڌ ڌرتي کي آباد ۽ مالامال ڪيو آهي. جي هي دريا هتي نہ هجي ها تہ تون بہ هتي ڪونہ اچين ها. ڏس هن دريا بادشاهہ جو پاڻي پيتو اٿئي. سنڌ جو ان، سنڌڙي انب ڪاڏا اٿئي، تنهنجو رنگ روپ بہ ڪنول گل جهڙو آهي. تنهنجو پيءُ بہ جيئرو آهي جيڪو هندستان جو چاول آهي، ان جو رنگ چيٽي جي چار جهڙو آهي.

- واگهريجي ڳوٺ جو شيعا عالم مولوي غلام مهدي خان لغاري هر هاري هو. مدرسو بہ هلائيندو هو. مولوي صاحب ڪارو جبو پائي ڪڏهن بہ چندو وٺڻ ڪونہ ويو، نڪو شيعا مولوين وانگي ڏوڪڙ وٺي مجلس پڙهندو هو.

- ساماري تعلقہ جو مولوي محمد عثمان ُقراني ذات جو پنيرو هو. جنهن جو وڏو ديني مدرسو هو. اتان ڪيترا پڙهي عالم ٿيا. مولوي صاحب جو سدائين ڪنڌ هيٺ هوندو هو. اوچو ڳاٽ ڪري ڪڏهن ڪونہ هليو.

- ڳوٺ ٽالهي تعلقہ عمرڪوٽ جو مولوي محمد امين چانديو ڏينهن۾ پنجاهہ ميل بہ پنڌ ڪري ويندو هو.

- منهنجو دوست نہ پر پيارن پيارن کان بہ پيارو، جواني جو ساٿي ڪامريڊ گلاب پگواڻي هو. جنهن سان پريت سال 1942ع کان شروع هئي. ملڪ جي ورهاڱي بعدڪامريڊ گلاب هتان لڏي پارت ويو هليو. راءِ پور ۾ پنهنجو گهر ٺاهي ڪاروبار ڪرڻ لڳو. آئون سال 1986ع ۾ هن وٽ راءِ پور ويو هوس. هڪ رات هن مونکي پنهنجي وصيعت پڙهائي جيڪا انگريزي ۾ ٽائيپ ٿيل هئي. خاص ڳالهہ اها هئي تہ مرڻ وقت منهنجون اکيون خيرات ۾ ڏجن. ان اداري جو نالو بہ لکيل هو. پوءِ مردو جسم ميڊيڪل ڪاليج جي

شاگردن کي ڏجي. اهي تجربا ڪن، مونکي ٿهڪ ڏئي چيائين تہ مرڻ بعد مهراج کان بہ جند آجي، باهہ جي سڙڻ کان بہ جند آجي. مونکي جيئرو چڙدي پاڻ سال 1995ع ۾ هي ظلم جو جهان ڇڏي ويو. گلاب ڪير سڏائي.

- ڳوٺ پٽ پاٿي جو رئيس محمد عثمان خان مري شڪار جو شوقين هو. هن پنهنجي ڳوٺ ۾ هاءِ اسڪول قائم ڪيو هو. رئيس جڏهن بہ شڪار ڪرڻ هرڻ، تتر، تلورون آڻيندو هو، ان مان وڏو حصو اسڪول جي شاگردن کي کارائيندو هو.
- لاڙڪاڻو شهر ۾ ماني کارائڻ جو سخي قاضي فضل الله وڪيل هو، جيڪو سنڌ جو وزيراعليٰ بہ ٿيو هو. لاڙڪاڻي ۾ پٽن ۽ کهڙن جا بہ بنگلا هئا پر انهن کي تالا لڳل هئا. پاڻي جي گلاس جي بہ اميد ڪانہ هئي.
- لاڙڪاڻي ۾ خدمت خلق وارو حافظ عبدالڪريم هو جيڪو لاوارث مردن کي غسل ڪفن ڏيندو هو. گم ٿيل ٻار ڳولي مائٽن وٽ پهچائيندو هو.
- شهيد الله بخش سومري جي خون واري ڪيس جي پيروي لاءِ دهلي جو نامور قانون دان آنريبل مولوي آصف علي بار ايٽ لا آيو هو، جنهن سومرن کان في ڪانہ ورتي هئي.
- سورهيہ بادشاهہ پير پاڳارو صبغت الله جي ڪيس ۾ مسٽر جناح وڪيل ٿي آيو هو، جنهن ۾ پير صاحب کي جيل جي سزا آئي. بمبئي جي پر ۾ رتناگري جيل ۾ هو، اتي ڪيترن انقلابي ليڊرن سان ملاقات ٿي هئي. ان جو هن تي اثر ٿيو جو انگريز دشمن ٿيو هو.
- نواب شاهہ وارو هاري ليڊر قاضي فيض محمد وڪيل راڳ جو ماهر هو، آئون ڪيس سنڌ جو تانسين سڏيندو هوس.

- هارياڻي شهيد مائي بختاور جي شهادت تي عمرڪوٽ جو هاري ليڊر پير عبدالغفور جان سرهندي چاليهہ ميل پنڌ ڪري سيني ڪان اڳ پهتو هو. پوءِ آئون ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي پهتاسون.

- مولانا عوامي محمد يعقوب هاليپوٽي، مشهور وڪيل يوسف لغاري تي نالو ماڪوڙو رکيو هو. ان وقت جي سيشن جج امير علي ٽري جو نالو منشي ڦلڪو رکيو هو. ان وقت امير علي ميرپورخاص جي روچيرام وڪيل جو منشي هو. حيدرآباد جي مير علي احمد خان ٽالپر جي عزيز مير علي مدد جو نالو مير جمڙائو رکيو هو ان ڪري تہ اهو مير صاحب مولانا عوامي جي اڳيان ڪريٽ ڪوڪا ڪولا جو پي ويو هو.

- ميرپورخاص جي وڏيري فقير محمد مگرئي کي مير علي احمد خان "باباءِ ٿرپارڪر" سڏيندو هو.

- چانديا ذات جو سردار غيبي خان چانڊيو پنهنجي سڄي شهر غيبي ديري کي ٽي وقت ماني کارائيندو هو. سندس اولاد ٻين جي هٿن مان ماني ڦريو کائي.

- ميرپورخاص جو شهر مير علي مراد خان ٽالپر آباد ڪيو پوءِ انهي شهر کي حاڪم مير شير محمد خان ٽالپر گادي جو شهر بنايو. ميرپورخاص ۾ مختيارڪار جي آفيس جنهن جاءِ تي آهي، اتي مير شير محمد خان جو رهائشي محل هو، ان مختيارڪاري جي ورانڊي ۾ پٿر لڳل آهي، جنهن تي لکيل آهي تہ هتي مير شير محمد خان ٽالپر جو گهر هو. هن وقت مير شير محمد خان جي پڳ جو پڳدار مير غلام علي خان ٽالپر آهي، جنهن کي ماهوار هڪ هزار روپيہ سرڪاري خزاني مان پولٽيڪل پينشن ملي ٿي. مير غلام علي خان منهنجو پاڙيجو آهي.

- مرحوم محمد امين خان کوسو چوندو هو تہ ڪاڪوس ڪرڻ جي جاءِ ملان جي، جيڪا ڏينهن ۾ ڪيترا دفعا صاف ٿئي ٿي. مردانو عضوو حڪيم جو، جنهن کي اعليٰ ليپ حڪيم صاحب لڳائي ٿو. زنانون عضوو نرس جو، اها بہ هر وقت ان جي ٽهل ٽڪور ڪري ٿي. نرس پلي 80 ورهيہ جي هجي پر سندس زنانون عضوو سورهن سالن جي ڪنواري ڇوڪري جهڙو هوندو.
- حيدرآباد جي گدو واري اسپتال هڪ پارسي سر ڪائوسجي جهانگير ٺهرائي هئي. هتي ڪيترائي مسلمان بہ سر جي خطاب وارا هئا. اهي ڇڪلن جي عشق ۾ هئا.
- امام الهند حضرت مولانا ابوالڪلام رحہ فرمايو آهي تہ هڪڙي سوراخ ۾ بہ نانگ بلا گڏ رهي سگهن پر بہ ملان گڏ نٿا رهي سگهن.
- سنڌ جي مايہ ناز وڪيل ديوان ڏيئل مل لالواڻي ٻڌايو هو تہ آئون ايوب کهڙي جو ڪنهن غبن جي ڪيس ۾ وڪيل ٿيو هوس. منهنجي وڪالت جي في جا پئسا ڪائي ويو هو. وڏو بي ايمان هو.
- ماتلي ۾ آئون رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي وٽ وينو هوس. وڏي ڪچهري هئي، پاسي واري هوٽل تي لتا منگيشڪر جي گاني جو رڪارڊ وڄي رهيو هو. رئيس چيو تہ سبحان الله، الله جو آواز آهي. هڪ وينل همراهہ چيو تہ رئيس اهو الله جو آواز آهي؟ رئيس ڪيس جواب ۾ چيو تہ تنهنجي زال جو الله جو آواز آهي جيڪا گڏهہ واري هينگ ٿي ڪري.
- هالا جي مخدوم غلام حيدر، حضرت مولانا عبيدالله سنڌي رحہ جي وڏي ڌام ڌوم سان دعوت ڪئي هئي، تڏهن ٻين پيرن تي دانگي ڦري وئي هئي.
- ڪنياڻ شهر جو صوفي محمد فقير ڪنياڻ هو. هن کي پنن ۾ ڪو ڦٽ ٿي پيو هو. ڪيس حيدرآباد آپريشن لاءِ وني ويا. ڊاڪٽر چيو تہ هن

کي بي هوش ڪري آپريشن ڪبو. فقير چيو تہ مونکي بي هوش نہ ڪريو. ائين آپريشن ڪريو. ڊاڪٽر چيو تہ فقير توکي سور ٿيندو، آپريشن پورو ڪلاڪ هلندو. فقير چيو تہ اوهان ڪم شروع ڪريو. ڊاڪٽرن آپريشن شروع ڪيو. فقير جو آواز حق جو هو. جڏهن آپرشن پورو ٿيو تڏهن ڊاڪٽرن چيو تہ اسان آپريشن ڪري ڇڏيو. محمد فقير چيو تہ ابا مونکي ڪابہ خبر ڪانہ هئي. آئون حق، حق جي تنوار ۾ بي هوش هئس.

- ميرپورخاص ۾ عيسائي مذهب جو ڊاڪٽر ڊريگو هو، جيڪو درويش صفت انسان هو، هن ڪوبہ مال ڪونہ ميڙيو هو.
- عمرڪوٽ جو ڊاڪٽر هرچند راءِ ساڌو قسم جو ڊاڪٽر آهي. هن وٽ ڪيترا جڏا بي پهچ انسان بہ ماني کائيندا هئا. ڊاڪٽر صاحب جو والد بہ هڪ استاد هو. اهو بہ اولياءُ الله هو جنهن جو نالو گرڌاري لال هو. اهو بہ گهر ڇڏي فقير ٿي ويو. هو چتور جي شهر ۾ هڪ مندر ۾ وڃي وينو هو اتي جهان ڇڏي ويو.
- حيدرآباد جي مشهور هوٽل زميندارجو مالڪ سيٺ حسن ڪامريڊ ن کان ماني جا پئسا ڪونہ وٺندو هو. اسين ڪيترا ڪامريڊ هوٽل تي وڃي سٺا طعام کائيندا هئاسون. صدر جي فاران هوٽل سندس پٽ سيٺ لالا جي آهي. اهو بہ ڪامريڊن جي عزت ڪندو هو. ماني کارائيندو هو، رب جي رحمت هجين.
- سال 2001ع ۾ سنڌ ۾ پاڻي جو ڏڪار ٿيو. درياءُ سنڌ سڪي ويو هو. سنڌ ۾ زرعي آبادي کي وڏو ڌڪ لڳو. پنجاب سنڌ جو پاڻي بند ڪري ڇڏيو هو. هتي سنڌ ۾ ماڻهن ڪيترا جلوس ڪڍيا. قوم پرست ليڊر مسٽر رسول بخش پليجو، ڊاڪٽر قادر مگسي، ڊاڪٽر دودو مهيري، شاهنواز جوڻيجو، ابرار قاضي وارن وڏي مڙسي ڪئي. قادر مگسي کان سواءِ ٻين کي جيل موڪليو ويو. سنڌي اخبارن سٺو ڪردار ادا ڪيو هو.

- مون سال 1994ع ۾ ٺٽبي چام ۾ هڪ مهينو علامتي بک هڙتال ڪئي هئي ته ٺٽبي چام کي ميونسپل جو درجو ڏجي. مون سان منهنجو پيارو دوست غلام حيدر شاهه به شريڪ هو. هڪ ڏهاڙي سنڌ جو وزير مير منور علي خان ٽالپر آيو، جنهن اچي خاطري ڏني ته اوهان بک هڙتال ختم ڪريو، اوهان جا مطالبا آئون منظور ڪرائيندس. ان وقت سنڌ جو وزيراعليٰ سيد عبدالله شاهه هو، آئون ڪراچي ويس، مير منور علي مون سان عبدالله شاهه وٽ هليو، جنهن آرڊر ڪيو ته ٺٽبوچام کي ميونسپل جو درجو ڏنو وڃي. شهر جي سڌاري لاءِ هن ڏهه لک روپيه منظور ڪيا جيڪي پوءِ ڪامورا کائي ويا هئا.
- سال 1973ع ۾ سنڌ ۾ پاڻي جي کوٽ ٿي هئي، مون حيدرآباد ۾ بسنت هال ۾ پاڻي جي کوٽ لاءِ هڪ ڪنوينشن ڪوٺايو هو، جنهن جي صدارت لاءِ مون مخدوم طالب المولىٰ کي چيو هو. جيڪو بيماري سبب نه آيو. پنج سؤ روپيه هن موڪليا هئا. ڪنوينشن ۾ ڪراچي کان مسٽر پي. ڪي شاهاڻي اچي شريڪ ٿيو هو، جنهن تمام سٺي تقرير ڪئي هئي.
- رهبر سنڌ سائين جي ايم سيد مونکي ڪامريڊ ڪري ڪونه خطاب ڪندو هو بلڪ مير صاحب سڏيندو هو.
- اسان جي پاڙي جي مسجد منهنجي پڙ ڏاڏي حاجي مير محمد خان جوڙائي هئي. پوءِ سندس پٽ مولوي محمد علي خان اتي مدرسو قائم ڪيو هو. پڇاڙي ۾ منهنجي والد غلام رسول خان ان جي مرمت ڪرائي هئي. ان وقت پيش امام حاجي محمد خان سرمائي هو جيڪو نيڪ مرد هو. هاڻ ان مسجد ۽ مدرسي تي طالبان پرست ملن جو قبضو آهي.
- مون پنهنجا لکيل به ڪتاب "آديسي اٿي ويا" ۽ "موچارا منهن ڪارا

منهن" لنڊن برٽش لائبرري ۽ امريڪن ڪانگريس لائبرري واشنگٽن کي بہ موڪليا. هڪ ڪتاب "موچارا منهن ڪارا منهن" دهلي پيڻ وينا شرنگي ۽ ممبئي پارٽ ڪيرٽ ٻاٻاڻي کي بہ موڪليو. مائي وينا ڪتاب جي پهچ بہ موڪلي. ڪتاب ۾ سندس والد سرڳواسي مهراج گوبي ڪرشن جو ذڪر آهي جيڪو شهدادڪوٽ جو رهاڪو هو. آئون سندس تڏي تي بہ ويو هوس.

- هندستان جي اول وزيراعظم پنڊت جواهر لال نهرو وصيت ڪئي هئي تہ جڏهن آئون مري وڃان تہ پوءِ منهنجي بي جان جسم کي ساڙي ان جي رک هوائي جهاز ۾ وجهي هماليہ جبل کان وٺي سڄي هندستان مٿان هاري ڇڏيندا.
- امام الهند مولانا ابوالڪلام آزاد وزير تعليم هند سان آئون 1953ع ۾ دهلي ۾ مليو هوس. مونکي دعا بہ ڪيائين. ملاقات 18 منٽ هئي. اها گهڙي مون لاءِ وڏي سعادت هئي.
- منهنجو والد مرحوم غلام رسول خان ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ پڙهندو هو. ساڻس گڏ غلام رسول شاه نالي بہ پڙهندو هو. ٻنهي صلاح ڪئي تہ هلي پوليس ۾ ڀرتي ٿيون پوءِ اچي نواب شاهہ ۾ پوليس ۾ ڀرتي ٿيا. ضلع جو پوليس ڪماني انگريز هو. تنهن هنن کي فرسٽ گريڊ جمعدار ڪري ڀرتي ڪيو. بابو سائين سڪرنڊ ٿاڻي تي رکيو ويو. هڪ ڏهاڙي هڪ قيدي کي نواب شاهہ ڪورٽ وٺيو پئي ويو تہ رستي ۾ قيدي چيو تہ مونکي ڪاڪوس لڳو آهي. قيدي ڪاڪوس ڪري آيو. بابي کي چيائين تہ آئون مسڪين يتيم آهيان. ماءُ انڌي آهي، تون ٽالپر خاندان آهين مونکي ڇڏ تہ آئون ڀڄي وڃان. پوءِ بابي هن جي هٿڪڙي کولي ڪيس چيو تہ هاڻ ڀڄي وڃ پوءِ بابي کي نوڪري مان خارج ڪيو ويو. اچي زمينداي سنڀالڻ لڳو. غلام رسول شاهہ نوڪري ۾ هو انگريز پوليس ۾

انسپيڪٽر ٿيو. آخر خيرپور اسٽيشن جو پوليس ناظم ٿي ويو ڪيس حرن ماري چڙهيو هو.

- هي قصو سکر بئراج کان اڳ جو آهي. اسان جي زمينداري نازي پاسي هئي. سانوڻ جي موسم جي مند ۾ ناري ۾ پاڻي ايندو هو تڏهن موڪ پاڻي ڪونه هو. اسان وٽ هرلا هئا. منهنجي منڙي امڙ بابي جي ٻانهن ٻيلي هئي. هرلي تي ڳاڏي تي ويهي ڏيگي يا اٺ کي هڪليندي هئي. اڏي تي ڪات سان ڪتر ڪري ڏورن کي ڏيندي هئي. بابو امان لاءِ چوندو هو تہ هي منهنجي لاءِ سونو هار آهي.
- شهيد مير مرتضيٰ خان ڀٽي جي جمر جي تاريخ 18 سيپٽمبر 1954ع آهي. ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سندس شهادت بہ سندس گهر جي دروازي تي ٿي. اها تاريخ 20 سيپٽمبر سال 1996ع جمع جو ڏينهن آهي. سندس ڄمار 42 سال ٿي. ملڪ تي حڪومت سندس ڀيڻ بينظير جي هئي. ان وقت نواب اڪبر خان بگٽي چيو هو تہ بينظير بہ هڪ ڏائڻ آهي.
- هز هائينس مير عبدالحسن خان سانگي جي پوٽي مير عباس علي خان مونکي ٻڌايو تہ جڏهن ريل گاڏي ڪوٽڙي کان حيدرآباد ايندي هئي تڏهن ڏاڏا هز هائينيس دري کولي ڳچي ۾ پلاند وجهي ريل ڏي ڏسندو هو. چوندو هو تہ هي ريل منهنجي محبوب لطيف ڀٽ ڌڻي جي پاسي پئي وڃي. هز هائينيس پيرين پنڌ ڀٽ شاهہ تي ويو هو. سندس وصيت هئي تہ مونکي مرڻ بعد ڀٽ ڌڻي تي دفن ڪجو. هز هائينس سانگي جي مزار ڀٽ ڌڻي جي روضي جي اولهہ جي ديوار وٽ آهي. مزار تي ڪتبو لڳل آهي. مون بہ سندس حاضري ڀري آهي.
- امام الهند حضرت مولانا ابوالڪلام آزاد عليہ رحمت پنهنجي مشهور ڪتاب ”غبارِ خاطر“ ۾ لکيو آهي تہ انگريزن جڏهن ڪانگريس

جي ليڊرن کي گرفتار ڪيو تڏهن صدر ۽ ورڪنگ ڪميٽي جا ميمبر قلعہ احمد نگر ميور ۾ نظربند ڪيا. صبح جي چانهہ پنڊت جواهر لال نهرو، حضرت مولانا وٽ وجي نوش ڪندو هو. حضرت مولانا آزاد وٽ هڪ جهرڪو ايندو هو. مولانا کيس داڻا بہ ڏيندو هو، جهرڪو مولانا جي هٿ تي بہ داڻا چڳندو هو. هڪ ڏينهن ڏاريو جهرڪو اچي ويو. پاڻ وڙهڻ لڳا. پنڊت نهرو صاحب مولانا صاحب کان پڇيو تہ هي جهرڪا ڇو پيا وڙهن؟ تہ مولانا صاحب پنڊت کي چيو تہ هي ملان آهن. هڪ ٻر ۾ ٻہ زهريلا نانگ گڏ رهي سگهن ٿا پر ٻہ ملان گڏ نہ رهي سگهندا. سبحان الله هن وقت ملن جي جيڪا ڪٽرپڻي جي حالت آهي سا ڏسو! حضرت مولانا ابوالڪلام رحہ تي رب جون رحمتون هجن.

- سنڌي لکڻ جي ديواني جناب علي احمد خان بروهي مونکي ٻڌايو تہ آئون ۽ مولوي نذير حسين جتوئي لاڙڪاڻي ۾ رستو ڏيو پئي وياسين. رستي تي هڪ ملان وات ۾ اڳٺ وجهي وٽ چيني رهيو هو. بروهي صاحب ٻڌايو تہ مونکي مولوي نذير حسين چيو تہ اتي ٺورو بيهي رهہ. منهنجو انهي ملان ۾ ڪم آهي، سو وڏي وٽ چيڻ واري ملان کي چيائين تہ اوهانجي گهر واري بہ رستي تي پيشاب ڪري وٽ چيني ٿي؟ ملان ڪاوڙ مان وٽ وارو پٿر اچلي مولوي کي هنيو.

- آئون دهلي ويو هوس. هڪ ڏهاڙي ٽانگي جي سواري بہ مون ڪئي. ٽانگي واري کان پڇيو تہ مشهور آهي دهلي جا نگ. ٽانگي واري منهنجي منهن ۾ ڏسي چيو تہ بابو اهي سڀ پاڪستان هليا ويا. مون کيس چيو تہ برابر سچ آهي، آئون بہ اتان آيو آهيان ۽ سنڌي آهيان. ٽانگي واري چيو تہ سنڌ يتيم ٻال آهي. پاڙو نہ ورتو. ٿڌي بيئر جي بوتل پياري.

- ڪيترن ئي پوليس آفيسرن سان ملاقات ٿيندي هئي. هڪ ٻن جا حال ٻڌو. محترم حاجي عبدالله خان بروهي رهندڙ قبو سعيد خان جو هو. آخر ايس ايس پي جي عهدي تي پهتو هو جڏهن ٻئي جي حڪومت ۾ جيڪي سنڌ مان ڪامورا ڪڍيا ويا انهن ۾ بروهي صاحب به اچي ويو. چو ته پ پ وارن جا ناجائز ڪم ڪونه ڪندو هو. بروهي صاحب ميرپورخاص ۾ سي آءِ ڊي انسپيڪٽر هو. آئون ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري مرحوم ان وقت هاري تحريڪ ۾ سرگرم هئاسون. سرڪار جڏهن ناراض ٿيندي هئي، تڏهن بروهي صاحب اسانکي آگاهه ڪندو هو ته ڪامريڊ ڪجهه هوشيار ٿيو. بروهي صاحب قدآور سونهن ۾ شهزادو هو. ڏگهڙي ۾ صوبيدار هو. چون ٿا ته ٽائي ڪان ريلوي اسٽيشن تي ويندو هو پر ديدار خاطر خاتون لڪي سندس سونهن ڀري صورت جي جهلڪ ڏسنديون هيون.

- ڪامريڊ سوڀي گيانچندائي ٻڌايو ته پاڪستان وجود ۾ آيو، ان وقت جيڪي ڪامريڊ يا انهن جا همدرد هئا تن کي جيل ۾ بند ڪيو ويو. ڪراچي جيل ۾ ڪامريڊ سوڀو ۽ مولوي نذير حسين جتوئي، پروفيسر ممتاز حسين ۽ ٻيا هئا. پروفيسر صاحب چرچائي هو. ڪامريڊ سوڀي پروفيسر کي چيو ته تون اسان سان ڀلي چرچا ڪر پر مولوي نذير سان چرچا متان ڪرين. هڪ ڏهاڙي پروفيسر صاحب مولوي صاحب سان ڪڇهري ڪرڻ ويو. مولوي نذير کي چيائين ته سنڌي ماڻهو گڏهه سان به همبستري ڪن ٿا. مولوي صاحب هڪدم پروفيسر کي چيو ته جڏهن ڪان اوهان آيا آهيو تڏهن ڪان گڏهه سان هم بستري ڇڏي ڏني. پروفيسر ڪنڌ هيٺ ڪيو، ڪيس ڳالهه دل سان لڳي.

- بنگلاديش جو باني شيخ مجيب الرحمان شروعات ۾ مسلم ليگي هو. جناح جو خاص حامي هو. ڪجهه آڳاٽي ڳالهه آهي چٽاگانگ ۾

جمعيت العلماءِ هند جو اجلاس هو. ان جي صدارت حضرت مولانا حسين احمد مدني عليہ رحمت ڪي ڪرڻي هئي. جناح، شيخ مجيب کي نياپو موڪليو تہ انهي مولانا مدني سان جٺ ڪر. جيئن وري انهي پاسي نہ اچي. پوءِ شيخ مجيب مسلم ليگين جو وڏو اٽالو وٺي ويو. هنن جلسي ۾ غنڊاگردي ڪئي. شيخ مجيب شراب جي بوتل حضرت حسين احمد مدني جي ريش مبارڪ تي هاري هئي. خدا جي قدرت ڏسو اهو شيخ مجيب اهل عيال سوڌو مارجي ويو. لک سلام هجن حضرت حسين احمد مدني تي جنهن جو چيڪ ڪٽش ٿي ويو.

- منهنجي والد مرحُم جو پراڻو ٻانهن ٻيلي مرحوم ميان عبدالرحمان ولهاري هو، جيڪو هڪ الله جو نيڪ ٻندو، پرهيزگار، نماز ۽ روزي جو پابند هو. مونکي ياد آهي رمضان جو مهينو جون، جولاءِ ۾ ايندو هو، گرمي مانهو کي ساڙي ڇڏيندي هئي، تڏهن عبدالرحمان صاحب پنن تي چادر پسائي ويڙهي هر ڪاهيندو هو، سندس تعويذ بہ هڪ ٽڪ هو. خاص ڪري ٻيڙ تپ جو. ميان صاحب کي ٻہ فرزند هئا. وڏو مولوي ميان محمد مرحوم هو جيڪو فارسي عربي جو شاعر هو. جواني ۾ فوت ٿي ويو، ڪنوارو هو. ٻيو فرزند ميان عبدالرشيد ولهاري آهي جيڪو حيدرآباد پبلڪ اسڪول ۾ استاد هو. هاڻ رٽائر آهي. ائين سمجهو تہ اهي منهنجا ياءُ آهن.

- ملعون ضياءُ جي مارشل لا جو دور هو. رهبر سنڌ جي ايم سيد جي دعوت نصرپور شيخ السنڌ مولانا عبدالحق رباني وٽ هئي. شاهہ صاحب جي قافلي ۾ مرحوم حفيظ قريشي بہ هو. چڱو جلسو بہ ٿي ويو. جنهن ۾ حفيظ قريشي صاحب بہ تقرير ڪئي هئي. هن هڪڙو قصو لاهور جي ڪدڙن جو ٻڌايو سو هي آهي: لاهور جي پنجابي ڪدڙن ڪو وڏو جرڳو ڪدڙن جو ڪيو ٿي، هننجي مرضي ٿي تہ

پشاور مان ڪو رعب دار پناڻ ڪدڙو گهرايون. ان ڪان صدارت ڪرايون. هنن پشاور مان پڇيا ڪئي، ڪين پڪ ملي تہ رعب دار ڪدڙو اچي صدارت ڪندو. پناڻ ڪدڙا زنانا ڪپڙا ڪونہ پائين، پنهنجي نالي ان زناني رشتي وارو اڪر جوڙين ٿا. پشاور جي ڪدڙي پناڻ جو نالو ڦڦي الله بخش هو. مقرر پروگرام تي ريل ۾ لاهور ڦڦي الله بخش اچي پهتو. پنجابي ڪدڙا بہ اسٽيشن تي استقبال لاءِ بيٺا هئا. پنجابي ڪدڙن سڄي ريل ڏٺي پر ڪين ڪدڙو نظر نہ آيو. هنن ڦڦي الله بخش کي ڪونہ سڃاتو سو بہ پشاور جي لنگي ٻڌيو مڇون وٽيو ۽ ڪلهي ۾ روالور رکيو بيٺو هو. هن سان بہ خدمتگار بہ هئا. پنجابي ڪدڙن آسرو لاتو تہ پشاور مان مهمان ڪونہ آيو. واپس هلڻ لڳا. تنهن مهل ڦڦي الله بخش هنن کي هڪل ڪئي. چوڻ لڳو، "همارا مونڇ مت ديکو، همارا روالور مت ديکو." تاڙي هٽي چيائين، "خود مين ڦڦي الله بخش هون." جلسي جي ٻاهران فوج ۽ پوليس جون گاڏيون بيٺل هيون. حفيظ صاحب ماٺهن کي چيو تہ انهن فوجين ۽ پوليس وارن ڪان نہ ڊڄو. اهي سڀ ڦڦي الله بخش آهن. تاڙيون وڄي ويون. حفيظ قريشي زنده باد جا نعرا لڳا.

- رهبر سنڌ جي ايم سيد صاحب جي نياڻي بيبي درِ شهوار پي.ايچ.ڊي جيڪا ڪراچي يونيورسٽي جي شاه لطيف چيئر جي چيئرمين هئي، سا 27 ڊسمبر 1997ع ۾ ڪراچي ۾ فوت ٿي ويئي. مرحومہ ڪافي ڪجهہ لکي ڇڏي ويئي آهي پر اهو شايع نہ ٿيو آهي. شايع ٿيڻ کپي ضروري آهي. ننڍڙو زين شاهہ اهو ڪم ڪري تہ بهتر ٿيندو.

- علي ڳڙهہ يونيورسٽي جي باني سر سيد احمد خان ڪان ڪنهن پڇيو هو تہ نبي ڪريم صلعم ڪان پوءِ خلافت جو صحيح وارث حضرت ابوبڪر هو يا حضرت علي. ان جي جواب ۾ سر سيد احمد خان چيو تہ آئون جي ان وقت هجان ها تہ خود پاڻ کي خلافت جي

خليفي لاءِ اميدوار ڪيان ها، ڇو تہ مون جهڙو انهي ۾ نهي مان ڪير بہ صالح نہ هو.

- هندستان جي چوٽي جي فلمي هيروئن مهتاب 12-اپريل 1997ع ۾ بمبئي شهر ۾ فوت ٿي وئي. هن جي ڀهرين ڪامياب فلم چترليکا هئي جنهن جو ڊائريڪٽر ڪيدار شرما هو. مهتاب جو مڙس فلمي دنيا جو نامور اداڪار ۽ ڊائريڪٽر مسٽر سهراب مودي هو، جيڪو پارسي مذهب جو هو. مون اها فلم حيدرآباد جي مارڪيٽ واري سئنيما ۾ سال 1941ع ۾ ڏٺي هئي.
- تاريخ 26-جولاءِ 1997ع ۾ ڀارت جو صدر نارائڻ چونڊيو جيڪو اوڇي ذات جو هندو نہ آهي. اڇوت ڀنگي آهي پر پنهنجي علمي لياقت ڪري ان عهدي تي پهتو. هتي ڀنگي ويچارا بهارا ڏيو مريو وڃن پٽيوالي بہ ڀنگي کي ڪانہ ملي.
- هندستان جي آزادي جو ويڙهاڪ، سڀاش چندر بوس جنهن آزاد هند فوج ناهي هئي. اهو 15-آگسٽ 1945ع ۾ جاپان ۾ هوائي حادثي ۾ شهيد ٿي ويو. بنگالي هو، ڪلڪتہ شهر جو هو، هن جا شيدائي چون ٿا تہ نيتا جي بوس جيئرو آهي.
- تاريخ 3-سيپٽمبر 1997ع ۾ هندستان جو برک ڪميونسٽ ليڊر ايم فاروقي 77 سالن جي ڄمار ۾ دهلي ۾ گذاري ويو. سڄي ڀارت ۾ هن جي غم جو اظهار ڪيو ويو. مون ڏٺو ڪونہ هو.
- تاريخ 6- سيپٽمبر 1997ع ۾ ڪلڪتہ شهر ۾ دکي ۽ لاچار انسانن جي سالن کان وٺي خدمت ڪرڻ واري عيسائي مذهب جي مدر ٽريسا 87 ورهي جي ڄمار ۾ فوت ٿي. کيس شهزادي ڊائنا جي موت جو وڏو صدمو هو. رات ڏينهن روئيندي هئي. شهزادي ڊائنا جو بہ وڏو خيراتي ادارو هو، جنهن مان دکي انسانن جي مدد ڪئي ويندي هئي. شهزادي ڊائني جي جنازي سان بہ هڪ ڪروڙ انسان هئا.

- برطانيا جي هڪ خاتون جنهن جو نالو مس ايليڪو هو. 114 ورهيہ جي ڄمار ۾ 10 ڊسمبر 1997ع ۾ فوت ٿي. هن انگريزن جي ڇهن بادشاهن، ٻن راڻين جي حڪومت ڏٺي سندس پاءُ هڪ سو سال جي عمر ۾ فوت ٿيو هو. رب جا شان ڏسو.

- حضرت عليمہ درس فرمايو هو،

بي عزتي جي جيئڻ کان مرڻ بهتر آهي،
حرام جي ملڪيت کان غريبي بهتر آهي.

- ڪهڙن ماڻهن ڇا ناهيو هو، بجلي جو بلب نالي ٿامس ايڊيسن آمريڪا ۾ سال 1879ع ۾ ناهيو. ٽيليفون آمريڪا ۾ نالي گراهم بيل 1874ع ۾ ناهيو. پيٽرول تي هلڻ واري موٽر ڪار نالي ڪارل بيئر ڊيملر 1886ع ۾ آمريڪا ۾ ناهي.

- تاريخ 18- جولاءِ 1985ع تي مرحوم ڀٽي جي فرزند شاهنواز ڀٽي کي فرانس ۾ جنرل ضياءَ هڪ يهودي جي هٿان زهر ڏيئي مارائي ڇڏيو هو. وڏو بهادر جوان هو. حيات هجي ها تہ وڏو ڪم ڏي ها. مون سندس جنازي ۾ لاڙڪاڻي ۾ شرڪت ڪئي هئي. مائي بينظير لاش آندو هو.

- مولانا محمد حيات ڪوثر نيازي اسلام آباد ۾ 19- مارچ 1994ع ۾ فوت ٿيو. سال 1934ع ۾ ميانوالي ۾ ڄائو هو.

- لاهور جو ريڊيو اسٽيشن تاريخ 16- ڊسمبر 1937ع ۾ انگريزن قائم ڪيو.

- برصغير هندستان جي آزادي جي جنگ وڙهڻ واري مائي ارونا آصف علي دهلي ۾ 87 ورهيہ جي ڄمار ۾ فوت ٿي وئي. مولانا آزاد جي پڇاڙي بيماري ۾ هن خدمت ڪئي. فوت ٿيڻ وقت هن جي سيراندي کان ويٺي هئي. آئون ۽ منهنجو پٽ غلام رسول هن سان

دهلي ملڻ ويا هئاسون. مون ڪيس اجرڪ جي سوکڙي ٻه ڏني سا
هن قبول ڪئي. سندس وفات 29- جولاءِ 1996ع بروز سومر جو
ڏينهن آهي.

- عوامي شاعر مرحوم حبيب جالب مونکي ٻڌايو هو ته پاڪستان تي
ٽن شين جو قبضو آهي؛ هڪ الله، آرمي، آمريڪا.
- مائي اندراگانڌي وزيراعظم ڀارت 31-آڪٽوبر 1984ع ۾ ڪيس
سندس سک مذهب جي باڊي گارڊ گولي هڻي شهيد ڪيو هو.
- ڪامريڊ علي محمد ناهيون، ڳوٺ نزديڪ ٽنڊوڄام جيڪو هاري
ڪميٽي جو باني ميمبر هو، تاريخ 16-نومبر 1993ع ۾ 90 ورهين
جي ڄمار ۾ فوت ٿيو. جيل ٻه ويو. هو بااخلاق هو.
- سال 1919ع ۾ هندستان جي شهر امرتسر جي جليانوالا باغ ۾
هندستان جي آزادي لاءِ هڪ وڏو جلسو ٿيو هو، جنهن تي هڪ
انگريز جنرل اوڊاير مشين گڻ سان گوليون هلائي چار سؤ ماڻهو
شهيد ڪري ڇڏيا.
- تاريخ 14-آڪٽوبر 1997ع ۾ انگريزن جي راڻي ايلزبٿ هندستان آئي
هئي، تنهن امرتسر اچي شهيدن جي يادگار تي گل چاڙهيا، پنهنجو
هيٺ مٿي تان لاهي ڪنڌ هيٺ ڪري بيٺي.
- تاريخ 15-مارچ 1997ع ۾ جناب جسٽس دوراب پٽيل ڪراچي ۾
فوت ٿيو. پارسي هو. مرحوم ڪوئيٽا بلوچستان جو رهاڪو هو.
پاڪستان سپريم ڪورٽ ۾ جج هو. مرحوم ڀٽي تي جيڪو خون
جو ڪيس هليو هو، ان ۾ هن ڀٽي کي ڏوهاري قرار نه ڏنو هو، جو
اڪين ڏٺا شاهد ڪونه هئا. جسٽس دوراب پٽيل ڪنوارو هو. وڏو
نيڪ انسان هو. هندستان جو فوجي ڪمانڊر انچيف جنرل مانڪ
شاهه به اصل ڪوئٽه جو هو، اهو به پارسي مذهب جو هو، جسٽس
دوراب پٽيل جو مامو هو.

- وقت جي حالت تي حضرت استاد بخاري هڪ شعر فرمايو هو، سو اوهان پڙهو:

بچڙن جي ٻولڻ تي روڪ،
ڪيڏي جيجل سان ٿي جاڙ،
ڪوٺيو نڪري تي پاپين هوندي پاڙ.

- هڪ سگهڙ جو قول: بي محبتي ماني ۽ پلاءُ تي نہ مرجي، محبت واري رڃ پلي رات اتي رهجي.
- تاريخ 10- اپريل 2001ع تي درياءُ سنڌ ۾ پاڻي جو سوڪ خلاف ڪدڙن فقيرن مظاهرو ڪيو پوءِ درياءُ تي وڃي دعا گهري. آئون انهن ڪدڙن فقيرن کي سنڌ جو نمڪ حلالي سمجهان ٿو. سنڌ ۾ جيڪي موقع پرست ۽ سرڪاري دلال وڏيرا آهن انهن جي منهن تي هنن ڪدڙن دانگي ڦيري ڇڏي.
- شهيد ميرُ مرتضيٰ ڀٽي جو فرزند ذوالفقار علي (جونيئر) 21-جولاءِ 1990ع ۾ ڄائو آهي.

ايي تک هي محفوظ قاتل،
مقتل کي درو ديوار چپ هين
پتہ رهزن کا خلق پوڇتي هي
مگر بستي کي پهريدار چپ هين.

- برطانيہ جي شهزادي ڊائنا تاريخ 31-آگسٽ تي فرانس جي شهر پيرس ۾ موٽر جي حادثي ۾ فوت ٿي ويئي. هن کي ڪنهن سازش هيٺ مارايو ويو هو. هن هڪ دفعو پنهنجا قيمتي بادشاهي ڪپڙا نيلام ڪري وڪڻي غريبن جي امداد ۾ ڏنا. هن کي بہ پٽ آهن رب ڪيس جنت ۾ جاءِ ڏيندو.
- هندستان ۾ آرين جي دور ۾ جيڪي مقدس ڪتاب لکيا ويا سي

درياءِ سنڌ جي ڪناري لکيا ويا. انهن جا نالا هي آهن: 1-رگ ويد، 2- سام ويد، 3- اٿر ويد ۽ 4- يجر ويد. هي سنسڪرت زبان ۾ لکيل آهن.

- ٿر مان هيراڦيري ڪري سنڌ اسيمبلي جو ميمبر ٿيڻ وارو عنايت راهمون اول صفا مسڪين هو. ڊوري ناري حاجي خان محمد مگرئي جي دڪان تي هي خود سندس ڀاءُ جمع نوڪري ڪندا هئا پوءِ سنڌ اسيمبلي جي ميمبري مان سائو ستابو ٿي ويو. هاڻ ارباب عنايت الله راهمون پيو سڏجي، منهنجي عزت ڪندو آهي.
- مرحوم ذوالفقار علي ڀٽي کي هڪ پنجابي نواب محمد احمد ويڻل قصور شهر جي ڪوڙي خون جي ڪيس ۾ ڦاسي اچي وئي. مونکي هڪ لاهوري پيپلو مليو، جنهن چيو تہ ان نواب محمد احمد قصوري جي قبر قصور شهر ۾ حضرت بلا شاهہ بادشاهہ جي قبرستان ۾ آهي. مون پيپلي کي چيو تہ تون جيڪر ڀٽي جو شيدائي آهين تہ ان نواب جي قبر کوٽي ان جو لاش ڪتن کي ڏي. ان ڀاڻ پيپلي چيو تہ پوءِ مونکي بہ ڦاسي اچي ويندي. نورجهان بہ قصور شهر جي هئي پر هن کي اتي قبر نہ ملي.
- سنڌ جي نامور ترقي پسند سوچ واري نوجوان ادريس خان جتوئي ٻڌايو هو تہ رهبر سنڌ جي. ايم. سيد صاحب جي سالگره سن ۾ ملهائي پئي وئي. عابده پروين جڏهن راڳ ڳايو تڏهن سائين جي. ايم. سيد صاحب روئڻ لڳو. ڪيئي ڪتاب جو ليکڪ رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي بہ ويٺو هو سو اٿي جانجهر وڄائي سائين جي مٿان وجي بيٺو ۽ زوردار آواز ۾ چيائين جيڪو روئي ويٺو سو سنڌ جي آزادي ڪيئن حاصل ڪندو؟ سائين پوءِ ماٺ ٿي ويو.
- ڪراچي ۾ سائين جي. ايم. سيد جي بنگلي تي شام وقت وڏي ڪچهري هئي، جنهن ۾ سنڌ جا نامور رئيس غلام مصطفيٰ خان

پرڳڙي، شيخ عبدالمجيد، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، آئون ناچيز به وينا هئاسون. ڪيڏي مهل دروازي مان هڪ شخص اندر آيو. پرڳڙي صاحب کان شاهه صاحب پڇيو ته هي ڪير آهي. رئيس چيو ته هي حاجي نجم الدين لغاري آهي، جيڪو تازو سنڌ ۾ وزير ٿيو هو. شاهه صاحب لغاري کان پڇيو ته اوهان کي اڳ ڏاڙهي هئي اڄ ڏاڙهي ڪوڙي پئي آهي. لغاري چيو ته وزير ٿيس پوءِ مون ڏاڙهي ڪوڙي ڇڏي. رئيس هڪدم چيو ته شڪر جو وزيري ڪري رڳو ڏاڙهي ڪوڙي اٿو زنانو ڪم ڪونه ڪرايو اٿو لغاري ڪنڌ هيٺ ڪري هليو ويو.

- ٿرپارڪر ضلع جي ڳوٺ شادي پلي، ڳوٺ ڏيپو جا ٻه زميندار ذات جا پلي وڏيرو سگهو پلي ۽ نور محمد پلي وڏا زميندار هئا. هنن کي نرينو اولاد ڪونه هو. هڪ دفعو ميرپورخاص جي هڪ هوٽل تي ٻنهي پئي ماني کاڌي ۽ ڪچهري ڪئي. نور محمد وڏيري سگهي کي چيو ته ادا پاڻ ٽي زالون گهر ۾ ويهاريو وينا آهيون پر پٽ لاءِ پيا سڪون. وڏيري سگهي نور محمد کي چيو ته ادا پاڻ واريون زالون پٽ ڪونه پيدا ڪنديون ڪوشش ڪري ڪي ڏيکيون زالون پرڻجي اچون جي اچي پٽ ڄڻي ڏين. خدا جي قدرت سگهو ويچارو بنا اولاد مري ويو. باقي نور محمد کي مرڻ کان هڪ سال اڳ پٽ ڄائو جيڪو سندس ملڪيت جو وارث ٿيو. نور محمد کي قاضي به سڏبو هو. سندس پٽ جو نالو قاضي محسن آهي هن کي به چار زالون آهن پر پٽ اٿس.
- مرحوم ڀٽي جي دور حڪومت ۾ سندس مشير مسٽر منشي تازو عجيب ڳالهيون ٻڌايون آهن. هن چيو آهي ته هندوستان جا مشهور شاعر مير تقي مير، مومن خان مومن انگريز کان پگهار وٺندا هئا. مرزا غالب پنهنجي گهر ۾ جوئا ڪرائيندو هو. ان مان نال وٺندوهو. جوئا جي الزام ۾ ڪيترا دفعا جيل به ويو هو. منشي چوي ٿو ته

برصغير ۾ محمود غوري ۽ مغل بادشاهه اورنگزيب ۽محمد بن قاسم اسلام ڪونہ پکيڙيو پر اسلام صوفي بزرگن پکيڙيو. پنجابي نہ دائين حاڪمن جا خوشامدي رهيا جڏهن پنجاب تي سکنَ جي حڪومت هئي تڏهن ابهن جا ٻانهن ٻيلي هئا. سکن جي فوج ۾ بہ ڀرتي ٿيا. انگريزن جڏهن پنجاب تي قبضو ڪيو ان وقت پنجاب انگريز جا ٻانهن ٻيلي ٿيا. فوج ۽ ٻين نوڪرين ۾ ڀرتي ٿيا. هن وقت بہ فوج ۽ ٻين کاتن ۾ گهڻائي پنجابين جي آهي. پنجابي جمهوريت جو ويري رهيو آهي. هتي بہ جمهوريت جي پاڙ پنجابي ڪوٽي آهي.

- مون پنهنجي حياتي ۾ جيڪي ليڊر، عالم ۽ شاعر ڏٺا آهن،سي هي صاحب آهن: باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، مولوي نذير حسين جتوئي، مولوي عزيزالله جروار، ڪامريڊ غلام رسول سهتو، ڪامريڊ عبدالله شهبازي نتو، ڪامريڊ نور محمد پليجو پنون نتو، ڪامريڊ رئيس بروهي سرهاري، مسڪين جهان خان کوسو، سجاد ظهير، جناب جي. ايم سيد صاحب، محمد امين کوسو، شهيد الهه بخش سومرو، ڪامريڊ سوڀو گيانچندائي، ڪامريڊ عبدالقادر، ڪامريڊ جمال الدين بخاري، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ديوان جيرام داس، ٺلو مل ڏيرواڻي، مکي گوبند رام، سوامي انگديو افغاني، حسن ناصر، علامہ عنايت الله خان مشرقي، مولانا ظفر علي خان، عطاءالله بخاري، ڪامريڊ فيروزالدين منصور، محمد علي قصوري، مولانا ابوالڪلام آزاد، ارونا آصف علي، محمد خان دولتانہ، افتخار حسين مروت، ميان افتخار الدين، بيگم شاهنواز، سردار سڪندر حيات، مشتاق احمد گرماني، مير علي احمد خان ٽالپر، مير رسول بخش خان ٽالپر، لعل بن يوسف چانڊيو، ڪشور گرديزي، ذوالفقار علي ڀٽو، شهيد مرتضيٰ ڀٽو، نذير حسين حيدري، سيد سبط حسن، علي سردار جعفري، مولوي عبدالحق رباني، حبيب جالب، منشي ابراهيم، احمد ملاح، سرويچ سجاولي، محمد

خان مجيدي، بيا بہ ڪي صاحب آهن جي ياد نہ آهن جو ڪامريڊ جي بہ وڏي ڄمار آهي.

- تاريخ 11-مئي 1993ع ۾ دهلي ڀارت ۾ مير شير محمد خان مري جنرل شيروف فوت ٿي ويو. بلوچن جي جنگ ۾ خوب وڙهيو وڏو بهادر هو. مون سان هن جي پراڻي ياري هئي. منهنجي گهر بہ آيو هو ڪجهہ ڏينهن مهمان هو، تڏهن روپوش هو، زمانو ڪيس ياد ڪندو.
- هز هائينيس مير عبدالحسين سانگي جو پڙپوٽو مير احمد حسين خان ٽالپر مچ بلوچستان نزديڪ ڏاڙيلن ماري ڇڏيو، تاريخ 18-مئي 1993ع تي. مرحوم رستن جو انجنيئر هو. بلوچستان جي قوم پرست ليڊر ڊاڪٽر عبدالحئي بلوچ احتجاج ڪيو هو.
- راولپنڊي سازش ڪيس ۾ قاتل ميجر اسحاق محمد مرحوم لاهور قلعہ ۾ تشدد ڪري شهيد حسن ناصر جي خون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ميجر اسحاق محمد مولانا ڀاشاني جي نيشنل عوامي پارٽي ۾ سرگرم رهيو. سکر ۾ مولانا ڀاشاني آيو هو. اتي ڪن مسلم ليگي غنڊن مولانا تي حملو ڪيو هو تن کي ڏنڊا ٽي متا قاڙي ميجر اسحاق محمد بچائي ڪڍيو هو. مون سان هن جي ياري هئي هن جو هڪ خط بہ مون وٽ آهي جيڪو سنڌي ۾ لکيل آهي. هن سنڌي حيدرآباد جيل ۾ ابنِ حيات پنهور کان پڙهي جيڪو جيل ۾ سرڪاري ماستر هو.
- برصغير جي ترقي پسند شاعر جناب ڪيفي اعظمي جو نالو اطهر حسين آهي. سندس ولادت جو سال 1919ع آهي. شهر اعظم ڳڙهہ آهي. سندس نياڻي شبانا اعظمي ڀارت جي نامياري فلمي اداڪاره آهي.
- بي بي سي جي نمائنده عاطف جيلاني لنڊن کان ٽنڊي ڄام آيو. 3-اپريل 1994ع تي منهنجو انٽرويو رڪارڊ ڪيو.

- مرحوم ڪامريڊ غلام محمد لغاري نبي سر روڊ ۾ جيڪي يورل چوڪرن سان هم بستري ڪندڙ هئا انهن جو ميڙاڪو گهرايو هو. اٽڪل پنجاهه کن چوڪرن جا عاشق اچي گڏ ٿيا. ڪامريڊ انهن کي چيو ته ڳالهه ٻڌو هاڻ جيڪي پکوڙا هندستان کان هتي آيا آهن انهن ۾ به يورل چوڪرا آهن، اوهان انهن سان هم بستي ڪريو پنهنجن سنڌي چوڪرن جي پچر ڇڏيو. آيلن کان قرآن تي هٿ رکايائين.
- روس جي جارجيا ريست جا به چوڪرا هڪ جو ناليو سدني هو. ٻي جو نالو موچهر هو. سي ايران جي بادشاهه، سنڌ جي پهرئين ٽالپر حاڪم مير فتح علي خان ٽالپر کي تحفي طور موڪليا هئا. مير صاحب انهن کي پاليو ۽ کين شادي به ڪرائي. حيدرآباد جي ٽنڊي نوڙي ۾ جيڪي مرزا خاندان وارا آهن سي انهن جو اولاد آهن. روسي ليڊر ڪارميڊ اسٽالن به جارجيا جو هو.
- انگريزن سال 1901ع ۾ ٿرپارڪر ضلع ۾ جمڙائو واهه ۽ هيرل واهه جي زمين بلاڪ سروي ڪري ماپ ڪرائي بلاڪ ۾ 16 ايڪڙ آهن.
- انگريزن سرڪاري ڪاموري کي پبلڪ سرونٽ ڪري لکيو. ان جي معنيٰ ته هي عوام جا نوڪر آهن. هن وقت ڪامورا حاڪم آهن. عوام، ڪاموري جو نوڪر آهي. ان مان ثابت آهي ته هن وقت جي حاڪمن کان انگريز هزار دفعا وڌيڪ انصاف پسند هو.
- شاهه عبدالڪريم بلڙي وارو حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو ڀڙ ڏاڏو هو. پٽ ڏٽي بادشاهه ملتان مان ڪاشي جون سرون آڻي، سندس مقبرو ٺهرايو هو. هن وقت شاهه ڪريم جي مزار تي اوقاف کاتي جو قبضو آهي. مقبري کي ڪلر کائي ويو آهي. ڪابه مرمت نه آهي.

- جهوڪ ۾ شاهہ عنايت شهيد جو مقبرو آهي جنهن نعرو هنيو هو تہ ”جيڪو کيڙي سو کائي“ مرحوم پير حسام الدين راشدي، شاه عنايت کي، ”سنڌ جو پهريون سوشلسٽ“ ڪري لکيو آهي. هن وقت ٿرپارڪر جي هندو برادري وارن شاهہ عنايت جي مقبري جي عاليشان مرمت ڪرائي آهي. سڄو سنگ مرمر سان جڙيو بيٺو آهي.
- شهيد مخدوم بلاول عليہ رحمت جي مزار نئين سري سان هڪ ذات جي محمد بخش پنهور پنهنجي زمين وڪڻي ڪاشيءَ ۽ سنگ مرمر سان تعمير ڪرائي آهي. ڏسڻ جهڙو آهي، انهي پنهور کي لک شاباس هجي. هاڻ اهو مقبرو بہ سنڌ جي سونهن بڻجي ويو آهي.
- مرحوم مير علي احمد خان ٽالپر 73 واري آئين تي صحيح ڪانہ ڪئي. جڏهن قومي اسيمبلي ۾ قاديانين کي غير مسلم قرار ڏيڻ جو بل پيش ڪيو ويو هو ان تي بہ مير صاحب صحيح نہ ڪئي. هن چيو هو تہ اسيمبلي کي ڪوبہ حق ڪونهي جو هو ڪنهن جي خلاف ديني فتويٰ ڏي. مير صاحب چيو تہ قاديانين پنهنجا سو سيڪڙو ووٽ پيپلز پارٽي کي بہ ڏنا هئا. ميمبرن ڊيسڪون وڄائي مير صاحب کي داد ڏنو هو.
- پڻ مرحوم بلوچستان جا قومي ليڊر نواب خير بخش خان مري، غوث بخش بزنجو، شير محمد خان مري جنهن کي جنرل شيروف سڏبو هو، سردار عطاءُ الله خان مينگل، صوبہ سرحد جو خان عبدالولي خان، سنڌ مان مير علي بخش خان ٽالپر، معراج محمد خان، فتح خان مري وارن کي بغاوت جي ڪوڙي ڏوهہ ۾ ڦاسائي حيدرآباد جيل ۾ واڙيو هو. سرڪاري وڪيل حيدرآباد جو مرحوم غلام نبي ـيمڻ هو تنهن کي ڪروڙن جي قيمت وارو مفت پلاٽ پڻ ڏنو جتي چاندني سئنيما ميمڻ نهرائي.
- مون تي ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري تي سال 1953ع ۾ سنڌ

سرڪار ڪوڙو بغاوت جو ڪيس ناهيو جيڪو ميرپورخاص جي اسپيشل ڪورٽ ۾ هليو جنهن جو مئجسٽريٽ مسٽر انور عادل هو. اسانجو وڪيل سنڌ جو نامور ديوان ڏيئل مل هو. تنهن اسانکي چيو ته هي انور عادل مرڪز مضبوط مفعول آهي، يزيد بن معاويہ بہ مفعول هو.

- نصرپور جي مولوي عبدالحق رباني ڪڏهن بہ سرمو ڪونہ پاتو نڪو هن ڪا آرسي ڏٺي هئي. هڪ دفعو ڪنهن همراهہ مولوي رباني صاحب کي چيو تہ مولوي صاحب اوهان ريش مبارڪ جي سنوارت تہ ڪريو. بي ڊولي آهي. مولوي رباني صاحب ان همراهہ کي چيو تہ ادا آئون جيڪر پنهنجا زيرناف توکي ڏيکاريان تہ تون هڪ دمر بي هوش ٿي پوندين. مون ڪڏهن بہ آرسي نہ ڏٺي آهي، الاجي ڏاڙهي جو حال ڪهڙو آهي.
- ميرپورخاص جو هڪ مري زميندار حاجي حسين بخش سورهون حج ڪري آيو هو. ڪنهن دوست سندس دعوت ڪئي، ان دعوت ۾ ڪامريڊ غلام محمد لغاري بہ هو تنهن پڇيو تہ هي دعوت ڇا جي آهي؟ همراهہ چيو تہ رئيس حسين بخش مري سورهون حج ڪري آيو آهي. ڪامريڊ کيس چيو تہ نبي سڳوري هڪ حج ڪيو هو، هن شايد پنهنجي ماءُ سان زنا ڪيو آهي جو گناهہ پيو بخشائي، حاجي اٿي هليو ويو.
- ميرپورخاص جو ٿوٿو حلوائي جنهن جو پستن جو حلوو مشهور آهي. اهو شروع ۾ پورل چوڪرن جو شوقين هو. هن جي مولوي عبدالحق رباني مرحوم سان واقفيت ٿي پوءِ ٿوٿو حج بہ ڪري آيو ۽ پورل چوڪرن جو عشق بہ هن ڇڏي ڏنو. وڏو پرهيزگار ٿيو باقاعدي نماز ۽ قرآن مجيد جي تلاوت ڪندو هو.
- پير صاحب پاڳاري کي جڏهن پڳ ٻڌائي ويئي هئي تہ مريدن کي



ڪامريڊ مير محمد ٽالپر ۽ مير رسول بخش ٽالپر حيدرآباد جيل مان آزاد ٿيل دوستن سان گڏ



معصوم اندرا گانڌي، گانڌي جي: ھي ٻئي شھيد ٿيا



برصغير جو ڪميونسٽ اڳواڻ ڪامريڊ نمبودري پد جيڪو آل انديا ڪميونسٽ پارٽي جو جنرل سيڪريٽري بہ هو، ڀارت جي صوبي ڪيرالا جو وزيراعليٰ بہ هو. اپريل 1998ع ۾ فوت ٿيو، سندس جنازي ۾ ڏھ لک ماڻھو هئا. ڪامريڊ جا شان ڏسو.



عمرڪوٽ ويجهو مومل جي محلات جو ڪنڊر



عمرڪوٽ ويجهو مغل بادشاهه اڪبر
جي ڄمڻ جي جاءِ



سردار عطاءالله خان مينگل کي پارايل
اجرڪ (ڪوئٽه ۾)



مير غلام رسول خان ۽ محمد هاشم لغاري جا فرزند (ڪوهه مري ۾)



وينا شرنگي جو والد مهاراج گوپي ڪرشن



منشي ابراهيم



مهاراج گوپي ڪرشن سرڳواسي جي گهر وارِي سان گڏ ڪامريڊ مير محمد



ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "ڪارا منهن موچارا منهن" جي صدارت ڪندي



سيد امداد محمد شاهه "موچارا منهن ڪارا منهن" ڪتاب جي مهورت تي تقرير ڪندي



استنبول ترڪي عجائب گهر ۾ نبي ڪريم صلعم جن جي پير جو نشان



عبدالواحد آريسر ۽ ڪامريڊ مير محمد ٽالپر



وڏيرو بلاول هنگورجو سان مير غلام رسول خان ۽ پيا



فيصل چانديو، مير غلام رسول خان ٽالپر جو دوست



مير محمد ٽالپر ۽ غلام محمد خان لغاري



موئن جي دڙي مان هٿ آيل حضرت
گوتم ٻڌ جو پتلو



جلال الدين محمد اڪبر (عمرڪوٽ ميوزم)



ڪامريڊ مير محمد لاڙڪاڻي ۽ مرحوم ڪامريڊ جمال الدين بخاري جي گهر وارن
سان جنهن ۾ مائي شانتا بخاري، سندس هڪ پٽ ۽ نياڻي



جناب رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي ولد رئيس غلام محمد خان پرڳڙي بار ايٽ
لا، جنگ آزادي جو هيرو



چاچو هوچي منهہ



خواجہ احمد عباسي



باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جواني ۾



راولپنڊي سازش ڪيس ۾ ڦاسايل
ميجر اسحاق محمد جنهن شهيد حسن ناصر
جي خون جو پڙدو لاٿو.



حضرت مولوي حاجي احمد ملاح رحہ
جي مزار (بدين)



هز هائينيس مير عبدالحسين خان "سانگي"



ظفرالله پوشني



ڪامريڊ چي گويرا



روپلي ڪولهي جي ڦاسيءَ واري جڳهه



ڪامريڊ مير محمد ٽالپر ٽوبا ٽيڪ سنگهه پنجاب ۾ هارين جي ڪانفرنس ۾



ڪامريڊ مير محمد جي ڪڇ تي ڪامريڊ سوڀي جو پٽ (لاڙڪاڻي) ۾



ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي

پنهنجي پوٽي سان



مير محمد خان ٽالپر عرف مير آچن مرحوم
(ميرپورخاص)



کاٻي کان اعجاز خان ڪاڪڙ، مرحوم فيصل خان چانڊيو ۽ مير غلام رسول ٽالپر مينار پاڪستان لاهور ۾



ڪرسين تي ويٺل ساڄي کان مير محمد ٽالپر، علي احمد آرائين، بيٺل ساڄي کان هاسا رام مالهي، غلام محمد خان لغاري ۽ امداد حسين آرائين (1953ع)



**پير سيد حزب الله شاهه مسڪين**

هڪ درويش صفت هو، شاعر به هو، ڳوٺن ۾ وڃي مسڪينن جي مدد به ڪندو هو ڪيس تخت ڌڻي جو لقب هو.



**محمد صديق مسافر (ٽنڊو باگو)**

مرحوم سنڌي استاد هو. سال 1879ع ۾ ڄائو سال 1961ع ۾ فوت ٿيو.



**هز هائينيس مير حسن علي خان ٽالپر**

1825ع ۾ ڄائو سال 1907ع ۾ فوت ٿيو. 14 سالن جي ڄمار ۾ قرآن جو حافظ به ٿيو هو.



**هز هائينيس مير علي نواز خان "ناز"**

هي رياست خيرپور جو والي هو. سال 1884ع ۾ ڄائو سال 1935ع ۾ فوت ٿي ويو

زيارت ڪرائڻ خاطر سفر تي نڪتو جتي مريدن وٽ رات قيام ڪندو هو، اتي ڪيئي عورتون بہ مرشد جي زيارت لاءِ اچي گڏ ٿينديون هيون. اها حالت ڏسي پير صاحب پنهنجي خليفي مرحوم علي بخش جوٽيجي کي چيو تہ منهنجي منزل تي عورتن اچڻ تي پابندي وڌي وڃي. خليفي پير صاحب کي باادب عرض ڪيو تہ سائين هيترا مرد رڳو زالن جي شوق ۾ اچن ٿا جي زالن تي بندش وجهبي تہ پوءِ پاڻ ٻئي ويٺا هونداسون، ٻيو خير هوندو. پير صاحب چيو تہ پوءِ ڀلي زالون ٻيون اچن. ٻيڄ پاڳارا.

- ملعون ضياءالحق جڏهن ڀُٽي مرحوم کي وزيراعظمي جي ڪرسي تان لاهي ڪوهہ مري ۾ نظربند ڪيو هو. پوءِ ڪيس ڇڏيو ويو هو ۽ ڪراچي آيو هو. تڏهن آئون ۽ ميرپورخاص جو مير محمد خان عرف مير آچن گڏجي ڪراچي هن سان ملاقات ڪري پهتاسون. اسان ٻنهي کي هڪ ڪمري ۾ وٺي ويو. مونکي چوڻ لڳو تہ: ”ڪامريڊ مون اوهان جي واٽ نہ ورتي تنهن ڪري هي ڏينهن ڏسڻا پيا. هاڻ جي موقعو مليو تہ وري ساڳئي ڪرسي ملي تہ پوءِ اوهان جي واٽ وٺي هلندس. ڪامريڊ تون منهنجو پاءِ آهين پر لڳي ٿو تہ مونکي ضياءَ ڪونہ ڇڏيندو.“ مرحوم ڀٽي جو خدمتگار نالي نورو هوتنهن کي بہ حيدرآباد ۾ سندس گهر ۾ رات جو ملعون ضياءَ مارائي ڇڏيو هو.
- باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي دعا ۽ پِٽ بہ لڳندي هئي. ايوب جي صاحبي هئي، ميرپورخاص ۾ هارين جي جلسي ۾ باباءِ سنڌ ايوب کي مخاطب ٿي چيو هو تہ شال ايوب توکي اڌ رنگ ٿئي پوءِ ايوب کي اڌ رنگ ٿيو. هو آمريڪا علاج لاءِ ويو هو.
- باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش خان. مرحوم علي احمد ٽالپر ۽ مير رسول بخش ٽالپر کي چيو هو تہ اوهان وڏي همت وارا بهادر آهيو.

پٽي جي ڊيڪي تي پيا ناچ ڪريو. ڪجهه پنهنجو ٻوٽو ٻاريو ته آئون
به اوهان سان هوندس.

- پيپلز پارٽي جو منشور جناب جي.رحيم ناهيو هو. جڏهن ڀٽو صاحب وزيراعظم ٿيو ۽ غلط ڪم ڪرڻ لڳو تڏهن رحيم صاحب ان جي مخالفت ڪئي. جناب رحيم صاحب پير، مرد هو. سر عبدالرحيم جو پٽ هو جيڪو وائسراءِ هند جي پارليامينٽ جو صدر هو. ڀٽي مرحوم رحيم صاحب کي موچڙا لڳايا هئا. ڪيس پ پ جي غنڊن ٽنگن کان گهليو، جنهن ۾ سندس پٽن جي ڪل به لهي وئي هئي. اهو هو ڀٽي کي ڪرسي جو نشو.
- مرحوم مير رسول بخش خان ٽالپر ضياءَ جي حڪومت ۾ سنڌ جو سينئر وزير هو. آفيس ۾ ضياءَ کي گاريون ڏيندو هو. اها خبر ضياءَ کي پئي تنهن مير صاحب کي زهر ڏياريو هو.
- انگريز جي دور ۾ نواب شاهه ضلعي جو ڪليڪٽر هڪ پنجابي مسعود کدرپوش هو. جيڪو پوءِ مسعود کدرپوش سڏيو ويو هو. جڏهن رٽائر ٿي لاهور ويو ته پوءِ اتي پنجابي زبان ۾ مسجد ۾ اذان ڏيندو هو.
- نوابشاهه جو محمد هاشم مستوئي نالي هڪ بزرگ هو، جيڪو هڪ اخبار جو به ايڊيٽر هو. اليڪشن ۾ هن اتي جي وڏي زميندار سيد خير شاهه جي سامهون نامينيشن ڀريو هو. خير شاهه ان مسڪين جي ڏاڙهي کي ڏامر هنيو هو. سيد مسلم ليگي هو.
- پوليس ڪماني دائود جوٽيجي ۽ امجد شاهه جيلاني جيڪو ڪيترا دفعا پ پ جو اميدوار ٿي سنڌ اسيمبلي جو ميمبر به ٿيو هو. انهن ٻنهي جون مائرون حيدرآباد جي بازار حسن جون هيون. ڀٽي مرحوم جي والده به انهي بازار جي هئي سي پاڻ ۾ رشتيدار هيون.
- مرحوم ڪامريڊ غلام محمد لغاري، وزيراعظم پاڪستان حسين

شهيد سهروردي مرحوم جي ميرپورخاص دعوت ڪئي هئي. جڏهن خاص ريل ۾ سهروردي صاحب ميرپورخاص پهتو تڏهن گڏهه گاڏين جي جلوس ۾ سهرودي صاحب کي ڪامريڊ پنهنجي جاءِ ”سچائي منزل“ تي آندو هو. سهروردي صاحب ڏاڍو خوش ٿيو چيائين ته ”منهنجو استقبال انوکو ۽ تاريخيْ آهي.“ نواب اڪبر خان بگٽي به ڪيترا دفعا ڪامريڊ غلام محمد لغاري وٽ ميرپورخاص سچائي منزل ۾ آيو هو.

- ميرپورخاص جي هاءِ اسڪول ۾ آئون پڙهندو هوس. منهنجي ڪلاس ۾ هڪ پٺاڻ جمعدار جو پٽ عرفان به هو. جيڪو پوءِ سنڌ پوليس ۾ ڊي.آءِ جي ٿيو. ميرپورخاص جي واپاري بوري ماموجي جو پٽ اصغر علي ۽ ڪپري تعلقي جو محمد صالح هنگورجو به گڏ پڙهيا. محمد صالح جو پٽ حاجي بلال هنگورجو آهي. آئون سال ۾ هڪ به دفعو ان وٽ ويندو آهيان. مونکي وڏي عزت ڏيندو آهي.
- ڪپرو تعلقه ۾ پيچ پاڳارا جي مريدن جو ڳڙهه آهي. اتي حاجي جمال الدين هنگورجو جيڪو مولوي به هو، نيڙهي جي مدرسه جو فارغ التحصيل هو. ان جو فرزند حاجي شمس الدين هنگورجو پيپلز پارٽي سان آهي. سندس گهر تي پ پ جو جهندو لڳل آهي. پاڳاري جي جماعت سندس هٿ بند ڪيو آهي پر همٿ سان ويٺو آهي. سندس والد مرحوم منهنجي سوٽ مولوي حاجي محمد عمر خان ٽالپر سان گڏ نيڙهي جي مدرسي ۾ گڏ پڙهيو هو. آئون سندس حاضري ڀريندو آهيان. مونکي وڏي عزت ڏي ٿو. رب ڪيس سلامت رکي.
- شهيد عبدالرحيم گرهوڙي جو قاتل ذات جو چانهيو هو. چون ٿا ته انجي اولاد مان هن وقت جو سنڌ جو وزير چانهيو علي حسن آهي.
- ڪميونسٽ اڳواڻ شهيد حسن ناصر کي لاهور قلعي جي قيدخانه ۾ نانگ جا ڏنگ هڻائي ماريو ويو هو. اها ايوب خان جي صاحبي هئي.

- شهيد نذير عباسي کي ٽارچر سيل ۾ ماري پوءِ اسپتال کڻي ويا هئا ته هي بيمار آهي. علاج ڪريو. ڊاڪٽر چيو ته هي مري چڪو آهي. ساهه هُجيس ته علاج ڪجي.
- ايوب خان جي حڪومت ۾ بلوچستان جي حُريت پسند اڳواڻ نواب نوروز خان جي پٽن کي ايوب ڦاسي ڏياري هئي. انهن جا لاش سينگاري، بلوچستان، حيدرآباد جي مير رسول بخش خان روانا ڪيا هئا. اهي قلات ۾ مير نصير خان نوري جي قبرستان ۾ آهن. آئون جڏهن به بلوچستان ويندو آهيان انهن جي مزارن تي حاضري ڀريندو آهيان.
- ٿرپارڪر جو شهر ڪنري جنهن جي اڏاوت ڏاڍي سونهن واري آهي. ان جو چيئرمين حاجي ابراهيم مومن هو. جيڪو درويش صفت انسان هو. هن هاري تحريڪ ۾ وڏو حصو ورتو هو. سندس اولاد ڪونه هو. هينئر اتي حرامخور مرچن جا واپاري ميمڻ ويٺا آهن. جي حاجي ابراهيم جي موچڙي جهڙا به نه آهن. سدا بلند رهي حاجي ابراهيم مومن.
- ٽنڊي جان محمد جو مير خدا بخش خان ٽالپر هو، جنهن اتي ڪاليج، هاءِ اسڪول، ڇوڪرين جا اسڪول قائم ڪيا. پاڻ اسيمبلي جو ميمبر به هو. کيس اولاد ڪونه هو. کي ٽيپٽائي مير سندس وارث ٿي مال کائي ويا. مير خدا بخش خان جڏهن فوت ٿيو هو تڏهن قرضي هو.
- منهنجو پيارو دوست ياءُ رئيس غلام محمد خان لغاري ميرواهه گورچاڻي جو چيئرمين ٿيو هو. هن شهر جي ترقي جا وڏا ڪم ڪيا. جڏهن هن چيئرميني ڇڏي، تڏهن به ميرواهه جي ٽائون ڪميٽي ۾ لکين روپيه بجيٽ هئا. ٻين شهرن جا چيئرمين کائي پيننگ ڪري ويا هئا. غلام محمد خان جي فوت ٿيڻ تي آئون سندس

ڳوٺ پهچي ويو هوس. مون ٻه ڪيس غسل ڏنو هو. سندس پٽ خادم حسين حيدرآباد ۾ پروفيسر آهي. سندس ننڍو ڀاءُ نذير حسين لغاري زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام ۾ پروفيسر آهي. سندس ڀاءُ علي نواز خان رٽائر تپيدار آهي. ڳوٺ رهي ٿو ان ٻه ڪو مال نه ميڙيو. مون سان سندس بي پناهه محبت آهي.

- خيرپور جو والي هز هائينيس مير علي نواز خان ٽالپر لاهور جي هڪ ڳائڻي مائي بالي جي عشق ۾ قابو ٿي ويو هو. چون ٿا ته مائي بالي جو وزن ويهه سير هو. سندس ڀاءُ جو نالو باگو خان هو. خيرپور جا ماڻهو چون ٿا ته غوث علي شاهه جيڪو وزير ٻه ٿيو هو، اهو ان باگي خان جي خاندان مان آهي.
- چون ٿا ته سنڌ جي سخي پڳت ڪنور رام جي جُتي سندس اولاد وٽ رکي آهي. سندس چم سڪو نه آهي. صفا تازي رکي آهي. شهيد جي جُتي جو شان ته ڏسو.
- ميرپورخاص ۾ حاجي صحبت خان مري ڪتب فروش هو. هي ٻه ڪيترن مسڪينن کي ماني کارائيندو هو. صورت جو بيحد سهڻو هو. هر وقت پيو مشڪندو هو. الله وارو انسان هو.
- ڪوئيٽه شهر ۾ زلزلو سال 1932ع ۾ آيو هو. سڄو شهر غرق ٿيو هو.
- منهنجي يادگيري ۾ سنڌ جو دادو ضلعو قائم ٿيو هو ان وقت آئون ٽئين درجي سنڌي جو شاگرد هئس.
- نوابشاهه جو شهر ايڏو پراڻو نه آهي. هي شهر هڪ سيد نواب شاهه نالي آباد ڪيو هو. مون هن جو وڏو پٽ پديل شاهه، ننڍو پٽ غلام حيدر شاهه ڏٺا هئا.
- هندستان جي شهر ڪلڪتي ۾ ريل گاڏي ڪانه ويندي آهي. ڪلڪتي وٽ درياءُ گنگا آهي. ان جي ٻي پاسي اوير طرف ريلوي

اسٽيشن هوڙا آهي. اتي ريل مان لهي پوءِ ماڻهو پل رستي ڪلڪتي شهر ۾ وڃن ٿا. انگريزن هندستان جي گادي اول ڪلڪتي ۾ قائم ڪئي پوءِ گادي ڪٽي دهلي آيا. اها نئين دهلي سڏجي ٿي. پراڻي دهلي مغل بادشاهه شاهجهان جي آباد ڪيل آهي.

- برصغير هندستان ۾ چڪلي جو بنياد لکنؤ جي نوابن وڌو هو.
- حيدرآباد جي شاهي بزار جو بنياد حاڪم غلام شاهه ڪلهوڙي رکيو هو.
- غلام شاهه ڪلهوڙي جو مقبرو غلام شاهه پنهنجي حياتي ۾ خود ٺاهيو هو. غلام شاهه کي به زهر ڏئي ماريو ويو هو.
- سنڌ جو بي باڪ باضمير اخباري ايڊيٽر مولوي خير محمد نظامائي هو. جنهن پنهنجو قلم ڪڏهن به ڪنهن قيمت تي ڪونه وڪيو. مولوي خير محمد جي قبر بدين شهر ۾ سنڌ جي ٻولتي قرآن حضرت مولانا حاجي احمد ملاح جي پير ۾ آهي. سنڌي زبان ۾ نظم سان قرآن پاڪ جو ترجمو حاجي احمد ملاح ڪيو آهي. جيڪو تاريخي ڪارنامو آهي. مون وٽ اهو قرآن پاڪ موجود آهي. ڪيترا قرآن جا عاشق اچي ان جي زيارت ڪن ٿا.
- ڳوٺ ڏينگاڻي پرڳڙي جي رهواسي حاجي احمد علي مجذوب هڪ ڪتابڙو لکيو هو جنهن ۾ هن لکيو هو ته سنڌ جي مسلمان وڏن زميندارن جي زمين جا اٽڪل ٽيهه هزار ايڪڙ حيدرآباد جي چڪلي جون رنڊيون کائي ويون.
- ميرپورخاص ۾ هڪ هندو ڀاءُ وشني مل جي هوٽل ريلوي اسٽيشن وٽ هئي. هن وٽ گوشت جو ڀوڙ ۽ ڪٽڪ جا قلڪا اهڙا لذيذ هئا جو ماڻهو ويهه قلڪا به کائي ويندو هو.
- ميرپورخاص ۾ هندو ڀاءُ دوارڪو مل دلال هو، وڏو شرابي هو. روز

سوين روپيہ ڪمائيندو هو. انڌن، جڏن ۾ اسپتال جي بيمارن، بيمار ڪتن ۾ گڏهن کي ڪارائي خالي ڪيسا ڪري سمهندو هو. جڏهن گذاري ويو تڏهن اهي جانور جن کي ڪارائيندو هو سي بہ جنازي سان گڏ هئا. مون پنهنجي ڪتاب ”موچارا منهن ڪارا منهن“ ۾ سندس واضح ذڪر ڪيو آهي.

- ميرپورخاص نزديڪ ڀاڻولين جو شهر آهي. اتي جو وڏيرو زميندار خان صاحب رئيس رڪيل خان مري هو. جو وڏو شڪاري هو، خاص ڪري هرڻ جو. هن سَون جي تعداد ۾ هرڻ شڪار ڪيا هئا. سندس سڄو هٿ خراب ٿي سڪو هو. ڪو هن کان پڇندو هو تہ خان صاحب اوهانجي هٿ کي ڇا ٿيو آهي؟ جواب ۾ چوندو هو تہ ادا مون جيڪي هرڻ ماريا انهن جي بدعا ڪري هٿ سڪي ويو.
- مون ميرپورخاص ۾ ڪميونسٽ پارٽي جون اخبارون هاڪر ٿي شهر ۾ سڄو سال وڪرو ڪيون. مون اتي سنڌ هاري ڪميٽي جي آفيس قائم ڪئي هئي. ان ۾ رهندو هوس.
- آئون جڏهن خاڪسار جماعت ۾ هئس ان زماني ۾ تحريڪ جي باني حضرت علامہ عنايت الله خان مشرقي ننڍو ڪتاب لکيو هو، ”مولوي جو غلط مذهب“، اهو مون سڄي سنڌ ۾ وڪرو ڪيو. ان جي قيمت صرف بہ آنا هئي.
- دوڙ ضلع نوابشاهہ جو حافظ مولاداد بروهي. رات جو هڪ ٽنگ تي بيهي قرآن جي سورة ياسين پڙهندو هو. وڏو بزرگ هو. مون سندس زيارت ڪئي هئي. منهنجي ڪتاب ”موچارا منهن ڪارا منهن“ ۾ ان جو ذڪر آهي.
- ڪامريڊ حيدر بخش سان سندس گهر واري جي ايڏي محبت هئي جو ڪامريڊ ڄي گذارڻ جي پنجن مهينن کان پوءِ پاڻ بہ گذاري ويئي.

- ڪامريڊ جام ساقي جي سياسي ساک تڏهن وئي، جڏهن پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيو. جتي ڪيس ڪوبہ اعليٰ عهدو نہ مليو. ساڳيا پ پ جا مير، پير، نواب، سردار ۽ وڏيرا عهدن تي رهيا.

- نواب شاهہ ضلع جو پهريون ڪليڪٽر خان بهادر حسن علي هو، جيڪو صوبي يو.پي جو هو ۽ آئي.سي.ايس هو.

- انڊونيشيا جو مرحوم صدر ڊاڪٽر احمد سوئيڪارنو ڪوڪڙي هو. بلوچستان جو مري سردار خير بخش خان ڪوڪڙي، سنڌ جو ممتاز علي ڀٽو ڪوڪڙي، ماتلي جو سابق ميمبر سنڌ اسيمبلي وڏيرو بشير هاليپوٽو ڪوڪڙي، ٽنڊي سومري جو انور خان نظاماڻي ڪوڪڙي، حيدرآباد جو مرحوم مير راجا ڪوڪڙي، ٽنڊو آدم جو سينيٽر شاهنواز جوڻيجو ڪوڪڙي هو.

- عمرڪوٽ تعلقہ ۾ نبي سر روڊ نزديڪ هڪ انگريز ڪمپني وٽ سرڪاري زمين ويهہ هزار ايڪڙ مقاطعي تي هئي. ويهن سالن لاءِ اها ڊينسر شيٽ سڏبي هئي. ان جو مئنيجر نالي مسٽر بينن هو. وڏيون دعوتون ڪندو هو. مهمانن کي اعليٰ قسم جي وسڪي جاني واڪر پيش ڪندو هو. ننڍي چمار واري کي وسڪي ڪونہ ڏيندو هو. جوس پياريندو هو. چوندو هو تہ پنجاهہ سالن جي چمار ڪانپوءِ وسڪي پيئڻ گهرجي. ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ مونکي بہ دعوت ڏيندو هو. اسان جي چمار ننڍي هئي ان ڪري جوس ڏيندو هو.

- ماتلي جو درويش صفت مولوي نظر محمد نظاماڻي جڏهن فوت ٿيو تڏهن مزارين ڪانگ هن جي جنازي مٿان چانو ڪري اڏامي رهيا هئا ۽ ڪان ڪان ڪندا رهيا. جڏهن مولوي صاحب کي زمين ۾ جاءِ ڏني وئي، تڏهن ڪانوَ اڏامي ويا. مولوي صاحب رئيس ڪريم بخش خان جو چاچو هو. جنهن چيو هو تہ هي منهنجي حياتي جي

آخري رات آهي. صبح ٿيڻ کان اڳ فوت ٿي ويو. اهو بہ ڪريم بخش جو معجزو هو. ٻي ڪنهن ولي سڏائڻ واري مرڻ جي رات نہ ٻڌائي.

- جرمني جي ڊڪٽيٽر هٽلر حڪم ڪيو هو تہ پوڙها، بيمار، جڏا ماڻهو گولي سان اڏائي ڇڏيو ڇو تہ انهن جو نسل بہ جڏو پيدا ٿيندو. پوءِ ڪيترا پوڙها گهرن ۾ لڪي ويا، جيڪر ڪو پو وڙهو رات جو گهر کان نڪرندو هو، اهو عاليشان سوٽ پائي، ڇاتي ڪڍي ٽائي سان هلندو هو، جيئن جوان هلن ٿا.
- جرمني جي هٽلر چيو هو تہ يهودي قوم تي الله جي لعنت آهي، ان ڪري هٽلر جرمني ۾ يهودين جو قتلام ڪرايو هو. پوءِ ڪيترا يهودي جرمني مان ڀڄي ويا هئا. اهو قدم هٽلر جو صحيح هو.
- ڪوئٽہ جو شهر بلوچ بهادر رهنما نواب يوسف خان مگسي ڪوئٽہ جي زلزلي ۾ فوت ٿيو هو. سندس مزار ڪوئٽہ ۾ ڪانسي قبرستان ۾ آهي. نوجواني ۾ گذاري ويو.
- مرحوم ڀٽو جڏهن جيل ۾ هو ان وقت پ پ جي چيئرپرسن هن پنهنجي زال نصرت ڀٽو کي ڪيو هو. پوءِ بينظير اهو عهدو ماءُ کان کسي ورتو، پاڻ چيئرمين ٿي هئي. اها هن وڏي زيادتي ماءُ سان ڪئي. هن ڪڏهن بہ پنهنجي ڀاءُ مير مرتضيٰ سان محبت ڪانہ ڪئي. ڪڏهن بہ هن کي گلي لڳائي پيار ڪونہ ڪيو. سندس حڪومت ۾ مير مرتضيٰ ڪراچي ۾ گهر اڳيان پوليس ماري ڇڏيو. بينظير ڪڏهن بہ مير مرتضيٰ جي ٻارن وٽ ڪانہ ويئي. بينظير پنهنجي ماءُ کي بہ لڪائي ڇڏيو جيئن اها مرتضيٰ جي ٻارن وٽ نہ وڃي. ٻار ڏاڏي لاءِ بہ دانهون ڪندا رهيا. منهنجي خيال ۾ بينظير هڪ قسم جي ڏائڻ آهي. رب اهڙي ڀيڻ کان پناهہ ۾ رکي.
- هڪ همراهہ نصرپور جي مولوي عبدالحق رباني رحہ کان پڇيو هو تہ

ملان چون ٿا تہ روز قيامت دوزخ گنهگارن سان ڪونہ پربو پوءِ خداوند ڪي چوندو تہ آئون اجان خالي آهيان پوءِ رب سائين پنهنجي ٽنگ دوزخ ۾ وجهندو. اهو صحيح آهي چا؟ مولوي صاحب فرمايو تہ ملان ڪوڙ ٿا هڻن. رب سائين بي جسم پاڪ آهي. هن کي ٽنگ ڪٿان آئي.

- مرحوم پٽي کي جڏهن ڦاسي جي سزا آئي هئي، ڪي پٽي جا شيدائي حيدرآباد واري مير رسول بخش خان وٽ ويا هئا تہ مير صاحب ٻڌايو تہ پٽي کي ڦاسي کان ڪيئن بچائجي؟ مير صاحب چيو تہ جيڪر ملڪ جا رستا ماڻهن جي رت سان ڳاڙها ٿي پون پوءِ پٽي کي ڦاسي ڪانہ ايندي.
- پٺورو طرف جيڪو بچاءُ بند آهي اهو انگريزن 1852ع ۾ قيدين کان ٻڌايو هو. جيئن ناري جي پاڻي جي ٻوڏ کان بچاءُ ٿئي.
- عمرڪوٽ شهر ۾ هڪ گونگو ڪاسائي هوندو هو، جيڪو پنج وقت مسجد ۾ اذان ڏيندو هو. مون بہ ڏٺو هو.
- ڦلهڏين شهر جو لنڊ بلوچ نور محمد جيڪو درزڪو ڪم ڪندو هو. 1939ع ۾ آئون ميرپورخاص هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هوس. مون تي عاشق هو. جڏهن بہ ڦلهڏين کان ايندو هو، تڏهن اسڪول جي دروازي تي وينو هوندو هو. مونکي ڏسي کلندو بہ هو پوءِ روئي ڏيندو هو.
- هڪ همراهہ موحد درس عليم کان پڇيو تہ چون ٿا تہ شيطان ملان جي ڏاڙهي ۾ رهي ٿو. درس صاحب چيو تہ ابا ملان جي پيٽ ۾ ٻوڙ پلاءُ ۽ ٻيا مال آهن. پيٽ ۾ جاءِ نہ هجڻ ڪري شيطان ملان جي ڏاڙهيءَ ۾ رهي ٿو.
- جنرل ضياءَ جو مارشلا جو وقت هو. رستن تي فوج چيڪنگ ڪندي هئي. هڪ ٽرڪ جي مٿان لنگور ٻڌل هو. ان کان فوجي اهلڪار

پڇيو تہ تو ترڪ تي لنگور ڇو ٻڌو آهي؟ ترڪ واري چيو تہ چور ترڪ تي چڙهي مال لاهين ٿا. لنگور انهن کي ڏسي دانهون ڪندو آهي. پويان جيڪا ترڪ آئي ان تي لنگور ٻڌل ڪونہ هو. فوجي ترڪ واري کان پڇيو تہ تو ترڪ مٿي لنگور ڇو نہ ٻڌو سؤ روپيہ جرمانہ ادا ڪر.

- مشهور حاضر جوابِ مولانا عوامي محمد يعقوب هاليپوٽو شادي جي پٽ کي پوٺا هوٽل ڪونيندو هو.
- سنڌ اسيمبلي جي پهرين چونڊ ۾ لاڙڪاڻو مان انگريز جي پٺو وڏيري سر شاهنواز ڀٽي کي هڪ مسڪين قلندر شيخ عبدالمجيد سنڌي شڪست فاش ڏني هئي. شيخ صاحب جو اليڪشن ۾ خرچ چار سؤ روپيا آيو هو. ماڻهن چندي ۾ ڏنا هئا.
- هندستان ۾ انگريز سرڪار جڏهن ڪميونسٽ پارٽي تان بندش هٽائي، ان جو پهريون ميڙاڪو ڪميونسٽن جو ڪانپور ۾ حضرت مولانا حسرت موهاني ڪوٺايو هو.
- برصغير هندستان جا هي نامور سياستدان هئا جن کي نرينا اولاد ڪونہ هو. مولانا ابوالڪالم آزاد، پنڊت جواهر لال نهرو، مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا امروٽي، مولانا حسرت موهاني، سڀاش چندر بوس، مولانا محمد علي جوهر، شهيد ڀڳت سنگهہ، ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، محمد علي جناح، سيد آصف علي بئريسٽر ايٽ لا دهلي.
- عراق ۾ انقلاب ڪامريڊ عبدالڪريم قاسم آندو، جنهن بادشاهہ فيصل جو ترو ڪڍيو.
- افغانستان ۾ انقلاب ڪامريڊ نور محمد تراڪي آندو هو.
- لبيا ۾ انقلاب ڪرنل معمر قذافي آندو جنهن بادشاهہ ادريس جو ترو ڪڍيو.

- مصر ۾ انقلاب ڪرنل نجيب ۽ جمال عبدالناصر آندو. بادشاھ شاھ فاروق جو ترو ڪڍيو. مون گنهگار ڪراچي ۾ جمال عبدالناصر جي زيارت ڪئي هئي. منهن مهانديءَ ۾ چوڏهين جو چنڊ هو.
- ويٽنام جو هيرو ڪامريڊ هوچي منھ ڪنوارو هو.
- انگريزن جڏهن ڪميونسٽ پارٽي تان هندستان ۾ بندش لاٿي، تڏهن سنڌ جو ڪميونسٽ پارٽي جو سيڪريٽري ڪامريڊ جمال الدين بخاري ٿيو. جنهن مونکي پارٽي جو ميمبر بنايو. منهنجي لاءِ فخر جي ڳالھ آهي جو آئون ڪميونسٽ پارٽي جي شروعاتي ميمبرن مان آهيان.
- جوهي جي جابلو علائقي ۾ هڪ بزرگ گاجي سائين جي نالي آهي، جيڪو ذات جو ڪوسو بلوچ آهي. ان جي اولاد مان هڪ نوجوان ڪوسو حيدرآباد ۾ رسول بخش ميمڻ جي ڪپڙي جي دڪان تي ڪم ڪري ٿو. هاڻ ڪنهن سيد چيو آهي تہ گاجي سائين ڪوسو نہ آهي پر سيد آهي. اهو قبضو ڪري ويٺو آهي. سيد اهڙا آهن جي ڪنهن گڏھ جي قبر هجي تہ ان لاءِ بہ چوندا تہ هي بہ اسانجو ڏاڏو آهي.
- حضرت پٽ ڌڻي شاھ عبداللطيف عليہ رحمت کي ڪوبہ اولاد ڪونہ هو. هن وقت اتي جيڪي سيد سڏايو گادي نشين ٿيا ويٺا آهن، ڪنهن واقف ڪار ٻڌايو تہ اهي پينو پناڻ آهن.
- سال 1843ع ۾ ٽالپرن ۽ انگريزن جي جيڪا جنگ مياڻي ۾ ٿي هئي ان جو هيرو تندي جام جو مير جان محمد ٽالپر هو. هوشو شيدي ڪونہ هو. مير جان محمد نعرو هنيو هو مر ويسون پر سنڌ نہ ڏيسون.
- آئون ۽ منهنجو پٽ غلام رسول خان ڪراچي تاريخ 15-6-1994 تي شهيد مير مرتضيٰ ڀٽي سان ملڻ ويا هئاسون. مون ڪيس چيو تہ ٻچا

تنهنجو ياءُ شاهنواز بہ شهيد ٿي ويو، هاڻ هي منهنجو پٽ تنهنجو ياءُ آهي. پوءِ غلام رسول خان کي ياڪر پائي ڇمڻ لڳو. مون وٽ ڊائري آهي ان تي سندس اکر لکيل آهن.

- آئون پنهنجي گهر ۾ صبح جو 4 بجي چين جي چاءِ جيسمين پاڻ ناهي پيئندو آهيان. امام الهند حضرت مولانا ابوالڪلام آزاد بہ اها چاءِ صبح جو نوش ڪندا هئا. آئون جڏهن چاءِ جو پيالو چپن تي رکندو آهيان تڏهن مولانا صاحب ياد ايندو آهي.
- ڪانگريس ليڊر پٽيل، مولانا آزاد کي مغل اعظم سڏيندو هو. مولانا صاحب جي مزار دهلي ۾ شهيد سرمد جي مزار جي پيراندي سان آهي. جنهن کي مغل بادشاهہ ملان اورنگزيب شهيد ڪرايو هو.
- آڳاٽي ڳالهہ آهي، حيدرآباد ۾ فنڪارن جو ميڙاڪو هو. سائين جي. ايم سيد صاحب بہ ان ۾ شريڪ هو. سنڌ جي مشهور نڙ وڄائڻ واري نابينا شاهہ محمد بہ نڙ وڄائڻ جو فن ڏيکاريو. ماڻهن تي سڪتو طاري ٿي ويو. شاهہ صاحب چيو تہ نابينا سنڌ جو بيجل آهي پر راءِ ڏياچ ڪونهي جيڪو سر ڏي.
- ڪيوبا جي آزادي جي گوريلا جنگ ۾ چي گويرا، فيڊرل ڪاسترو، سندس ياءُ راول ڪاسترو سالار هئا. جڏهن ڪيوبا هنن فتح ڪيو پوءِ فيڊرل ڪاسترو کي ملڪ جي واڳ ڏني وئي. چي گويرا پوءِ چلي هليو ويو اتي آمريڪا جي خلاف گوريلا جنگ ڪئي. چي گويرا ويڙهہ ۾ آمريڪن هٿان شهيد ٿي ويو. سندس لاش آمريڪن دفنائي ڇڏيو جيڪو پوءِ فيڊرل ڪاسترو آمريڪا کان ورتو. چي گويرا جي لاش کي فوجي اعزاز سان دفنايو ويو. هزارن ماڻهن شرڪت ڪئي. سدا امر رهي چي گويرا.
- سنڌ جا ملهہ پهلوان اڪثر بي ڊولا آهن. مون صرف هڪ ملهہ پهلوان غلام سرور جتوئي ڏٺو آهي جيڪو مهانڊي جو ملوڪ قد ڪاٺ

جو پورو آهي. وڏي ڳالهه اها آهي ته غلام سرور گريجوئيٽ آهي سندس والد قلب علي جتوئي به پنهنجي دور ۾ ناميارو ملهه هو. هن وقت غلام سرور جتوئي ملهه جي ميدان ۾ ڪونهي. ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته غلام سرور چوي ٿو ته هاڻ ملهه ۾ ڏيکي اهي ۽ ملهه پاڻ ۾ صلاح ڪري وڙهن ٿا، اها ڳالهه مونکي ڪانه ٿي وڻي.

- سنڌ جي شاعر منشي ابراهيم سومري کي "منشي" ڇو سڏيو ويو؟ سا ڳالهه منشي خود ٻڌائي. مونکي هن چيو ته هتي خرڪار مٺي جا ٺيڪا انجنيئرن کان وٺندا هئا، مٺي جي ماپ مونکان ڪرائيندا هئا. اهي مونکي منشي سڏڻ لڳا. پوءِ آئون منشي ابراهيم بنجي ويس.

## مئي ڊيئر لانگ سموڪ

آئون ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري جڏهن به گڏ ايندا هئاسين تڏهن ضرور سنڌ جي نامور فرزند رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي جي حاضري ڏيي هئي. هڪ دفعو پرڳڙي صاحب چيو ته اڄ اوهان سان هڪ ماڻهو ملايان ٿو. جيڪو منهنجي والد مرحوم جو خادم هو. رئيس جو والد برصغير جي آزادي جو هيرو رئيس غلام محمد خان پرڳڙي آهي. رئيس ماڻهو اماڻيو ته فلاڻي کي وٺي اچو. ٿوري دير ۾ هڪ پير مرد آيو. رئيس به اٿي بيٺو. اسان به اٿي بيناسون. پير مرد کي ڪرسي تي ويهاريو ويو. رئيس هن کي چيو ته اها ڳالهه هنن همراهن کي ٻڌايو ته اوهان ڪاوڙجي بابا مرحوم کان انگريز جي فوج ۾ پوءِ اوهان کي فوج نيڪالي ملي انگريز ڪرنل اوهان جو کهڙو نالو رکيو. هاڻ پوڙهي جي ڪچهري ٻڌو:

پير مرد ڳالهه شروع ڪئي ته آئون ڪنهن ڳالهه تي وڏي رئيس غلام محمد خان کان ناراض ٿي وڃي انگريز جي فوج ۾ ڀرتي ٿيس. آئون شروع کان وزم جو موالي آهيان. فوج ۾ به رات جو پنهنجي بيرڪ

جي ڪنڊ ۾ سلفي ٺاهي سوٽا لڳائيندو هئس. هڪ رات ڪرنل جو رائونڊ هو، تنهن مونکي سلفي جي دم هڻڻ وارو نظارو ڏٺو. صبح جو منهنجي پيشي ٿي ڪرنل وٽ. ڪرنل صاحب مونکي چيو ته تو رات بيرڪ جي ڪنڊ ۾ چا پئي ڪيو. اهو سامان ڪٿي اچ. پوڙهي چيو ته ابا مونکي سر جي اچي لڳي ته هاڻ منهنجو سر ويو. آئون باريڪ مان سلفي وزم، تماڪ دڪاڻ لاءِ واڻ جي نوڙي، سلفي جي صافي ڪٿي اچي پيش ڪيا. ڪرنل چيو ته هاڻ هتي اهو سچو معاملو ڪري ڏيکار. پوڙهي چيو ته مون نوڙي کي باهہ ڏني، تماڪ سان وزم جو روڙهو مهٽي، سلفي ۾ وجهي، مٿان سڙيل نوڙي رکيل سلفي کي صافي ڏئي وڏو ڪش هنيو. پوڙهي وڏيڪ ٻڌايو ته ڪرنل چيو ته ڪٿي اچ. مونکي بہ سلفي جو ڪش ڪراءِ. موالي چيو ته بابا سلفي کي سر ڪري پنهنجي هٿ تي هن کي دم هٽايو، ڪرنل جا چار طبقا سونا تي پيا، پوءِمون وٽ ايندو هو. هڪ رات اسان بيرڪ ۾ سلفي ڪش پئي لڳايا تہ رائونڊ تي برگيڊيئر هو، تنهن اسانکي ڏٺو.ڪرنل جي بہ پيشي ٿي. منهنجي بہ پيشي ٿي. مونکي نااهل ڪري ڪڍيو ويو. ڪرنل واپس لنڊن هليو ويو، اتان هن کي بہ چار خط بہ لکيا جيڪي مون وٽ آهن. ڪرنل خط ۾ جيڪا عبارت لکندو هو سا هي آهي:

”مئي ڊيئر لانگ سموڪ“

اسان بہ بزرگ جي پيرن تي هٿ رکيو.

- هڪ سيلاني درويش مونکي اڌ مٽي جي سور ۽ سج اوپارو مٽي جي سور جو نسخو ڏسيو. جيڪي مون سون ماڻهن کي ڏسيو. جنهن سان سور ڇڏي ويو. نسخہ هن ريت آهن:

سڪل ٽاٽا اڌ تولو، ڪارا مرچ نوَ داڻا، اُسطو خدوس اڌ تو' . هي ٽي

شيون صبح جو سويل ڏنبي ڪونڊي ۾ گهوٽي اڌ پاءُ پاڻي ۾ چاٽي ٻي چڏي. ٻہ هفتا پيئڻ گهرجي.

- اڪيڻ جي نور وڌائڻ لاءِ صبح جو ماڪ پيل چبر گاهہ تي پير اگهاڙا ڪري هلڻ فائدي مند آهي.
- ٻارچي ماءُ کي ٽنج جو کير گهٽ هجي تہ کيس ننڍڙي حلواڻ ٻکر جي اوجهري رڌي کارائجي. ٽج ۾ واڌ ايندي، رات جو ڳائو کير بہ پيارجي.
- ٽنگ جو سور جنهن کي عرق النسا جو سور چون ٿا. هي نسخو سيد امداد محمد شاهہ ڏنو، آزمايل آهي: جاڦ (5 گرام)، نوشادر ٺڪري (25 گرام)، قلمي شورو (25 گرام)، سنگ جراح (25 گرام)، جوڪار (25 گرام)، ڪارو لوڻ (25 گرام).

  ٺاهڻ جو طريقو: سڀ شيون ڪٽي سنهيون ڪري ڪپڙي ۾ چاڻي رکي. رات جو پاڻي جي ڪوپ ۾ ٽن آڱرين چپٽ پري وجهي صبح جو نيراني اهو پاڻي پي ڇڏي جيسين سور لهي وڃي.
- حيدرآباد جي وڏي مارڪيٽ جو نالو نولراءِ مارڪيٽ آهي. نولراءِ حيدرآباد جو ديوان هو، کيس قرآن پاڪ جا ڏهہ سيپارا ياد هئا. اڄ مارڪيٽ اها هٽ وني تباهہ ڪري چڏي وئي آهي.
- حيدرآباد ٽالپرن جي شاهي خاندان جي مير نصير خان ٽالپر مونکي ٻڌايو هو تہ سنڌ جو پهريون حاڪم مير فتح علي ٽالپر اهل سنت وارو هو، شيعہ ڪونہ هو.
- ٽنڊي جام جي ٽالپر خاندان مان نالي مير جام خان ٽالپر لنڊن مان وڏي ڊاڪٽري جي ڊگري FRCS، حاصل ڪئي آهي. اهو ٽالپر خاندان لاءِ وڏو اعزاز آهي.
- دوڙ ضلع نوابشاه جو برک زميندار مرحوم خان محمد خان جلباڻي

پٺوري ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول جو ماستر بہ هو. منهنجو والد مرحوم سندس شاگرد هو. اها ڳالهہ خان محمد خان مونکي خود ٻڌائي هئي.

## مائي بختاور زنده باد

هارياڻي شهيد مائي بختاور جي خون جو ڪيس ميرپورخاص جي سيشن ڪورٽ ۾ هليو. جج حيدرآباد جي ديوان شنگر سنگهہ هو. شهيد جا قاتل قادياني زميندار هئا. انهن جو وڪيل حيدرآباد جو نامور ديوان ڏيئل مل لالواڻي ۽ لاهور جو هڪ وڪيل هو. فريادي ڌر طرفان حيدرآباد جو مرزا سڪندر بيگ ۽ سکر جو هاري ليڊر وڪيل بنا رام هو. ڪيس جي پيروي لاءِ باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي بہ هو. وڏي جوابدار چوڌري سعدالله کي عمر قيد جي سزا آئي. باقي ڇئن جوابدارن کي ساڍا چار سال قيد جي سزا آئي هئي. اهو خوني واقعو ڪنري پوليس جي حد ۾ ٿيو هو. فرسٽ رپورٽ داخل ڪرڻ واري صوبيدار جو نالو عنايت علي خان ابڙو هو ۽ پوليس جمعدار مسٽر نور محمد هو. ڪيس هلندي هڪ ڏهاڙي ڪورٽ ۾ ديوان ڏيئل مل بيهوش ٿي ڪري پيو هو، ٻاهر ڪيترا هاري ورڪر بيٺا هئا، انهن مائي بختاور زنده باد جا نعرا لڳايا. ڪامريڊ غلام محمد لغاري چيو تہ شهيد بختاور جو معجزو آهي.

- جسٽس ناصر اسلم زاهد جي سربراهي ۾ مير مرتضيٰ ڀٽو جي قتل جي جانچ لاءِ ٽربيونل قائم ٿي هئي. تنهن ۾ ثابت ٿيو هو تہ ڳوٺ جنهاڻ سومري ۾ حاجي عبدالخالق سومري وٽ مير مرتضيٰ جي قتل جي سازش جو پروگرام ٺاهيو ويو هو. جنهن ۾ آصف زرداري بہ هو. اها رپورٽ بہ گم ٿي وئي. جسٽس ناصر اسلم زاهد بہ هن سنڌ

ڏرتي جو آهي. عبدالخالق سومرو ان وقت سنڌ اسيمبلي جو ميمبر هو. اڳ هي مسڪين هو. ٽنڊي محمد خان جي مير اعجاز علي خان وٽ ڪرا ڪٽي مهمانن جا هٽ ڏورائيندو هو.

- عراق جو صدر صدام حسين ﻫﮪ هڪ نر مجاهد آهي. آمريڪا ۽ انگريز سڄي عراق کي ڪڙو چاڙهيو ويٺا آهن پر صدام حسين مڙس ٿي انهن جو مقابلو پيو ڪري. سعودي عرب ۽ ڪويت ۾ آمريڪا جا فوجي اڏا آهن اتان هنن جا جهاز اڏامي عراق تي بمباري ڪن ٿا. سعودي عرب ۽ ڪوويت وارا ﻫﮪ مسلمان آهن پر امريڪا جا دلال آهن. صدام حسين زنده باد.

- مون پنهنجي وقت جون مقبول فلمون ڏٺيون هيون، ڪجهه ياد آهن جيڪي عرض رکان ٿو. محبوب خان جي فلم ”روٽي“ جنهن ۾ خاص اداڪار جندر موهن هو. محبوب خان جي ”مغلِ اعظم“ جنهن ۾ خاص اداڪار دليپ ڪمار آهي. محوب خان جي فلم ”سڪنڊڙ“ جنهن جا خاص اداڪار سهراب مودي پر ٿي راج ڪپور هئا. فلم لگن، فلم نه ڪنگن، فلم ”نديا ڪي اس پار“ انهن ۾ خاص اداڪار سلوچنا چترجي هئي. فلم ”محل“ جنهن جو خاص اداڪار اشوڪ ڪمار هو. فلم ”بازو بند“ جنهن جو خاص اداڪار بلراج ساهني هو جيڪو ڪميونسٽ پارٽي جو ميمبر هو. فلم ”نگينه“ جنهن جو خاص اداڪار ناصر خان هو، جيو دليپ ڪمار جو ڀاءُ هو، گذاري ويو. فلم ”شاهجهان“ جنهن ۾ مرحوم ڪندن لال سهگل اداڪار ﻫﮪ هو ۽ پاڻ ڳايو ﻫﮪ اٿس. آواز جو بادشاهه هو. فلم ”يهودي ڪي لڙڪي“ جنهن جو اداڪار مظهر خان هو ۽ ڳائڻ وارو ڪندن لال سهگل هو. هن مرزا غالب جو غزل ڳايو هو. سندس آواز سان ماڻهن تي غشي طاري ٿي ويندي هئي. فلم ”سندور“ ان جا اداڪار وسري ويا آهن، خير مون پاڪستاني فلم ڪاﻬﮧ ڪانه ڏٺي آهي.

- وٺندڙ ڪاڌا چانورن جو پٽ، انب، پلو، ڪريلا، سڪل گوار، سڪل چيڙن جي ڀاڄي، ڪنڊي جون ڦريون، سوانجڙو، مريڙو، ڪنيپن جي ڀاڄي من پسند آهن. سياري ۾ ڳُڙ جي تهري، ٻاجهري ۽ جوئار جي ماني کير سان، گجرن، ليمن، ساوا مرچ ڪرڙ جي ڏونرن جو آچار پسند آهي.
- سنڌ ۾ انجنيئري ڪاتي ۾ هڪ ايس. ڊي. او نالي رجب علي هو. هن ٻه شاديون ڪيون هيون. ان لاءِ ته ڪو پٽ ڄمي جيڪو رشوت جي ڪمايل ڌن جو مالڪ ٿئي. سو پير صاحب پاڳاري وٽ دعا لاءِ ويو. اول خليفي علي بخش جوٽيجي سان مليو.ا ن کي حال ٻڌايائين تنهن کيس پير صاحب سان ملايو. رجب علي پير صاحب کي عرض ڪيو ته مونکي پٽ جي دعا ڪريو. پير صاحب هن کي وظيفو ڏسيو ته اهو زالن کي پڙهاءِ، جڏهن رجب علي پير صاحب کان ٻاهر آيو تڏهن خليفي علي بخش کي چيائين ته سائين مونکي وظيفو ڏسيو آهي ٻه زالون آهن ٻئي پڙهن يا هڪڙي پڙهي. خليفن چيس ته هڪ زال وظيفو پڙهي ٻي آٿي جماعت جي خليفن حوالي ڪر. پوءِ ڏس ته اڳي ڪهڙي ٿي پٽ ڄٽي.
- مرحوم حسين شهيد سهروردي جيڪو پاڪستان جو وزيراعظم به هو تنهن کي لبنان جي شهر بيروت ۾ پنجابين زهر ڏئي مارايو هو. سهروردي صاحب وڏو عالم ۽ قانون دان هو، برجستو انسان هو.
- ميرمرتضيٰ ڀٽي جي قتل واري واقع جي اکين ڏٺي صوبيدار کي به رات جو سندس گهر ۾ قتل ڪيو ويو هو جيئن ڪيس لڙهي وڃي. صاحبي بينظير جي هئي.
- سنڌ ڌرتي جي سدا شريف انسان ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي پنهنجي پٽ ڊاڪٽر ڪنعيا جي بيماري جي علاج لاءِ پنهنجي لئبرري ٿن لکن روپين ۾ وڪڻي سندس علاج ڪرايو پر هو بچي نه سگهيو.

فوت ٿي ويو. ڪيس هڪ پٽ ۽ نياڻي آهي. سندس گهر واري مائي ڪلپنا وڪيل آهي. لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪري ٿي. ڪامريڊ پنهنجي پٽ جي صدمي ۾ بي حال آهي.

- انگريز جي حڪومت ۾ نوابشاهه ضلع جو ڪليڪٽر نالي مسٽر ڊيوس هو. تنهن وقت جي سنڌ اسيمبلي جي ميمبر رسول بخش انڙ کي 110 قمر بدمعاشي ۾ ٽي ورهيه جيل جي سزا ڏني هئي. ڪيس نوابشاهه ريل ۾ اسٽيشن تي پاڻ چاڙهي حيدرآباد جيل ڏي موڪليو هو. اهو انڙ جڏهن جيل ڪمائي آيو پوءِ فقيرن جو لباس پائيندو هو. ڳچي ۾ ڪنناپائي مٿو اگهاڙو ڪري هلندو هو. هن وقت به اهڙي ڪليڪٽر جي ضرورت آهي.
- شهيد هيمون ڪالاڻي سکر شهر جو رهاڪو هو جنهن کي انگريزن ڦاسي ڏني هئي. ڀارت شهر ناگپور ۾ هن جي نالي تي عاليشان اسپتال نهيل آهي. جنهن جي دروازي تي شهيد هيمون ڪالاڻي جو مجسمو نهيل آهي. آئون سال 1986ع ۾ اتي ويو هوس. مون ان جي مجسمي تي گل رکيا ۽ مجسمي کي چمي ڏني. منهنجو پٽ غلام رسول خان به گڏ هو. هتي سنڌ جا قوم پرست اهڙي شهيد کي وساريو ويٺا آهن.
- تاريخ 13-اپريل 2001ع تي لاهور ۾ ورلڊ پنجابي ڪانفرنس ٿي هئي. ڀارت مان ڪيترا سک ۽ هندو به آيا هئا. ملڪ معراج خالد ڪانفرنس جي صدارت ڪئي هئي. پنجابين پنهنجين تقريرن ۾ چيو هو ته هندستان ۽ پاڪستان جي جيڪر جنگ لڳي ٿي ته به پنجابي مرن ٿا. واگها جي سرحد صرف هڪ ليڪو آهي ان کي ڊاهڻ گهرجي. سنڌ جا سنڌي جيڪر اهڙي ڳالهه ڪن ها ته پنجابي فوجي انهن جي کل لاهي ڇڏين ها. پاڪستان ناهڻ وارا خود پاڪستان جي ڊاهڻ جي ڳالهه پيا ڪن. مزيدار ڳالهه اها هئي جو

لاهوري پنجابين پارت کان آيل مهمانن کي سنڌ جون اجرڪون پارايون. پارت جو فلمي اداڪار راج ببر بہ هو. •

• چين جي عظيم قائد ڪامريڊ مائوزي تنگ وٽ هڪڙو ڪوٽ هو، جڏهن چين جو وزيراعظم ڪامريڊ چو اين لائي فوت ٿي ويو، تڏهن ڪامريڊ مائو پنهنجي ڪوٽ ان جي لاش تي وجهي ڇڏيو.

• رئيس بروهي جيڪو سرهاري جو رهاڪو هو ان وٽ ڪيترا روپوش ڪميونسٽ اچي پناهہ وٺنداهئا. ڪيترا هن وٽ ڪافي سال رهيا. انهن کي کاڌو ڪپڙو ڏيندو هو. هن وقت رئيس بروهي جهڙو مخلص ليڊر آهي ڪونہ.

• جنرل يحيٰ خان جي دور ۾ اليڪشن ۾ خيرپور پاسي پ پ جو اميدوار ملوڪ شر هو، جيڪو ايڏو مقبول ماڻهو ڪونہ هو. هن جي خلاف راڄن ۾ مقبول شخص الاهي بخش ٻانيڻ هو. سو اليڪشن کٽي ويو. مرحول الاهي بخش جي مون سان وڏي محبت هئي. منهنجا ڪم نياپي تي ڪندو هو. آئون سندس تڏي تي بہ ويو هئس. سندس ڳوٺ عاليشان آهي.

• مٺيارين ۾ هڪ گادي نشين پير نالي بقادار شاهہ هو، جيڪو پورل چوڪرن جو نڪاح انهن جي يارن سان ڪندو هو. ماڻهن پير جو نالو جٺادار شاهہ رکيو هو.

• ڳوٺ ٽنڊو سومرو ۾ هڪ وڏو زميندار نالي رحيم بخش نظاماڻي هو. ان وقت روس ۾ ڪامريڊ اسٽالن جو دور هو. نظاماڻي چوندو هو، جبڪر هتي اسٽالن جي صاحبي ٿي تہ پوءِ اسان زميندارن کي هر ۾ جوٽيندو. جڏهن رحيم بخش گهر کان ٻاهر نڪرندو هو تڏهن ڳوٺ جا ڇوڪرا کيس چوندا هئا تہ رئيس ڏس اسٽالن پيو اچي، پوءِ هو وڃي گهر ۾ لڪندو هو. هن وٽ سون بہ جام هو، جيڪو هن کٽي دفن ڪري ڇڏيو هو. کيس اولاد ڪونہ هو پوءِ جيڪي وارث

هن جا ٽيا انهن هن جي مرڻ ڪان پوءِ سڄو گهر ڪوٽيو پر سون هٿ ڪونه آيو.

- نئين ڪوٽ جي پر ۾ راضي شاهه جو قبرستان آهي. انهي راضي شاهه لاءِ مشهور آهي ته سندس مري وڃڻ بعد ٻن سالن ڪانپوءِ هن کي ڏي ڄائي هئي، سندس زال چيو هو ته مون وٽ راضي شاهه خواب ۾ ايندو هو. نسورو ڪوڙ اهو ڪم خليفي جو هوندو. هتي ڪيترا جيئرا پير آهن جن کي اولاد ڪونهي. مائي پاڳي جي قبر به اتي آهي.
- سنڌ ميوزيم حيدرآباد جي باني سيد ظفر ڪاظمي صاحب مونکي ٻڌايو هو ته آئون به اهلِ شيعا آهيان پر آئون رسول مقبول جي خليفن جي خلاف ڪوبه برو اکر ڪونه ڳالهايان ٿو. چو ته اهي به خوش نصيب هئا جن نبي ڪريم جو منهن ڏٺو. سندس صحبت ۾ رهيا، آئون گنهگار ته نبي ڪريم جي صحبت ۾ ڪونه رهيو آهيان. منهنجي به ڪاظمي صاحب سان نيازمندي آهي. جڏهن وٽس حاضري پرڻ ويندو آهيان تڏهن منهنجي پيرن ۾ ويهندو آهي. چوندو آهي ته اوهان تي مير محمد نالو آهي، اوهان منهنجي والد جا هم نام آهيو. مير محمد شاهه سنڌ حڪومت ۾ سيڪريٽري هو. جي. ايم. سيد صاحب جڏهن سنڌ ۾ وزير هو، ان جو به سيڪريٽري رهيو آهي. سندن ڳوٺ آمري آهي.
- جهڏي طرف محمد علي شاه نالي زميندار هو`جيڪو چوندو هو ته جنهن ماٹهو پلي جي آنين جو ٻوڙ، چانورن جو چلو مکڻ سان نه کاڌو، جنهن ماٹهو بوبڪن جي پنگ نه پيتي، 999 جو سگريٽ نه پيتو ۽ بمبئي جو شهر نه ڏٺو تنهن دنيا ۾ ڪجهه ڪونه ڏٺو.
- سنڌي املهه ماڻڪ شاعر هز هائينيس مير عبدالحسين خان جو هڪ شعر سندس پوٽي مير عباس علي خان مرحوم مونکي ٻڌايو هو،

اوهان بہ ٻڌو:

مزو انگور جو ميخوار کان پڇ،
لذت عشق عاشق زار کان پڇ.

- عوامي شاعر حضرت حبيب جالب عليہ رحمت حيدرآباد ۾ مرحوم مير رسول بخش وٽ محفل ۾ شعر ٻڌايو. اوهان بہ ٻڌو:

نہ پينا حرام هي نہ پلانا حرام هي،
کم ظرف کو شراب پلانا حرام هي،
نہ وزارت حرام هي نہ سفارت حرام هي،
کم ظرف کو وزير بنانا حرام هي.

- ضلعي ٿرپارڪر ۾ نارا سب ڊويزن تي مسٽر حبيب الله خشڪ نالي ڊپٽي ڪليڪٽر هو. هن جي ڪورٽ ۾ ڇهہ ڄڻا بدمعاشي 110 قلم ۾ چار ڄڻا ڏار ٿي بيٺا. باقي رهيا چار ڄڻا انهن کان خشڪ صاحب پڇيو تہ ڪلمو پڙهي سچ ڳالهايو تہ اوهانکي هنن حاجي بدمعاشي سيکاري، هنن هاٿوڪار ڪئي. پوءِ خشڪ صاحب ٻن حاجين کي ٽي ورهيہ سزا ڏني. باقي ڇئن جوابدارن کي ٽڪ بجو ڪري ڇڏي ڏنو.

## منهنجا من پسند فنڪار ۽ شاعر

منهنجا من پسند ڳائڻ وارا برصغير جا هي آهن: شهيد ڀڳت ڪنور رام، سونو خان مستوئي، مائي جيوڻي بائي، منظور علي خان، مٺو ڪڇي، عثمان ڪڇي، سر جي راڻا لتا منگيشڪر، نسيم بيگ،، زهرا بائي، ڪجن بيگ، اما ديوي، اختري فيض آبادي، ملڪ پکراج، سلوچنا، مني بيگم، هندان بائي، ثريا بيگ، مهدي حسن، سر جو بادشاهہ ڪندن لال سهگل، محمد رفيع، طلعت محمود، هيمنت ڪمار، مڪيش،جڳ موهن، سريندر، اونڪارناٿ، ٻڙي

غلام علي خان. ساز وڄائڻ وارا، شرنائي وڄائڻ وارو بسم الله ان، طبلي نواز استاد الله رکيو، نڙ وڄائڻ وارو نابينا شاهه محمد، گهڙي وڄائڻ وارو منا خان زرداري، تاڙي وڄائڻ وارو حاجي سوڍي کڏڙو فقير. من پسند شاعر: حضرت لطيف سائين ڀٽ ڌڻي، سچل سرمست، بلا شاهه، بيدل، بيکس، هز هائينس مير عبدالحسين خان سانگي، مصري شاهه، فيض احمد فيض، تنوير نقوي، حبيب جالب، مخدوم محي الدين دکني، ڪيفي اعظمي، علي سردار جعفري، ڪبير ڀڳت، بابا گرو نانڪ، جوش مليح آبادي، حضرت احمد ملاح، مولوي خير محمد نظاماڻي، باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي، درس عليم. ميوزڪ ڊائريڪٽر: نوشاد علي، خيام، غلام محمد، شنڪر جئي ڪشن، روي، رامچند، هيمنت ڪمار ۽ شنڪر لال پياري لال.

- روس جي صدر ڪوسيجن مصري خان ٻيڻ واري کي ماسڪو اچڻ جي دعوت ڏني هئي. مصري خان ماسڪو ويو هو. هن بالشويڪ ٿيٽر ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو هو. تي لک ماڻهو هئا. جن اٿي بيهي تاڙيون وڄائي مصري خان جمالي کي داد ڏنو هو.
- روس جو صدر خروشچيف ڀارت جي دوري تي آيو هو. تڏهن ڀارت جي وزيراعظم پنڊت جواهر لال نهرو هن کي انب کارايا هئا. ڪامريڊ خروشيف ائين انب چوسيا جو سندس ڪپڙا به انب جي رس سان ڀرجي ويا هئا. پنڊت نهرو کائيندو رهيو...
- سائين جي. ايم. سيد به روس ماسڪو ويو هو. مونکي هن ٻڌايو هو ته مون ريڊ اسڪوائر ڏٺو جتي رهبرِ اعظم ڪامريڊ لينن جو جسد شيشي جي تابوت ۾ رکيل آهي. ائين معلوم ٿيو ٿي ڄڻ ڪامريڊ لينن ننڊ ۾ ستل آهي. شاهه صاحب چيو ته مون ٻه دفعا لينن جي زيارت ڪئي. مون شاهه صاحب کي چيو ته اوهان جا ٻئي جهان موچارا ٿي ويا.

- ميرپورخاص جو مير حاجي شاهه محمد خان ٽالپر ولد هز هائينس مير فتح خان ٽالپر هڪ دفعو مونکي ٻڌايو هو تہ ٻچا نڪاح واري زال گهر جي راڻي آهي. سريت دل جو ٽنب آهي. مير صاحب جي ڄمار هڪ سوَ سال جي هئي تڏهن بہ هن وٽ پوپري جهڙي سريت هئي. ان سان گڏ هندوري ۾ وينو جهولا کائيندو هو. سندس هڪ پوٽو مير سليم خان ٽالپر آهي، جيڪو زميندار بہ آهي ۽ ٽرانسپورٽر بہ آهي. وڏو ملنسار آهي.
- سنڌ جو مشهور ڳائڻو ماسٽر چندر ضلع نوابشاهہ (ڳوٺ ٺارو شاه) جو رهاڪو جواني ۾ خوبصورت جوان هو. شاعر بہ هو. اڪثر پنهنجا ڪلام ڳائيندو هو. هندو ناريون هن تي عاشق هيون. عشق بہ ڪندو هو پوءِ هندو پئنچايتن هن جو بائڪاٽ ڪيو هو. ملڪ جي ورهاڱي بعد ڀارت هليو ويو. بمبئي شهر ۾ ڪافي سال ٿيا فوت ٿي ويو.
- ڪنڊي جي وڻ جي ڄمار بہ وڏي ٿيندي آهي. ڇمبڙ پاسي هڪ ڪنڊي جو وڻ آهي. چون ٿا تہ ان جي ڄمار هزار سال هوندي. حضرت پٽ ڌڻي بہ اتي اچي ان وڻ هيٺ وينو هو. چيلهہ بند وٽ سيد علي اڪبر شاهہ جي اوطاق تي هڪ ڪبڙ جو وڻ آهي. جنهن جي عمر تي سؤ سال آهي. ڪرڙ وڻ جي بہ وڏي ڄمار آهي ٿر ۾ اهڙا ڪرڙ جا وڻ آهن، جيڪي سوَن سالن جا آهن. ٽنڊي ڄامر سوٿهڙن جي پاڙي ۾ هڪ نم جو وڻ آهي جيڪو ٽي سو ورهيہ جو آهي. حضرت پٽ ڌڻي جي مقبري جي ڀر ۾ جيڪو ڪرڙ جو وڻ آهي. سو بہ شاهہ سائين جي ڄمار جو آهي هاڻ سڪي پيو.
- پکين ۾ ڪانگ ۽ ڳجهہ پکي جي ڄمار بہ وڏي ٿئي ٿي.

- دهلي ۾ هڪ اردو جي پروفيسر صاحب ڳالھ ٻڌائي هئي تہ مولوي عبدالحق جيڪو هتي باباءِ اردو سڏيو ويو هو سو غيرشادي شده هو ۽ همہ جنس پرستي ڪندو هو.
- لنواري شريف جو آخري گادي نشين مرحوم پير گل حسن سان منهنجي پراڻي نيازمندي هئي. ڪيتريون ڪچهريون بہ حيدرآباد ۾ ٿيون. مرحوم پڳل سؤنف ڪائڻ جو شوقين هو. وٽس دٻو پريل رکيو هوندو هو. آئون ڪڏهن سچو دٻو ڪائي ويندو هوس. هڪ دفعو مون ڪي بي موسما اعليٰ انب بہ هن ڪارايا ها. جيڪي آفريڪا کان سندس مريد آندا هئا. هن وٽ پليون ڳئون بہ هيون مونکي بہ هن ڳئون باسي هئي پر اوچتو جهان ڇڏي ويو. رب جي رحمت هجيس ٽنگ لوڏ وارو مغرور انسان نہ هو.
- حيدرآباد شهر جو پاڙو جيڪو ٽندو نوڙهو سڏجي ٿو. اتي اصل محمد خان نوڙهو رهندو هو. جيڪو ذات جو ٽالپر هو. هن ڪي مٺي تي وار ڪونہ هئا. ان ڪري نوڙهو سڏيو ويو هو. ٽالپرن جي حڪومت ۾ وزير هو. حيدرآباد جو پاڙو ٽندو ولي محمد آهي. اتي اصل ولي محمد لغاري رهندو هو. اهوپڻ ٽالپرن جي حڪومت ۾ وزير هو.
- ٿر ۾ جيڪو ڏيپلو شهر آهي، چون ٿا تہ اهو شهر هڪ ذات جي ميگھواڙ نالي ڏيپي آباد ڪيو هو. ارباب نيڪ محمد ٻڌايو هو تہ اتي جيڪي ميمڻ آهن سي ڏيپي ميگھواڙ جي خاندان مان آهن.
- عمرڪوٽ پاسي ڇوڙ جو شهر هي. چون ٿا تہ درياءَ سرسوتي اتي اچي ناري ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. ان ڪري ان تي ڇوڙ نالو پئجي ويو.

## منهنجا من پسند ليڊر

منهنجا من پسند ليڊر هي آهن: لوڪ مانيہ تلڪ، شهيد ڀڳت سنگهہ، ڪملا ديوي، چٿو ڀاٽيا، سڀاش چندر بوس، مولانا ابوالڪلام آزاد، سورجني نائيڊو، ارونا آصف علي، ڪامريڊ جوتي باسو، موهن داس ڪرمچند گانڌي، مسٽر ڊانگي، ڪيلاش ناٿو ڪاٽجو، پنڊت جواهر لال نهرو، رفيع احمد قدوائي، ڪامريڊ پورن چند جوشي، افتخار الدين ميان، ڄئہ پرڪاش نارائڻ، سيد سجاد ظهير، ڊاڪٽر ذاڪر حسين، ڊاڪٽر اشرف، ڊاڪٽر حسن محمود، حسن ناصر، تيجا سنگهہ سنتر، بابا ڪڙڪ سنگهہ، جمشيد مهتا، بنارام وڪيل، غيشي شاگرد، سائين جي. ايم. سيد، ڪامريڊ عبدالقادر، سوڀو گيانچندائي، پوهو مل، رئيس بروهي، ڊاڪٽر هاسا رام، سوامي انديو، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، شهيد نذير عباسي، غلام محمد خان پرڳڙي، حفيظ قريشي، مير جعفر خان جمالي، محمد امين خان کوسو، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، مولوي نذير حسين جتوئي، مولوي عزيزالله جروار، مجنو مسم، قاضي فيض محمد، مولوي معاذ، حصرت مولانا عبيدالله سنڌي عليہ رحمت، باقر شاهہ، شمس الدين ابڙو، جمال الدين بخاري، شانتا بخاري، عطر خان ڪولاچي، مير رسول بخش ٽالپر، مير الهہ بخش ٽالپر جهول وارو، عبدالله شهبازي ۽ مولوي عبدالحق رباني.

- حيدرآباد جو ميمڻ پاڙو بہ بازار حسن چڪلي سان گڏ آهي. ميمڻ سيٺ ڪمال الدين جي مرضي ٿي تہ چڪلو هتان هٽائي ٻي هنڌ ڪجي. اهڙو فيصلو ميونسپل ڪميٽي کان پاس ڪرائجي. ٻہ ميمبر ميونسپل جا رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي جا واسطيدار هئا، هڪ ڏهاڙي سيٺ ڪمال الدين ميمڻ، پرڳڙي صاحب وٽ ويو. ڪيس چيائين تہ اسين ميونسپل ۾ ريزوليشن آڻي رهيا آهيون تہ چڪلو هتان هٽي اوهان جا ٻہ ڪي حامي ميمبر آهن، انهن کي چئو تہ تائيد ڪن. پرڳڙي صاحب چيو تہ چڪلو ورهين کان اتي آهي، جي ڪو چڪلي جو شوقين جهڏي کان سنبري نڪري ٿو تہ حيدرآباد وچي چڪلي ۾ عيش ڪريان. هن کي خبر ڪهڙي تہ هتان چڪلو هٽي ويو آهي. سو تہ اوهان جي گهرن ۾ ڪاهي پوندو. ميمڻ ماٺ ڪري هليو ويو. آئون بہ رئيس وٽ وينو هوس.
- پنجاب جي سک بادشاهہ اک کان ڪاڻي رنجيت سنگهہ شاهي مسجد لاهور ۾ گهوڙا ٻڌايا هئا. جي پوءِ انگريزن جي بادشاهہ راڻي وڪٽوريا جي حڪم سان هٽايا ويا هئا. ڪنهن بہ پنجابي مسلمان ان جي خلاف آواز ڪونہ اٿاريو هو. ان مان ثابت آهي تہ پنجابي حاڪم پرست آهن.
- مشرقي پاڪستان ۾ جڏهن پاڪستان خلاف تحريڪ هلي تڏهن ڀارت جي وزيراعظم اندراگانڌي بہ بنگالين جي مدد لاءِ پنهنجي فوج موڪلي هئي. پاڪستان جي فوج جو سربراهہ جنرل نيازي هو جنهن کي ٽائيگر سڏيو ويو هو. سو هندستان جي فوج جي اڳواڻ جنرل اروڙا جي اڳيان پيش پيو هو ۽ ٻہ لک پاڪستاني فوج قيد ٿي وئي. دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ ۾ ٻہ لک فوج ڪڏهن بہ هٿيار ڦٽا ڪونہ ڪيا آهن.

- سنڌ ۾ تنبوري جو جيڪو ساز آهي اهو حضرت عبداللطيف ڀٽائي جي ايجاد آهي.
- ڪوٽڏيجي جو قلعو 1797ع ۾ ٺهيو.
- سنڌي زبان جو شاعر احمد شاهه استاد بخاري 1939ع ۾ ڄائو. 9-آڪٽوبر 1992ع ۾ فوت ٿيو.
- موهن داس ڪرم چند گانڌي 2-آڪٽوبر 1869ع ۾ گجرات جي شهر پوربندر ۾ ڄائو. لنڊن مان بار ايٽ لا جي ڊگري وٺي 10-جون 1891ع ۾ هندوستان آيو.
- هندوستان جو وزيراعظم راجيوَ گانڌي 22-جنوري 1991ع ۾ تامل ناڊو صوبي ۾ بم ڌماڪي ۾ شهيد ٿي ويو.
- سنڌي اديب حسام الدين راشدي 13-جنوري 1911ع ۾ ڄائو هو.
- بري فوج جو سربراهه جنرل ڪرامت 7-آڪٽوبر 1998ع تي استعيفيٰ ڏئي ويو.
- مغل بادشاهه جلال الدين اڪبر 5-آڪٽوبر 1542ع ۾ عمرڪوٽ ۾ ڄائو. سندس امڙ حميده بانو دادو ضلعي جي پاٽ شهر جي هئي.
- ويٽنام جو عظيم رهنما ڪامريڊ هوچي منهه 5-سيپٽمبر 1951ع تي فوت ٿي ويو. سندس جسد خاڪي محفوظ رکيل آهي.
- برصغير جو فلم ساز شوڪت حسين رضوي سال 1914ع ۾ ڄائو هو. اصل ڀارت جو شهر اعظم گڙهه جو هو. 19-آگسٽ 1998ع ۾ لاهور ۾ فوت ٿي ويو. هن جو عشق مشهور فلمي اداڪار جهان آرا ڪجن سان هو. پوءِ هن نورجهان سان شادي ڪئي. هن کي هڪ پٽ اڪبر رضوي ڏي ضلِ هما هئا. پوءِ هن نورجهان کي طلاق ڏئي ڇڏي.

- برصغير جي مشهور ڳائڻ واري شمشاد بيگم 14-آگسٽ 1998ع ۾ بمبئي ۾ گذاري ويئي.
- 6-آگسٽ 1945ع تي آمريڪا جاپان جي ٻن شهرن هيروشيما ناگاساڪي تي ايٽم بم ڪيرايا جنهن ۾ هڪ لک پنجيتاليهه هزار انسان مري ويا. لک لعنتون آمريڪا تي.
- سنڌ ۾ حضرت سچل سرمست جي قبرستانن ۾ ڪيترا هندو سندس عقيدتمند دفن ٿيل آهن، جن ۾ ڪي عورتون بہ آهن. هڪ هندو عورت جو لاش لنڊن مان بہ آڻي اتي دفن ڪيو ويو هو. سبحان الله انهن جا ٻئي جهان موچارا ٿي ويا.
- سک مذهب جو باني حضرت گرو نانڪ رحہ مڪي مڪرمہ بہ ويو هو. هو ڪربلا امام حسين عليہ السلام جي زيارت تي بہ ويو هو.
- هتي ڪيترا مولوي آهن جيڪي پنهنجي نالي سان نوراني نقشبندي، مجددي لکن ٿا. صرف نصرپور جو مولانا عبدالحق هو جيڪو پنهنجي نالي سان رباني لکندو هو. سبحان الله مولانا عبدالحق رباني سدا امر رهي. مون سان بہ سندس وڏو پيار هو. منهنجي گهر بہ ايندو هو. مولانا 19-ڊسمبر 1963ع ۾ فوت ٿيو. آئون آخري رسم ۾ شريڪ ٿيو هئس.
- تاريخ 12-جولاءِ 1937ع تي برطانيہ جي راڻي وڪٽوريا بڪنگهم محل ۾ اچي رهي.
- تاريخ 12-جولاءِ 1912ع ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد پنهنجي اخبار الهلال دهلي مان شايع ڪئي.
- تاريخ 12-جولاءِ 1980ع تي برصغير جي پهرين فلم عالم آرا جو هيرو ماسٽر نثار فوت ٿي ويو.
- 28- مئي 1998ع تي پاڪستان بلوچستان جي چاغي علائقي ۾ ايٽم بم جو ڌماڪو ڪيو.

- 30-مئي 1998ع تي خوجن جي پير يورپ جي هڪ دوشيزه سان بي شادي ڪئي. هن پهرين زال کي طلاق ڏني هئي، جيڪا اٽلي جي هئي.
- تاريخ 25- مئي 1998ع تي ڀارت جو مشهور ميوزڪ ڊائريڪٽر جي ٻه ڇٽا گڏجي ڪم ڪندا هئا. انهن مان لڪشمي لال فوت ٿي ويو. باقي پياري لال آهي.
- تاريخ 21-مئي 1998ع تي انڊونيشيا جي صدر جنرل سوهارتو 37 ورهيه حڪومت ڪرڻ بعد استعفيٰ ڏني. هن 7 لک انسان مارايا هئا.
- تاريخ 13-مئي 1861ع ۾ سنڌ ۾ انگريزن ريل جي پٽڙي ڪراچي کان ڪوٽڙي تائين وڇائي.
- تاريخ 13-مئي 1951ع ۾ برصغير جو آزادي جو مجاهد مولانا حسرت موهاني فوت ٿيو. مون سندس قدم بوسي ڪئي هئي.
- تاريخ 13-مئي 1967ع تي ڀارت جو مسلمان صدر ڊاڪٽر ذاڪر حسين ٿيو. مون دهلي ۾ سندس مزار تي گل رکيا. دعا پڙهي. مون سان منهنجو پٽ غلام رسول گڏ هو.
- تاريخ 9-مئي 1998ع تي هندستان جي فلمي دنيا جو ڳائڻ وارو طلعت محمود فوت ٿي ويو هو. اٺ سؤ گانا ڳايا هئا. 1924ع ۾ ڄائو هو. اصل پير گهر جو هو. هنن جا مريد ٻه هئا. مون 1953ع ۾ بمبئي ۾ ڏٺو هو. ڪيرت ٻاٻاڻي ڏيکاريو هو، خوبصورت هو.
- تاريخ 5-مئي 1760ع تي دنيا جي پهرئين انسان کي ڦاسي لنڊن ۾ آئي. جنهن پنهنجو نوڪر ماريو هو. سندس نالو ارل فيورس هو.
- تاريخ 5-مئي 1818ع ۾ ڪميونزم جو باني حضرت ڪارل مارڪس ڄائو هو. سندس مزار لنڊن ۾ آهي. ڪامريڊ غلام محمد لغاري سندس مزار تي ڦل پڙهيا هئا. اهي نصيب ڪامريڊ جا.

- تاريخ 5-مئي 1809ع تي فرانس جو حڪامر نيپولين بوناپارٽ فوت ٿيو. هن کي زهر ڏنو ويو.
- تاريخ 1-مئي 1886ع تي شڪاگو جي مزدورن اٺ ڪلاڪ ڪمر ڪرڻ جو اعلان ڪيو. پوليس انهن تي گولي هلائي. شهيدن جي خون جي رنگ سان مزدورن جهنڊو ٺاهيو.
- تاريخ 1-مئي 1972ع تي بلوچستان جو پهريون وزيراعليٰ سردار عطاءالله خان مينگل ٿيو.
- تاريخ 1-مئي 1982ع تي سنڌ جو سابق گورنر مير رسول بخش خان ٽالپر ڪراچي ۾ فوت ٿيو. چون ٿا تہ جنرل ضياءَ هن کي هڪ دعوت ۾ ڪاڏي ۾ زهر ڏياريو هو.
- تاريخ 30-اپريل 1030ع تي افغانسان جي محمود غزنوي سومنات مندر کي ڦري ڪروڙن جو خزانو ڪٽي ويو.
- تاريخ 30- اپريل 1945ع تي جرمني جو ڊڪٽيٽر هٽلر مري ويو. هن خودڪشي ڪئي هئي.
- تاريخ 30-اپريل 1962ع تي نامور شاعر فيض احمد فيض کي روس طرفان اعليٰ اعزاز لينن پرائيز مليو.
- تاريخ 22-اپريل 1589ع تي مغل بادشاهہ اڪبر جو نورتن راڳ جو ماهر تانسين فوت ٿيو. سندس نالو ترلوچن داسر هو.
- تاريخ 22-اپريل 571ع تي نبي محمد صلعم ڄائو.
- تاريخ 22-اپريل 1870ع تي ڪامريڊ لينن ڄائو.
- تاريخ 22-اپريل 1904ع تي ايٽمر بمر ٺاهڻ وارو نالي رابرٽ اومپن هيمر آمريڪا ۾ ڄائو هو.
- تاريخ 18-اپريل 1612ع تي مغل بادشاه شاهجهان جي شادي ممتاز محل سان ٿي.

- تاريخ 18- اپريل 1648ع تي دهلي جي لال قلعي جي تعمير مغل بادشاهہ شاهجهان شروع ڪئي. تاج محل مون پٽ غلام رسول سان 1986ع ۾ ڏٺي.
- تاريخ 18-اپريل 1918ع تي محمد علي جناح جي شادي هڪ پارسي عورت رتني بائي سان ٿي. ڪنهن بہ مسلمان نڪاح ڪونہ پڙهيو.
- تاريخ 13-اپريل 1885ع تي شهيد ڀڳت ڪنور رام ڄائو هو. تاريخ 2-نومبر 1939ع تي رڪ ريلوي اسٽيشن تي ريل گاڏي ۾ پرچوندي جي پير جي مريد جان محمد جلباڻي ڪيس بندوق جو فائر ڪري شهيد ڪيو.
- تاريخ 13-اپريل 1987ع تي نامور قانوندان محمود علي قصوري صاحب لاهور ۾ فوت ٿيو. جنهن 1973ع وارو آئين ناهيو هو. منهنجي هن سان نيازمندي هئي.
- تاريخ 13-اپريل 1892ع تي ريڊار ٺاهڻ وارو سر واشن واٽ ڄائو جيڪو انگريز هو.
- تاريخ 15-اپريل 1885ع تي جرمن عالم ارنيسٽ ٽرمپ فوت ٿيو. هن صاحب پهريون دفعو شاهہ لطيف جو رسالو مرتب ڪيو هو.
- تاريخ 15-اپريل 1987ع تي مير علي احمد خان ٽالپر جيڪو ضياءَ جو وزير دفاع بہ ٿيو هو. لنڊن ۾ فوت ٿيو. سندس جنازي نماز ۾ ملعون جنرل ضياءَ ۽ جي. ايم. سيد بہ آيا هئا. آئون ۽ مولوي عبدالحق رباني بہ نماز لاءِ آيا هئاسون. مولانا رباني فرمايو هو تہ ملعون ضياءَ آهي ان ڪري پاڻ جنازي نماز ۾ شامل نہ ٿيو، پوءِ مولوي صاحب دعا گهري ڇڏي.
- تاريخ 12-مارچ 1236ع تي مشهور بزرگ حضرت معين الدين چشتي اجمير هندوستان ۾ فوت ٿيو. سال 1988ع تي مون ۽ منهنجي پٽ غلام رسول خان سندس زيارت ڪئي.

- 12-مارچ 1735ع تي مغل بادشاھ شهاب الدين شاهجهان تخت تي وينو. هن دهلي جو شهر آباد ڪيو. هن پنهنجي راڻي تي تاج محل تعمير ڪرايو پاڻ بہ اتي دفن آهي.
- 12-مارچ 1889ع ۾ فرانس جو مشهور ايفل ٽاور ٺهيو.
- تاريخ 14-مارچ 1883ع تي ڪميونزم جو باني حضرت ڪارل مارڪس لندن ۾ فوت ٿيو.
- تاريخ 14-مارچ 1987ع تي سنڌ جي معروف شخصيت اديب ڪالم نگار، پير علي محمد راشدي فوت ٿيو. مرحوم سنڌ سرڪار توڙي مرڪز ۾ وزير رهيو. حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن جو هن افتتاح ڪيو هو. منهنجي بہ هن سان پراڻي نيازمندي هئي. هي چين ۾ بہ پاڪستان جو سفير هو. آئون هن کي پن جون ٻيڙيون پارسل ڪري موڪليندو هوس. مون وٽ هن جا خط بہ آهن.
- تاريخ 10-مارچ 1739ع ۾ ايران جي جابر بادشاھ دهلي ۾ قتل عام ڪرايو.
- تاريخ 10-مارچ 1873ع تي امام انقلاب مولانا عبيدالله سُنڌي رحہ سيالڪوٽ ۾ ڄائو. پاڻ سک مذهب جي خاندان مان هو.
- تاريخ 10-مارچ 1924ع تي برصغير جو عظيم ليڊر رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي حيدرآباد ۾ فوت ٿيو. کيس سندس ڳوٺ ديناڻ ۾ دفن ڪيو ويو.
- تاريخ 10-مارچ 1801ع ۾ برطانيہ ۾ پهريون دفعو آدمشماري ٿي.
- تاريخ 8-مارچ 1892ع تي افغانستان جو انقلاب ليڊر سيد جمال الدين افغاني فوت ٿي ويو ترڪي ۾.
- تاريخ 8-مارچ 1921ع برصغير جو اردو هندي جو شاعر ساحر لڌيانوي ڄائو هو. سندس نالو عبدالوحيد هو. آخر ۾ پارت بمبئي

شهر ۾ رهندو هو. هن جا ڪيترن فلمن جا گانا لکيل آهن جي محمد رفيع ۽ لتا منگيشڪر جا ڳايل آهن، لاجواب آهن.

- تاريخ 8-مارچ 1971ع تي انگريز جو وڏو فوجي اعزاز وڪٽوريا ڪراس حاصل ڪرڻ وارو سپاهي خداداد خان فوت ٿي ويو.
- تاريخ 8-مارچ 1971ع تي برصغير جو نامور مشهور ناول نگار ڪرشن چندر شهر پونا (ڀارت) ۾ فوت ٿي ويو.
- تاريخ 8-مارچ 1858ع تي آخري مغل بادشاهه بهادر شاهه ظفر کي انگريزن برما جي شهر رنگون ۾ قيد ڪيو، اتي مري ويو. اردو جو به شاعر هو.
- تاريخ 8-مارچ 1911ع تي اردو جو اعليٰ شاعر فيض احمد فيض ڄائو هو.
- تاريخ 8-مارچ 1934ع تي دنيا جو پهريون خلاباز يوري گاگرن ڄائو. هو روس جو هو. ڀارت آيو هو، ان وقت جي وزيراعظم پنڊت جواهر لال سنڌس ڌي اندرا گانڌي هن جو استقبال ڪيو هو.
- تاريخ 4-مارچ 1992ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ ڄام صادق علي ڪراچي ۾ فوت ٿي ويو. مون سان هن جي ياري هئي. آئون هن جي جنازي نماز ۾ شريڪ ٿيو هوس.
- تاريخ 4-مارچ 1968ع تي حافظ اسد شام جو صدر ٿيو. بيحد خوبصورت ۽ بهادر هو.
- تاريخ 2-مارچ 1931ع تي روس جو صدر ڪميونسٽ ڪامريڊ گورباچوف ڄائو هو.
- تاريخ 2-مارچ 1954ع تي پهريون غير ملڪي ايران جو بادشاه رضا شاهه پاڪستان آيو هو.

- تاريخ 2-مارچ 1954ع تي برصغير جي خاتون ليڊر بلبلِ هند سروجني نائيڊو فوت ٿي ان وقت صوبہ اتر پرديش جي گورنر هئي. هي حيدرآباد دکن جي هئي.
- تاريخ 2-مارچ 1924ع ۾ ترڪي جي خليفي عبدالمجيد جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري اتا ترڪ مصطفيٰ ڪمال حڪومت تي قبضو ڪيو. سندس مقبرو انقره شهر ۾ آهي. مون ۽ منهنجي پٽ غلام رسول خان سال 1980ع تي سندس مقبري تي حاضري ڀري ۽ گل رکيا هئا.
- تاريخ 1-مارچ 625ع تي حضرت علي عليہ السلام جو وڏو پٽ امام حسن ڄائو هو.
- تاريخ 22-فيبروري 1958ع تي برصغير جو اعليٰ ليڊر عالم دين حضرت مولانا آزاد فوت ٿيو هو. ان وقت ڀارت جو وزير تعليم هو. مون سندس هٿ بہ چميا هئا.
- تاريخ 22-فيبروري 1962ع تي اردو جو وڏو شاعر جوش مليح آبادي اسلام آباد ۾ فوت ٿي ويو.
- تاريخ 18-فيبروتر 1977ع تي ٽنڊوڄام زرعي يونيورسٽي قائم ٿي.
- تاريخ 18-فيبروري 1955ع تي اردو جو افسانہ نگار سعادت حسن منٽو لاهور ۾ فوت ٿيو.
- تاريخ 19-فيبروري 1275ع تي سيوهڻ وارو قلندر فوت ٿيو. سندس نالو عثمان آهي.
- تاريخ 19-فيبروري 1689ع تي پشتو زبان جو شاعر خوشحال خان خٽڪ فوت ٿيو.
- تاريخ 12-فيبروري 610ع تي نبي حضرت محمد صلعم تي پهريون وحي ٿيو. ملائڪ جبرئيل رب پاڪ جو پيغام هن کي ڏنو.

- تاريخ 12-فيبروري 1809ع تي آمريڪا جو اڳوان صدر ابراهم لنڪن ڄائو هو.
- تاريخ 12- فيبروري 1809ع تي چارلس ڊارو ڄائو هو. جنهن چيو هو تہ انسان جي ارتقا پولڙي مان ٿي.
- تريخ 13-فيبروري 1835ع تي قادياني فرقي جو اڳواڻ مرزا غلام محمد ڄائو هو.
- ايران ملڪ جو اصل نالو فارس آهي.
- دنيا جو وڏو درياءَ نيل مصر ۾ آهي.
- سنڌو درياءَ جي ڊيگهہ 1700 ميل آهي.
- تاريخ 10-فيبروري 1266ع تي غياث الدين بلبن هندستان جو بادشاهہ ٿيو.
- تاريخ 10-فيبروري 1712ع تي برصغير انقلابي عالم شاهہ ولي الله دهلي ۾ ڄائو.
- تاريخ 11-فيبروري 1979ع تي ايران ۾ انقلاب آيو جنهن جو قائد امام خميني هو. باداهہ رضا شاهہ ملڪ مان فرار ٿي وڃّي آمريڪا پهتو، اتي مري ويو.
- تاريخ 12-فيبروري 1932ع تي ٽنڊوباگو جو خان بهادر مير غلام محمد خان ٽالپر فوت ٿيو، جنهن اتي هاءِ اسڪول قائم ڪيو. ماڻهو ڪيس لاڙ جي علم جو ابو سڏين ٿا. هن ڪي اتي جي هڪ مير خدا بخش جنهن کيّ مير لانبت سڏبو هو، تنهن زهر ڏياري شهيد ڪرايو هو. مير لانبت تي لک لعنتون.
- تاريخ 10-فيبروري 1840ع تي انگريزن جي راڻي وڪٽوريا پنهنجي سوٽ البرٽ سان شادي ڪئي.

- تاريخ 6-فيبروري 1804ع تي آڪسيجن گيس ڳولڻ وارو فوت ٿيو.
- تاريخ 6-فيبروري 1952ع تي هن وقت جي برطانيہ جي راڻي ابلزبيت تخت تي ويٺي پنهنجي پيءُ بادشاهہ جارج ڇهين جي فوت ٿي وڃڻ تي. هن کي پُٽ ڪونہ هو.
- تاريخ 4-فيبروري 1947ع تي ملڪ جو نامور سياستدان ميان افتخار الدين لاهور مان انگريزي اخبار پاڪستان ٽائمز شايع ڪئي، جنهن جو ايڊيٽر جناب فيض احمد فيض هو.
- تاريخ 2-فيبروري 1814ع تي انگريزن ڪلڪتي شهر ۾ ميوزم قائم ڪيو، جنهن ۾ لارڊ ڪلائيو جا ڪپڙا بہ رکيل آهن. مون ۽ منهنجي پٽ غلام رسول خان سال 1988ع تي اهو ميوزم ڏٺو. منهنجو جگري دوست ڪامريڊ گلاب گڏ هو.
- تاريخ 2-فيبروري 1943ع تي جرمن فوج روس جي شهر اسٽالن گراد ۾ روسين اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا.
- تاريخ 2-فيبروري 1914ع تي اردو جو مزاحيہ اديب شوڪت ٿانوي ڄائو هو.
- تاريخ 2-فيبروري 1989ع تي روسي فوج افغانستان مان نڪري وئي.
- تاريخ 2-فيبروري 1890ع تي انگريزن لاهور ۾ ميوزم قائم ڪيو.
- تاريخ 2-فيبروري 1970ع تي انگريز اديب فلاسفر برٽرينڊ رسل فوت ٿيو.
- تاريخ 29-جنوري 1856ع تي انگريز راڻي وڪٽوريا فوجي اعزاز وڪٽوريا ڪراس ايجاد ڪيو.
- تاريخ 29-فيبروري 1926ع تي پاڪستان جو ايٽمي سائنسدان ڊاڪٽر عبدالسلام ڄائو هو. هن کي نوبل پرائيز مليو. هن جو تعلق قادياني فرقي سان هو.

- تاريخ 29-جنوري 1972ع تي ڪلڪتي شهر ۾ بنگالي ٻولي جو باغي شاعر قاضي نذرالاسلام فوت ٿي ويو. هن کي اولاد ڪونہ هو. مون وٽ هن جي تصوير گهر ۾ آهي.
- تاريخ 30-جنوري 1948ع تي دهلي ۾ هڪ مرهٽي نٿو رام گوڊسي مهاتما گانڌي کي گوليون هڻي شهيد ڪري ڇڏيو.
- تاريخ 23-جنوري 1908ع تي پهرين تار سامونڊي رستي لنڊن کان هندستان پهتي. مفاصلو ست هزار ميل هو.
- تاريخ 23-جنوري 1950ع تي ڀارت جو پهريون صدر ڊاڪٽر راجندر پرشاد فوت ٿيو.
- روسي انقلاب جو قائد ڪامريڊ لينن 2-جنوري 1924ع ۾ فوت ٿيو.
- سنڌ جي سپوت شهيد هيمون ڪالاڻي کي انگريزن سکر جيل ۾ 21-جنوري 1943ع تي ڦاسي ڏني.
- امام الهند حضرت مولانا ابوالڪلام آزاد جڏهن هن فاني جهان مان موڪلائي ويو، تڏهن وزيراعظم هندستان پنڊت جواهر لال نهرو، پيرن اگهاڙو ميت جي قافلي سان گڏ هو. جڏهن ميت کي هيٺ لحد ۾ لاهڻ جو وقت آيو تڏهن پنڊت نهرو چيو تہ آئون ميت کي اندر لاهڻ چاهيان ٿو. حضرت مولانا مفتي ڪفايت الله بہ موجود هو. تنهن پنڊت صاحب کي چيو تہ اوهان جو ميت کي لاهڻ نيڪ نہ آهي. رجعت پرست ملان پوءِ چوندا تہ هڪ هندو مولانا جي ميت کي هٿ لاتو. پوءِ پنڊت خاموش هڪ پاسي ٿي بيٺو زارو زار پٽي رنو.
- رهبر سنڌ سائين جي. ايم. سيد جي خاندان ۾ ڪوبہ شيعا فرقي جو ڪونہ هو. سندس وڏو فرزند امير حيدر شاهہ شيعا فرقي ۾ شامل ٿيو، جنهن امام بارگاهہ قائم ڪئي ۽ مجلسون بہ ڪرائڻ شروع ڪيون.

- سنڌ جي عظيم چترڪار ع.ق شيخ جي مزار حيدرآباد ۾ بابن شاهہ قبرستان ۾ آهي:
- سنڌ جي هندو برادري وارن سنڌي اخبارون شايع ڪيون هيونِ سي هن ريت آهن:

- روزانہ اخبار ماتريومي سال 1927ع
- روزانہ هندو جاتي 1927ع
- روزانہ سنسار سماچار 1928ع
- روزانہ قرباني 1937ع
- روزانہ هندوستان 1946ع

## هفتيوار اخبارون:

- سنڌ واسي 1914ع
- هندو واسي 1916ع
- سنڌ سماچار 1917ع
- استوڊنٽ هيرالڊ 1924ع
- ڪيسري 1924ع
- هندو جاتي 1933ع
- هندو 1934ع
- هندو جاتي 1933ع
- سنڌڙي 1939ع

## ماهوار:

- پرچار پترڪ 1901ع
- سنڌي ساهت 1914ع
- سوڪڙي 1917ع
- ناري ڌرم 1917ع
- سندر ساهتا 1925ع
- سرسوتي ساهتا 1926ع
- گيان 1926ع
- گلستان 1936ع
- لڪل خزانو 1941ع
- رتن 1934ع
- مڪڙي 1935ع

## صحافي ڪجھ هي آهن:

چيٺ مل پرسرام، مولچند ناڪو مل، پارومل ڪيولراماڻي.

- انگريزن جي حڪومت ۾ حيدآباد ۾ حيدرآباد کان احمدآباد ۽ جوڌپور ڏي جيڪا ريل هئي، اها جوڌپور ريلوي وئي. جيڪا جوڌپور اسٽيٽ جي هئي. منهنجي ڳوٺ ٽنڊوڄام کان جوڌپور جو ريل جو ڀاڙو اٺ روپيہ هو. ڪڏهن ڪڏهن اسين ٻہ ڄام دوست گڏجي جوڌپور گهمڻ ويندا هئاسون. اسانجي عمر ننڍي هئي.ان

ڪري اڌ پاڙو هوندو هو. لنڊو صبح ڪان شام جو 4 بجي بمبئي ميل هلندو هو. ان ۾ سوار ٿيو هو. صبح جو 9 بجي جوڌپور پهچبو هو. سڄو ڏينهن شهر جو چڪر ڏبو هو. مارواڙي مٺائي لذيذ پوريون ڪائي سئنيما جو مٺتني شو ڏسي 8 بجي شام وري ريل ۾ سوار ٿي صبح جو سوير ٽنڊوڄام پهچي وڃبو هو. هاءِ هاءِ اهو زمانو ياد اچي ٿو ته اکين مان نير وهيو پوي.

- نئين سال 2001ع جو اقوام متحده جو اجلاس نيو يارڪ ۾ ٿيو جن ۾ ڪيترن ملڪن مان ليڊر شريڪ ٿيا. پاڪستان جو فوجي حڪمران جنرل پرويز مشرف شريڪ ٿيو. ڪيوبا جي نامور صدر فيڊرل ڪاسترو، آمريڪا ۽ ان جي دلالن جي پت ڌوئي ڇڏي.
- 27- آگسٽ 2000ع تي حيدرآباد سنڌ ميوزم ۾ ڪتاب ”موچارا منهن ڪارا منهن“ جو مهورت ٿيو. جنهن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي. شريڪ ٿيندڙ علي بابا، ادريس خان جتوئي، عنايت الله خان هيسباڻي، ڄام ساقي، سيد امداد محمد شاهه، روچيرام وڪيل، منشي ابراهيم، ڪپري جو دوست حاجي شمس الدين هنگورجو، ڊوري ناري مان ميان عبدالخالق ولهاري، پروانو پٽي، حاجي غلام محمد مگريو هئا. ڪم ڪار ۾ مهمانن جو آڌرڀاءُ مير غلام رسول خان ٽالپر ڪيو.
- مسٽر ونسٽن چرچل انگريزن جو ٻه ڀيرا وزيراعظم ٿيو هو. آخري واري عرصي ۾ هن ڪي ويسارو ٿي ويو. هڪ سرڪاري فائيل هن ڪنهن هنڌ رکيو هو. اهو هنڪي وسري ويو. پوءِ هن وڃي تخت جي راڻي وٽ استعفيٰ ڏني. هتي ڪنهن ٻه ڪرسي نه ڇڏي. ڪي ڦاهي چڙهيا، ڪن کي فوج ڌڪو ڏئي ڪڍيو.
- منهنجو هڪ ملڻ وارو لاهور ويو هو پوءِ اتي هيرامنڊي جو سير ٻه ڪرڻ ويو هو. ان چيو ته آئون هڪڙي جي ڪوٺي تي عيش ڪرڻ

لاءِ ويس جنهن پلنگ تي هو هلي ليٽي ان جي سيراندي کان مسٽر جناح جي تصوير لڳل هئي. ان تي گلن جو هار پيل هو. ڪي ملن جون لکيل دعائون بہ فريم ۾ لڳل. ان لاءِ هن لال پري چيو تہ اهي رزق جي برڪت لاءِ آهن.

- سنڌ جي نامور شاعر سرويچ سجاولي پنهنجي پريس بيان ۾ چيو هو تہ مائي بينظير مون کي ۽ ڪامريڊ مير محمد ٽالپر کي بليڪ لسٽ ڪرايو هو.
- سنڌ جي مايہ ناز شاعر ڊاڪٽر تنوير عباسي مرڻ بعد پنهنجون اکيون خيرات ۾ ڏئي ويو هو. اهڙي سخا هن صدي ۾ سنڌ جي ٻي ڪنهن اديب شاعر قومپرست ليڊر بہ ڪانہ ڪئي. آئون ڊاڪٽر تنوير عباسي کي هن صدي جو حاتم طائي چوندس.
- سانگهڙ جي دلبر خان نظاماڻي جي قبر تي جيڪو قبو اڏيل آهي اهو جناح جي قبي جهڙو آهي.
- شهيد عبدالرحيم گرهوڙي جي درگاهہ تي جيڪو مسافر خانو آهي اهو مرحوم حاجي محمد ابراهيم هنگورجي رني ڪوٽ جي زميندار جي ڪوشش سان ٺهيل آهي. مرحوم پاڪستان جو سينيٽر هو. ان مان جيڪا رقم ملي سا هن مسافر خاني تي خرچ ڪئي. مرحوم وڏو يار ويس انسان هو رب جي رحمت هجيس.
- عمرڪوٽ جي راڻي چندر سنگهہ جو والد راڻو ارجن سنگهہ هندو جي هٽ جي ٺهيل ماني ڪونہ کائيندو هو. چو تہ هندو وياج خور آهن.ر اٽي ارجن سنگهہ جو بورچي مسلمان هو جنهن کي خان صاحب سڏيندوهو. راڻي چندر سنگهہ جا ناناڻا جيپور اسٽيٽ جا شاهي گهراڻي جا آهن. سندس مامون انگريز جي حڪومت ۾ فوج ۾ جنرل هو. جنرل ضياءَ بہ ان وٽ ماتحت رهيو هو.
- آمريڪي صدر روز ويلٽ ڪتي جا ننڍا گلر کائيندو هو.

- سعودي حڪومت جو باني عبدالعزيز بن سعود اُٺ جي پڪل گوشت جي سڄي ٽنگ کائيندو هو. سندس زالون ٻه سؤ هيون.
- ملعون جنرل ضياءَ جي صاحبي ۾ مونکي حيدرآباد سينٽرل جيل موڪليو ويو هو. اتي ڪيترا قومپرست ڪارڪن ٻه جيل ۾ هئا. انهن ۾ عنايت علي هيسباڻي ٻه هو. ان منهنجي ڏاڍي خدمت ڪئي هئي. عنايت الله هيسباڻي هن وقت سرڪاري نوڪري ۾ آهي. مون وٽ ايندو ٻه آهي. رب ڪيس وڏي ڄمار عطا ڪري.
- سنڌ جو مشهور ملهه شير ميربحر وڏو جوئاري ٻه هو. جوئا جو خاص قسم نوسرباز آهي. ان جو شير ميربحر وڏو ڄاڻو هو. ٽنڊي ڄام جي مير غلام عباس ٽالپر کان هن جوئا ۾ ٻه لک روپيا کٽيا هئا.
- رئيس غلام محمد خان پرڳڙي جي ننڍي ڀاءُ رئيس جان محمد خان پرڳڙي جي والده راجپوت هئي. ڇاڇري جي ٺڪر اڪجي جي ڌيءَ هئي. اڪجي سنڌ اسيمبلي جو ميمبر ٻه هو. ان جو پوٽو لڇمڻ سنگهه ٻه سنڌ اسيمبلي جو ميمبر هو.
- افغانستان ۾ انقلاب ڪامريڊ نور محمد تراڪي آندو هو. ڪامريڊ تراڪي ميٽرڪ پاس هو. بمبئي شهر ۾ هڪ افغاني فروٽ جي واپاري وٽ منشي هو.
- باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جو وڏو فرزند مرحوم غلام مصطفيٰ ڏگهڙي ۾ ڄائو هو. ان وقت ڪامريڊ اتي مختيارڪار هو. سندس ٻيو نمبر فرزند مظهر علي گهوٽڪي ۾ڄائو هو. باباءِ سنڌ اتي مختيارڪار هو. باباءِ سنڌ جو فرزند مرحوم دادن خان ڊاڪٽر حاتم ننڍو پٽ غلام مرتضيٰ حيدرآباد ۾ ڄاوا آهن. باباءِ سنڌ کي نياڻي ڪانه هئي.
- ڏوري ناري جي زميندار حاجي خان محمد مگرئي جو انتقال سج لٿي جي نماز ۾ سجدي ۾ ٿيوهو. گهٽو ڪري وڏيرن جو موت

ڪبوترين ۽ چڪلي وارن جي دروازي تي ٿيندو آهي. حاجي خان محمد فجر نماز بعد روزانو ڳوٺ جي ٻارن کي قرآن پاڪ جو سبق به ڏيندو هو. مسافرن کي ماني به کارائيندو هو. آئون سندس جنازي نماز ۾ شريڪ ٿيو هوس. رب ڪيس جنت ۾ جايون ڏيندو.

- آئون يونين ڪائونسل غلام نبي شاهه ۾ ميمبري جيُ اليڪشن ۾ اميدوار بيٺو هوس. پولنگ فرش موري تي هئي. مون اها اليڪشن کٽي هئي. مرحوم ترڪي مگرٺي مونکي پنهنجي ڪلهي تي کڻي به ميل پنڌ ڪري ڊوري ناري آندو هو. سندس احسان وسارڻ جهڙو ڪونهي. سندس پاءُ ۽ پٽ منگهن به منهنجي عزت ڪن ٿا. رب ڪين خوش رکي.
- جنرل ايوب خان اسلام آباد شهر جي نالي لاءِ ماڻهن کان تجويز ورتي هئي. پاڪستان جي گادي جي شهر جو ڪهڙو نالو رکجي؟ ان وقت لاهور هاءِ ڪورٽ جو جج جسٽس رستم ڪياني هو تنهن هي نالو شهر لاءِ تجويز ڪيو هو: ٽندو مولوي گلشير خان ڪولو.
- نواب امير محمد خان ڪالاباغ مغربي پاڪستان جو گورنر هو. هن انگريزي لباس ڪونه پاتو. قلي وارو پٽڪو شيرواني سندس لباس رعب دار سندس شهپر هئا. هن پنهنجي اولاد کي گونر هائوس ۾ اچڻ ڪونه ڏنو. انوقت مرحوم ڀٽو وزير خارجه هو. اهو هڪ رات گورنر هائوس ۾ رهيو هو. رات جو ڀٽي مرحوم پنهنجي ڪمري ۾ وسڪي پيو رهيو هو. اها خبر نواب ڪالاباغ کي پئي سو ڀٽي جي ڪمري ۾ آيو. ڀٽي کي بوتل سوڌو ڌڪي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو.
- هڪ دفعي آئون ميرپورخاص جو مير آچن مرحوم، وڪيل روچيرام ۽ مولانا عوامي محمد يعقوب هاليپوٽو سامري جو هڪ وڏي سرهندي پير وٽ وياسون. پير صاحب ڏاڙهي کي به سير ميندي مکيو وينو هو. روچيرام پير جي ڏاڙهي ۾ اک وجهيو وينو هو.

مولانا عوامي ڪن ۾ روچيرام کي چيو تہ توکي شڪ آهي پير جي ڏاڙهي ۾ تهري يت آهي اها پير جي ڏاڙهي آهي اجايو نہ نهار.

- حيدرآباد ۾ ستي مئجسٽريٽ نالي عبدالغفار جکراڻي هو. ڪنهن ڪيس ۾ مير رسول بخش خان ٽالپر ان ڪورٽ ۾ ويو. جکراڻي مير صاحب کي چيو تہ تون بشني آهين. مير صاحب پير مان پادر لاهي مئجسٽريٽ جکراڻي جي منهن تي وهائي ڪڍيو.
- سنڌ ۾ هي اولياءَ آهن جن جو اولاد ڪونهي پيا گادين تي قابض آهن:

- حضرت شهيد مخدوم بلاول جو اولاد ڪونهي. گادي نشين ڪير بہ ڪونهي. ڀاري بردار فقير رمضان وينو آهي. منهنجو يار آهي.
- سيوهڻ جي عثمان قلندر جو اولاد ڪونهي. اتي هڪڙا سيد سڏايو قبضو ڄمايو وينا ڪجهہ سال ٿيا آهن اتي هڪ پناڻ اچي ديرو ڄمايو آهي. اهو چئي ٿو تہ آئون قلندر جي اولاد مان آهيان. هن جي وڏي تماڙ بلڊنگ آهي. وڏو لنگر خانو آهي، جتي سوين ماڻهو ماني کائين ٿا. چرس ۽ هيروئن بہ موالين کي ملي ٿي. باقي سيا.ن جي اوطاقن تي سچ لڳي پئي آهي. البت صبح ۽ شام ڀنگ گهوٽجي ٿي، ان مان گهاٽي ڀنگ سيد پيئن ٿا، باقي پاڻي جهڙي ڀنگ ڪنهن آيل کي ملي ٿي. ماني جو آسرو ڪونهي.
- حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو اولاد ڪونهي. اتي ڪي سيد سڏائڻ وارا گادي وارا ٿيا وينا آهن. انهن جو لنگرخانو ڪونهي. انهن مان گهڻا ڀنگ چرس جا موالي آهن. خدا انهن نياڳن جو منهن نہ ڏيکاري. جيئي سهڻو لطيف.
- شهيد عبدالرحيم گرهوڙي جو اولاد ڪونهي. اتي بہ ڪي ڳاڙها سيد قبضو ڪيو وينا آهن. لنگرخانو ڪونهي.

- سنڌ جو مقبول اديب ڪيرت ٻاٻاڻي ڀارت هليو ويو. هي اتان انگريزي ۾ "سنڌ رائيز" ماهوار اخبار ڪڍي ٿو ۽ سنڌي زبان ۾ سنڌ سجاڳ ماهوار اخبار ڪڍي ٿو. دهلي مان ڊاڪٽر گهنشام پرڪاش ماهوار رسالو سنڌي زبان ۾ سنڌين جو سنسار نالي ڪڍي ٿو.
- سال 2001ع ۾ پاڪستان جي فوجي حڪام جنرل پرويز مشرف بلدياتي اليڪشن ڪرايا مون ان ۾ ووٽ ڪونہ ڏنو. ڇو تہ اميدوار بي ضمير هئا ڇو تہ ووٽ ضمير جو سودو آهي.
- هتي انگريز جي دور ۾ ٽنڊي ڄام ريلوي اسٽيشن تي منهنجي بابي سائين جو دوست نالي محمد نبي اسٽيشن ماسٽر هو. آئون ان وٽ شام جو اردو پڙهڻ ويندو هئس. هڪ دفعو هن مونکي چماٽ لڳائي. آئون روئڻ لڳس. پوءِ پاڻ بہ روئڻ لڳو هو. اهڙا انسان ڪٿي پاڪستان ٺهڻ بعد گذاري ويو. رب کيس جنت ۾ جاءِ ڏي.
- مونکي ڪراچي ۾ محترم قاضي مجتبيٰ مرحوم بيگم عطيہ فيضي ڏيکاي هئي، جيڪا پوڙهي جهور هئي. هن شبلي نعماني سان عشق ڪيو هو. سندس نقش نگار پيري ۾ بہ ڪشش وارا هئا.
- سال 2000ع ۾ پنجاب سنڌ جو پاڻي بند ڪري ڇڏيو. درياءُ سنڌ سڪي ويو. سنڌ ۾ ڪارو ڏڪار پئجي ويو.
- موري جو بزرگ رئيس غلام رسول خان جتوئي سنڌ جي ماهر استاد حاجي خان خواجہ کي ڪراچي وٺي ويو هو. رئيس پَٽ تي ستو هو. خواجہ صاحب کي پنهنجي کٽ تي سمهاريو هو. اڳي اهڙا رئيس هئا. هاڻ وارا رئيس تہ ڪبوترين حوالي آهن.
- ايم آر ڊي جي تحريڪ وقت ٺٽي جي محمد خان سومري کي هڪ فوجي اهلڪار گهرائي چيو تہ تون ڪابہ سياسي چرپر نہ ڪر نہ تہ توکي آئون ڦٽڪن جي سزا ڏيندس. محمد خان سومري ان فوجي کي چيو تہ تون پلي مونکي ڦٽڪا لڳا. آئون ذات جو سومرو آهيان

منهنجي قوم رياست ڪڇ ۽ گجرات ۾ آهي. اهي لکن جي تعداد ۾ پهچي ويندا. پوءِ تون ڇا ڪندين؟ فوجي آفيسر خاموش ٿي ويو. بعد ۾ محمد خان سومري کي گرفتار ڪري خيرپور جيل موڪليو. محمد خان سومري جو والد مرحوم محمد عثمان سومرو به وڏو بهادر انسان هو جنهن اهڙو پٽ ڄائو.

- سنڌ مان به ڪيترا فلمي اداڪار هئا جي هي آهن: حيدرآباد جا مسٽر گوپ پڏو آڏواڻي، مسٽر يعقوب شڪارپور جو عبدالله شاهه جيڪو منشي ڏارچند جي نالي هو. هري شوداساڻي، پلي بيڪ سنگر س. ايچ. آتما، پهرين سنڌي فلم ايڪتا جو هيرو ماتلي وارو رئيس ڪريم بخش نظاماڻي هو.
- مير بنده علي خان ٽالپر لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ هو. مير صاحب ڪار رستي ڳوٺ ٽنڊوغلام علي وڃي رهيو هو. رستي تي هڪ همراهه هٿ ڏئي گاڏي روڪرائي. مير صاحبا ن همراهه کان پڇيو ته تون ڪير آهين؟ هن چيو ته آئون رستي جو سرويئر آهيان. هتي فلاڻو بيلدار ڪم ڪونه ٿو ڪري ان کي ڪڍي پيو بيلدار رکان. مير صاحب سيڪريٽري کي چيو ته هن سرويئر کي نوڪري مان ڪڍجي، نوٽ ڪري ڇڏي. سرويئر سهڪي پي ڏينهن ٽنڊو غلام علي مير صاحب پهتو. پيرن ۾ ڪري پيو. مونکي نه ڪڍو. مير صاحب پڇيو ته بيلدار جو پگهار گهڻو؟ هن چيو ته اٺ روپيه. مير صاحب چيس تنهنجو پگهار ڇا آهي؟ هن چيو ته اناويهه روپيا. مير صاحب جواب ۾ چيو ته تون ڪوبه ڪم ڪار ڪونه ڪرين. بيلدار اٺن روپين وارو ڪڏهن مڙئي رستي تي ڇٽڪار به ڪري ڪڏ ڪوبي ۾ مٽي به وجهي ٿو. سرويئر کي مير صاحب معافي ڏني. ڪيس ڇيائين ته وري ڪڏهن به بيلدار کي نوڪري ڪڍڻ لاءِ نه ڇئجان.

- ضياءَ جي شروع واري مارشل لا جي دور ۾ سانگهڙ ۾ هڪ ڪئپٽن ڦري ماري ڪري اٽڪل چاليهه لک ڪن ميڙيا. چون ٿا تہ رات جو ٽيبل تي نوٽ پکيڙي انهن تي هٿ ڦيري وڏا ٽهڪ ڏيندو هو. آخر چريو ٿي پيو. پنجاب مان سندس مائٽ آيا. سي هن کي رسن سان ٻڌي نوٽن جون ٻوريون ڀري هن کي پنجاب وٺي ويا.
- ضياءَ جي مارشل لا ۾ حيدرآباد ۾ سعيدالدين قاضي الله بخش مگسي کان نوَ لک روپيہ دابا ڏئي گهريا تہ تنهنجو پيءُ اٺ چاريندو هو تو ملڪيت ڪٿان آندي.
- ڪلانڪر ڊنڊ جي نامور ميربحر ڦوٽي ٻڌايو هو تہ واڳون جي ڇمار سو ورهيہ بہ ٿيندي آهي. واڳون گهٽو ڪري مهيني ۾ هڪ دفعو ڪائي پيٽ ڀريندو آهي.
- انگريز جي حڪومت ۾ ڳوناٺا ٽپالي هئا. جيڪي ڳوٺن ۾ ٽپال ڏئي ايندا هئا.
- هتي صفا چرين کي اولياءَ الله سڏيو ويو. ڏاهن کي چريو سڏيو ويو. انهن ۾ جي. ايم. سيد ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي آهن.
- حيدرآباد جا مشهور فوٽوگرافر مسٽر لالا جيڪو تلڪ چاڙهي تي هو. مسٽر سومار جيڪو صدر بازار ۾ هو. هن وٽ سنڌ جي وڏن ماڻهن جا فوٽا هئا. مون صوفي قلندر بخش جو فوٽو ان کان ورتو هو.
- حيدرآباد جو مشهور درزي استاد بخشڻ هو. ان جو دڪان تلڪ چاڙهي تي هو.
- آڳاٽي ڳالهہ آهي ڪنهن محفل ۾ نورجهان ڳائي رهي هئي. اوچتو طبلو ٽٽي پيو، طبلي نواز نورجهان جي پٺن تي طبلي جي ڏن وجائي. نورجهان ڪلي ڏنو. محفل وارن طبلي واري کي داد ڏنو. خوب ڪيس انعام بہ مليو.

- جهڏي جي پر جو مرحوم پير جمن شاهه ٿر پاسي مريدن ۾ پنڻ ويو. رات جو ڪنهن مريد جي گهر وچي رهيو هو. مريد پٽ کي چيو تہ ٿر ۾ ڪارو ڏڪار آهي. گهر دال پئي آهي اها پير لاءِ رڌيو. پٽ پيءُ کان پڇيو تہ ابا پير لاءِ دال خليفي لاءِ ڇا رڌجي. خليفي چيو تہ منهنجي منهن تي دانگي آٽي مليو.
- سيوهڻ جو مشهور درويش حڪيم بصرالدين مولانا شاهہ محمد امروٽي سان ملڻ ويو هو. ڪچهري ۾ حضرت امروٽي حڪيم صاحب کي چيو تہ اوهان بہ انگريز دشمن آهيو، گڏجي دعا گهرون تہ انگريز هتان وڃي. حڪيم صاحب چيو تہ برابر آئون انگريز دشمن آهيان پر انگريز انصاف ٿو رکي. انگريز کان پوءِ هندستان مان انصاف هليو ويندو. دعا ڪانہ گهري وئي.
- سنڌ جو بين وڄائڻ وارو مصري خان جمالي هو. هڪڙي محفل ۾ مصري خان بينون وڄائي رهيو هو تہ هڪڙو ڪارو واسينگ نانگ نڪري آيو ۽ ڦڻ ڪڍي جهولڻ لڳو. ماڻهن کي نانگ جو ڊپ ٿيو. جڏهن مصري خان بين وڄائي بس ڪئي تڏهن نانگ مصري خان جي پيرن تي مٿو رکي روانو ٿي ويو.
- روسي وزيراعظم ڪوسيجن اسلام آباد آيو هو. ان جي دعوت ۾ سنڌ جي گهڙي وڄائڻ واري منو خان زرداري کي گهرايو ويو هو. جڏهن منو خان گهڙو وڄايو تڏهن ڪوسيجن اٿي نچڻ لڳو هو. کيس روس جي دوري جي دعوت بہ ڏنائين.
- دنيا جي يادگار عمارت تاج محل جنهن ۾ مغل بادشاهہ شاهجهان ۽ سندس راڻي ممتاز محل دفن ٿيل آهي. انهي تاج محل ٺاهڻ واري رازي جو نالو اسحاق هو جيڪو لاهور جو رهاڪو هو.

- ڳوٺ ساپيو تعلقو عمرڪوٽ ۾ درويش فقير ابراهيم مڱريو هو جيڪو وڏو زميندار بہ هو. اهو فقير ڪرنٽي جي ڪنگهہ واري بيمار کي واڻ جي نوڙي وٽي ڳچي ۾ ٻڌندو هو تہ ڪرنٽيو لهي ويندو هو. ان وقت اهو مرض لاعلاج هو.
- مٽياري شهر ۾ پير غلام مجدد سرهندي هو. ان ٻرهل جو مريض ويندو هو. ان جي ٻرهل تي هڪ ڇري ڦيرندو هو. بيمار چڱو ڀلو ٿي ويندو هو.
- سنڌ ۾ انگريز ريل گاڏي ڪراچي کان ڪوئٽہ تائين اول هلائي، جڏهن ڪوٽڙي تي درياءَ جي پل ٺهي پوءِ ريل حيدرآباد آئي. حيدرآباد کان شادي پلي تائين انگريزن ريل هلائي پوءِ جوڌپور جي راجا سان انگريزن معاهدو ڪيو ۽ جوڌپور کان حيدرآباد تائين ننڍي پٽي واري ريل هلي. جنهن کي جوڌپور ريلوي سڏبو هو.
- ڪوٽڙي ۾ درياءَ ۾ ننڍڙو پاڻي جو جهاز هو، جيڪو ٻاڦ جي ٻاڦ تي هلندو هو. ماڻهو بہ آنا ڏئي درياءَ جو سير ڪندا هئا.
- ٻهرين مهاڀاري جنگ ۾ انگريز حيدرآباد کان بدين واري ريل جي پٽڙي کولي آفريڪا کڻي ويا هئا. تي ورهيہ گاڏي بند هئي.
- اردو زبان جو مايہ ناز اديب سعادت حسن منٽو مي نوشي بہ ڪندو هو. بيمار هو کيس اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. ڊاڪٽرن ڪجهہ ڏينهن علاج ڪيو. نيٺ ڊاڪٽرن چيو تہ لاعلاج آهي. هن کي گهر کڻي وڃو. کيس اسپتال مان اسٽريچر تي کڻي ويا. اهي سندس دوست هئا.ا نهن کي چيائين تہ بہ پيگ شراب جا من هاڻ مونکي پياريو جيئن ساهہ تہ سولو نڪري.
- منهنجي مهربان حلال خور دوست سيد غلام حيدر شاهہ کي ڳوٺ

وارن اچي چيو تہ اڄ اوهان جمع نماز هلي پڙهايو. ملان ڪونهي. شاهہ صاحب خود ملان ڪونہ هو. پر وڃي مصلي تي بيٺو جڏهن سجدي ۾ ويو پوءِ اٿي سامهون دري مان نڪري هليو ويو. جماعت وارن سوچيو تہ دير ٿي آهي پيش امام اٿيو ڪونہ. ڏسن تہ شاه صاحب گم آهي.

- سنڌ ۾ ٽالپرن جي حڪومت ۾ شڪارپور جو گورنر نالي ولي محمد لغاري هو. ان جي سريت مائي سنگهار نالي هئي جيڪا لاڙڪائي جي پٽن مان هئي.

ٿرپارڪر ضلعي جا ٻہ واهہ هيرل واهہ جمڙائو واهہ، انگريزن 1901ع ۾ کوٽايا هئا.

- اسان جي ڳوٺ جو نالو علي محمد ٽالپر جو ڳوٺ آهي. جيڪو ٽنڊوڄام شهر کان اڳ جو آباد آهي. اسين اٽڪل 280 ورهين کان هتي آباد آهيون. اسانجي ڳوٺ جي مسجد منهنجي پڙڏاڏي حاجي مير محمد خان ٽالپر اڏائي هئي. جنهن جو مون تي نالو آهي. مسجد جي پروارو مدرسو منهنجي ڏاڏي حاجي باغ علي خان جي نندي ڀاءُ مولوي محمد علي خان جو قائم ڪيل آهي.
- ماتلي جو رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي ڪيئي ڪتاب جو مصنف نالي امين نظاماڻي کي ڳالهيون قلم بند ڪرائيندو هو. ڪريم بخش خان چوندو هو تہ هي امين مهنجو مروان آهي. مروان نبي، محمد صلعم جي وقت ۾ قرآن قلم بند ڪندو هو.
- ٽنڊوالهيار جو بيڙو خان کوکر ٽالپرن جي حڪومت ۾ وڏو آفيسر هو. هن وقت ان جي اولاد مان دوست علي خان کوکر آهي.
- سنڌ جي اڪابر وتائي فقير جي قبر ٽنڊوالهيار کان اولهہ پاسي شيخ لهنڊڻي جي قبي جي اڳڻ تي آهي.

- سنڌ جي مايہ ناز شاعر ٽالپر خاندان جي شهزادي هز هائينس مير عبدالحسين خان سانگي جي مزار ڀٽائي صاحب جي مقبري جي اولهہ پاسي آهي. جنهن تي نالي جو پٿر لڳل آهي.
- انگريزن جي صاحبي ۾ سنڌ جو آءِ.سي.ايس آفيسر مسٽر اڏارام مير فتح خان صوبيدار پوليس جو هو. هن هڪ مالهي کان ٻوري ٻصرن جي رشوت ۾ ورتي هئي. ان مالهي مير صوبيدار جو نالو مير ٻهارو صوبيدار رکيو هو.
- انگريزن جي صاحبي ۾ حيدرآباد جو ديوان راءِ بهادر ٺهلرام پوليس سپرنٽينڊنٽ ٿيو هو.
- انگريزن جڏهن سکر بئراج جا واهہ کوٽايا هئا تڏهن سرڪاري زمين وڪرو ڪرڻ وارو آفيسر هڪ پارسي بمبئي جو مسٽر گوروالا هو جيڪو وياج خور هندو دڪاندار کي زمين ڪونہ ڏيندو هو.

# حاجي مير غلام حيدر

## ڏگهڙي واري جي حقيقت

ميرپورخاص ۾ وڏل شاهه نالي سيد وڏو زميندار هو. سرڪار جو ماڻهو سڏبو هو. ايوب کهڙي جهڙن سان دوستي به هئس. هن جي پر ۾ هڪ رن زال سيد زادي بيبي رهندڙ هئي. ان وٽ چڱي زمينداري هئي. وڏل شاهه جي نيت ڦري ته انهي رنڙي جي زمين هٿ ڪريان. هن مختيارڪار ۽ تپيدار سان صلاح ڪئي. انهن وڏل شاه کي چيو ته انکي ٻه لک روپيه ڏي اسين انهي رن زال بيبي کان تنهنجي نالي بخشش لکرائي رڪارڊ ۾ تنهنجو کاتو ڪري تا ڏيون. وڏل شاهه ڏوڪڙ ڏنا. ڪوڙو بخشش نامو ناهيو ويو هو. اها خبر انهي رنڙي بيبي کي به پئجي وئي. سا بيل گاڏي تي پوش ڊڏائي ڏگهڙي جي مير غلام حيدر خان وٽ وئي. بيبي مير صاحب جي پيڻ سان اها حقيقت ڪئي، تنهن پنهنجي پاءُ غلام حيدر خان کي گهرائي حقيقت ٻڌائي. پيڻ پاءُ کي چيو ته اهلِ بيت رنڙي بيبي پاڻ وٽ فرياد آندو آهي. هن جي داد رسي ڪراءِ. تيسين بيبي پنهنجي حويلي ۾ ويئي هوندي. مير غلام حيدر خان ميرپورخاص جي انگريز ڪليڪٽر مسٽر بڊ کي وڃي ٻڌائي. بڊ صاحب ڏگهڙي جي مختيارڪار کي حڪم ڪيو ته بيبي صاحب کان بيان وٺ ته اهو بخشش نامون زمين جو جيڪو وڏل شاهه نالي آهي اهو ڪوڙو آهي، منهنجي صحيح نه آهي. مسٽر بڊ ڪليڪٽر بدمعاشي ۾

وڏل شاهه کي ٽي ورهيه جيل موڪليو. ڪاتي جي هيرڦير وارو مختيارڪار به جيل حوالي ٿيو. تپيدار جوڌپور ڀڄي ويو هو. وڏل شاهه جي خاندان مان هن وقت سياسي هيراڦيري ڪرڻ وارا خادم علي شاهه، عنايت علي شاهه ۽ ٻيا به ڪي آهن. انهي سڄي ڪارروائي بعد مير غلام حيدر خان ٽالپر رنڙي بيبي صاحبه کي پوش واري ڪجاوي ۾ سوار ڪري پنهنجي ٻانهين سان پنهنجي ڳوٺ روانو ڪيو. به ٻانهيون مير صاحب بيبي کي خدمت لاءِ به گڏي ڏنيون. هن وقت مير غلام حيدر خان جي خاندان مان مير حاجي حيات خان ٽالپر جيڪو ٽي دفعه سنڌ اسيمبلي جو ميمبر به رهي چڪو آهي. اشراف ٽالپر آهي. راڄ آزار ڪونهي.

- حيدرآباد جو مشهور حجام استاد مور هو، جيڪو سر غلام حسين هدايت الله سنڌ جي گورنر جوبہ حجام هو. پير علي محمد راشدي بہ ان جو ذڪر ڪيو آهي. ٻيو استاد بچل حجام هو، جنهن جو صدر ۾ دڪان هو. ان وٽ بندوق جو لائسنس هو. جواني ۾ شڪار ڪندو هو. مون بہ ان ڪان سنوارت نهرائي هئي.
- انگريز جي حڪومت ۾ حيدرآباد جي سول اسپتال ۾ وڏو سرجن ڊاڪٽر رتن چنداڻي هو جيڪو خداآبادي عامل هو. هن جي هٿ ۾ وڏي شفا هئي. سندس آپريشن سو ٽڪا ڪامياب رهيا.
- حيدرآباد جي ڪاهي روڊ تي هڪ جهوپڙا هوٽل هئي ان جو مالڪ پنهنجا حلواڻ ڇيلا کهائي ان جو گوشت هوٽل ۾ ڪم آڻيندو هو.
- مون علي احمد خان بروهي کي ٻڌايو تہ بروهي صاحب حيدرآباد ۾ بہ مشاعرا ٿيا آهن. هڪ قمري مشاعرو ٻيو شمسي مشاعرو. بروهي صاحب چيو تہ هاڻ ڪامريڊ شايد ذڪري مشاعروبہ ٿئي ان جون تون مير محفل وڃي ڳولهہ.
- شروع جي زماني ۾ سوٽي ڪپڙو، هرک ويهو راٽي، ململ، 555، ربالي جي پاپلين، برطانيہ جا نهيل هئا. گرم ڪپڙو ڪشميرو، ايل پاڪو، شڪاري ڪلاٽ هئا. هي بہ برطانيہ جا نهيل هئا. چين جي ڊبل گهوڙو بوسڪي.
- برصغير جي مشهور بوٽ ناهڻ واري ڪمپني فليڪس هئي. انجو ڪارخانو ڪانپور ۾ هو. حيدرآباد ۾ ان جو ايجنٽ سيٺي بوٽ هائوس وارو هڪ پنجابي شيخ هو. ان جو اولاد وهاب شيخ، رشيد شيخ آهن. جيڪي انجنيئري ڪاتي ۾ وڏن عهدن تي رهيا. لکا پتي آهن.

- موري جي برک زميندار رئيس غلام مصطفيٰ جتوئي جي والده محترما بہ ايم آر ڊي تحريڪ ۾ حصو ورتو هو. هن عورتن جو وڏو جلوس ڪڍايو. پوليس جلوس کي روڪيو ۽لاٺي چارج ڪئي. رئيس جي والده کي بہ پوليس لنيون لڳايون. سندس مٿو ڦاٽي پيو هو. پيا بہ ڪيترا رئيس، مير، پير هئا پر انهن جي ماءُ اهڙو ڪارنامو نہ ڏيکاريو.

- ايران جي بادشاه رضا پهلوي جي وزيراعظم ڊاڪٽر محمد مصدق بين الاقوامي ڪورٽ ۾ فرياد ڪيو هو تہ اينگلو ايران ڪمپني اسان جو پيٽرول پنجاهہ سالن کان يرغمال ڪيو ويٺي آهي. اسين پنهنجي تيل جا مالڪ آهيون. اهو ڪيس ڊاڪٽر مصدق کٽي ويو هو. ڪمپني وارا روانا ٿي ويا. بادشاه سامراجين جو پٺو هو تنهن ڊاڪٽر مصدق کي قيد تنهائي ۾ رکيو.

- سال 1971ع ۾ پاڪ ڀارت جنگ لڳي هئي. پاڪستان جو حاڪم جنرل يحييٰ خان هو. تنهن جنگ بندي جو اعلان ڪيو. ان رات کي ماڻهو سنڌ جي عظيم سڄڻ رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي وٽ ويا. رئيس کان هنن پڇيو تہ يحييٰ خان جيڪا جنگ بندي ڪئي سا صحيح آهي. رئيس انهن کي چيو تہ يحييٰ خان موالي مڙس آهي. هن تي مَيار ڪانهي. باقي يحييٰ خان نوَ ڪلاڪ پوءِ جي جنگ بندي جو اعلان ڪري ها تہ پوءِ پنهنجو بہ چوٽڪارو ٿي وڃي ها. هتي وارا آسرو لاهي ڄامشورو کان ويهہ ميل پري کيرٿر جبل جي اوٽ ۾ وڃي لڪا هئا.

- مغل بادشاهہ همايون کي دهلي مان شير شاهہ سوري تڙي ڪڍيو هو. پوءِ همايون سبي بلوچستان ۾ مير چاڪر خان رند وٽ آيو هو تہ تون منهنجي مدد ڪر. مونکي دهلي تخت وٺي ڏي. مير چاڪر خان

رند پنهنجا بلوچ بهادر دهلي وٺي ويو. انهن بلوچن شير شاهه سوري کي ماري همايون کي دهلي جي تخت تي ويهاريو. مير چاڪر خان رند جي مزار پنجاب ۾ ساهيوال نزديڪ آهي. سبي شهر ۾ اجا ڪچو قلعو ميرچاڪر خان رند جو آهي. هن وقت سندس پيڙهي مان شير محمد خان رند آهي جيڪو بلوچستان جي سياست ۾ به حصو وٺي ٿو.

- هنگوري جو موجد شخص نالي ميرل شر فقير هو جنهن مونکي به نپايو هو. منهنجي امڙ جڏهن فوت ٿي هئي تڏهن منهنجي ڄمار ٿي ورهيه هئي.
- منهنجي امڙ بابي جي ٻانهن ٻيلي هئي. ڏکن ڏورن جي ڪتر ڪهاڙي سان ڪندي هئي. ٻني ۾ پاڻي به وارائيندي هئي. منهنجي پيرسن ڏاڏي حاجي باغ علي خان ۽ سلهه جي مريض منهنجي چاچي دوست علي خان جي به خدمت ڪندي هئي.
- منهنجو والد جنهن جو نالو غلام رسول خان هو ڪاٺ ۽ ڪاراٺ جو شوقين هو. وٽس ڪو مهمان ڪونه هوندو هو تڏهن پاڻ رستي تي وڃي ويهي رهندو هو. لنگهڻ وارا واٽهڙو گڏ وٺي ايندو هو. انهن سان گڏجي ماني کائيندو هو. سندس دوستي جو وڏو حلقو هو. هندستان جو به سير ڪري آيو هو.
- منهنجي چاچي مولوي محمد حسن خان ٽالپر پنهنجي نياڻي کي پڙهڻ ويهاريو. ادي جو نالو مائي سونا آهي. چاچو مرحوم نواب شاهه ۾ رهندو هو. سندس زمينداري اتي هئي. چاچي ادي کي حاجي خان خوجا جي اسڪول ۾ داخل ڪيو. خوجا صاحب پاڻ سائيڪل تي ادي کي اسڪول وٺي ويندو ۽ گهر ڇڏي به ويندو هو. ادي مئٽرڪ حيدرآباد جي تلڪ چاڙهي واري عيسائين جي اسڪول ۾ پاس

ڪئي. انٽر ڪراچي چرچ واري ڪاليج مان ڪئي. پوءِ مير غلام علي خان ٽالپر ڪوشش ڪري ادي سونا کي لاهور جي فاطمہ جناح ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا وني ڏني. اتان ادي ايم بي بي ايس جي ڊگري حاصل ڪئي. هن وقت جده سعودي عرب ۾ آهي. ڊاڪٽر سونا ٽالپر اسانجي خاندان جي پهرين نياڻي آهي جنهن علم حاصل ڪيو.

- سر حاجي عبدالله هارون ڪراچي واري جي نياڻي ڊاڪٽر شوڪت هارون هئي. ڊاڪٽر صاحبہ ڪميونسٽ خيالن جي هئي. ان وقت ڪراچي ۾ جيڪي ڪامريڊ مزدور تحريڪ ۽ هاري تحريڪ ۾ ڪم ڪندا هئا، انهن کي مالي امداد ڏيندي هئي. ڊاڪٽر صاحبہ کي مرحوم فيض احمد فيض سان بي پناهہ محبت هئي. فيض صاحب جو ڪٿي بہ مشاعري جو پروگرام هوندو هو اتي ڊاڪٽر صاحبہ پهچي ويندي هئي. ڪراچي لياري ۾ ڊاڪٽر صاحبہ پنهنجي والد جي نالي هارون ڪاليج قائم ڪيو ۽ جناب فيض احمد فيض کي ان جو پرنسيپال مقرر ڪيو. هينئر ڪا آهي ڊاڪٽر شوڪت هارون جو مٽ.

- هن وقت سنڌ ۾ وڻ وڻ هيٺ ڌاڙيل وينو آهي. اڳ سنڌ ۾ بہ ڌاڙيل ٻڌا ويا. هڪڙو نورل بروهي، جنهن کي سنڌ جي وزير قاضي فضل الله شڪارپور شهر ۾ ڦاسي ڏياري هئي. ٻيو هو سڪرنڊ جو امام بخش واڍو، اهو ڪنهن ڳوٺاڻي مقابلي ۾ مارجي ويو. ان جو ڀاءُ محمد واڍو مشهور هاري ليڊر رهيو.

- سنڌ ۾ اڪثر شيدي ميرن، پيرن ۽ سيدن وٽ رهن ٿا. ڇو تہ شيدي اڪثر وفادار ۽ بهادر آهن. ميرن، پيرن ۽ سيدن مان جيڪي مرڪز مضبوط هوندا آهن، شيدي بادشاهہ انهن جا مرڪز بہ مضبوط ڪندا

آهن. معنيٰ انهن جو چئنل نمبر ٻيو رات جو آفيم کائي ماهو کير پي وڃائين ٿا.

- ميرپورخاص ۾ پنجابي پهلوان اسلم آيو هو، جنهن چئلينج ڪيو هو ته سنڌ ۾ اهڙو ملهه هجي. آئون ان سان ملهه ڪندس. اسلم جو ڪاڏو روز گوشت اڌ مڻ، کير پنج سير، اڍائي سير بادام هو. هن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ سنڌي ملهه يڪو خاصخيلي اچي نڪتو. گاما اسٽيڊيم ۾ هزارين ماڻهن جي اڳيان ملاکڙو ٿيو. يڪي ملهه پهرين ملهه ۾ اسلم کي دسي وڌو. سندس گونهه به نڪري ويو. ٻي ملهه کان توبه ڪيائين. يڪو پهلوان زنده باد جا نعرا لڳا. هن تي نوٽن جو مينهن وسي ويو.
- هتي تازي ڳالهه آهي، ملن مدرسن جا شاگرد گڏ ڪري آمريڪا خلاف جلوس ڪڍيا. صدر ڪلنٽن تي لعنت جا وسڪارا هئا، آمريڪا جا جهنڊا ساڙيا ويا. ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ٽانگي واري شيدي ملن کي چيو ته آمريڪا پنهنجو وڏيرو آهي، اهو داڻا ڏي ٿو، اسين کائون ٿا. اوهان امريڪا جا مخالف ڇو آهيو؟ ملان جواب ڏنو ته آمريڪا به سڌي طرح ڊالر اسانکي ڏي پوءِ اسين سندس حمايت ڪنداسون. شيدي ملان کي چيو ته هاڻ اوهانجي نيت جي خبر پئي ته اوهانٰ جو ايمان ڊالر آهن. ۽ٽي مرحوم کي جڏهن ضياءَ کوڙي ڪيس ۾ ڦاسي ڏياري هئي ته هن سنڌ جا پ پ جا جيڪي وزير هئا انهن فوج سان سازباز ڪري پاڻ کي گهرن ۾ نظر بند ڪرايو هو، رات جو انهن وٽ فوج جا عملدار ۽ ٻيا آفيسر ويندا هئا. ڏاڍا پيئڻ، کائڻ ۽ رنگ رليون ڪندا هئا. انهن ۾ ڪيترا مير، پير، سيد ۽ رئيس هئا. گهڻو ڪري جيئرا آهن.
- عمرڪوٽ جي اڻ پڙهيل صوبيدار ڪالو خان کوسي پاڻ تي ڪارو

واءُ نالو رکايو هو. صوفي قلندر بخش جي مارائڻ ۾ بہ هن وڏو ڪردار ادا ڪيو هو پوءِ خود صوبيدار بہ بي حال واري زندگي ۾ گذاري ويو هو. اولاد سندس جيئري جهان ڇڏي ويو هو.

- سال 1940ع ۾ مسٽر جناح بمبئي ميل رستي ڪراچي وڃي رهيو هو. اها گاڏي صبح جو سويل ميرپورخاص پهچندي هئي. شادي پلي جو زميندار وڏيرو سگهو پلي بہ اسٽيشن تي هو. هن کي خبر پئي تہ هن فرسٽ ڪلاس گاڏي ۾ مسٽر جناح آهي سو اندر چڙهي ويو. جناح ننڊ ۾ هو ان کي وڏيري اٿاري چيو تہ اٿي ڪلمو پڙهہ، هيڏو سچ چڙهيو آهي تون مسلمانن جي ڪهڙي ليڊري ڪندين؟
- سال شايد 1971ع آهي، سانگهڙ شهر ۾ پ پ جو جلسو ٿيو هو جنهن ۾ پٽو مرحوم پير غلام رسول جيلاني مرحوم هڪ سرهندي پير مختيار احمد جان بہ انهي جلسي ۾ هو. سرهندي پير ٻين پيرن کي گهٽ وڌ ڳالهايو، جنهن تي ماڻهن ۾ اشتعال اچي ويو. جلسي تي لٺن جا بہ وسڪارا ٿي ويا، ڪجهہ بندوق جا بہ فائر ٿيا. سرهندي پير تکو پيرن اگهاڙو ڀڳو پئي ويو. ڪي بندوق جا ڇيرا پير سرهندي جي پٺن ۾ لڳا، سنها ڇيرا هئا، انهن ڪجهہ ڪونہ ڪيو. پير پاٽي جهڙو متارو بہ هو پر رت جو ڦڙو ڪونہ نڪتو. پٽي مرحوم صاحبي ملڻ کان پوءِ راولپنڊي ۾ پ پ ڪنوينشن ڪيو هو. سرهندي پير بہ ويو هو. تنهن اسٽيج تي قميص لاهي چيو تہ پارٽي لاءِ مون بندوق جا فائر بہ سٺا آهن. مونکي سينيٽ جو ميمبر بنايو وڃي. پٽي مرحوم کيس تڪ بہ ڪانہ هنئي. ڏاڍو بيعزتو ٿيو.
- نبي سر روڊ پاسي حاجي ڄام نالي هڪ حڪيم هو تنهن هڪ همراهہ کي جمال گهوٽي جو جلاب ڏنو هو، همراهہ کي چار سؤ کن دست آيا ۽ گذاري ويو. صبح جو انجا عزيز حڪيم صاحب وٽ آيا

ڪيس چيائون تہ همراهہ اوهانجو جلاب ڪاڌو پر ايترا دست ڪيس لڳا جو رات گذاري ويو. حڪيم صاحب چيو تہ فڪر نہ ڪريو هاڻ جلاب جو وزن گهٽ ڏبو.

- مشهور نقاد ۽ اديب سراج الحق ميمڻ اصل ٽنڊي ڄام جو آهي. منهنجي قابلِ احترام استاد محمد يعقوب جو وڏو فرزند آهي. شروع ۾ سي. ايس. پي آفيسر هو پوءِ هنڪي نوڪري مان ڪڍيو ويو هو. جڏهن نوڪري ۾ هو تہ ان ڪان ڪنهن پڇيو تہ سراج صاحب اوهان جو ڳوٺ ڪهڙو آهي؟ انڪي چيائين تہ ٽنڊوڄام. همراهہ چيس تہ واهہ اوهان ڪامريڊ مير محمد جي ڳوٺ جا آهيو. سراج ان کي چيو تہ اهو تہ چريو آهي. چو تہ پاڻ ڪامورو هو، سخت رشوت خور هو. ڪامريڊ جا تہ ڪيسا خالي هئا.
- فقير عبدالغفور شيخ اياز جي وائي 'سنڌڙي تي سر ڪير نہ ڏيندو سهندو ڪير ميارون يار'، وڏيري سر سان ڳائيندو هو. جڏهن شيخ اياز سنڌ يونيورسٽي جو وائيس چانسلر ٿيو تڏهن هن انڪار ڪيو هو تہ اهو شعر منهنجو ڪونهي. سرڪاري نوڪري جو نشو شيخ اياز کي ڪائي ويو، اهڙي ڪرسي تي لعنت هجي.
- سنڌ ۾ سڀ پير مريدن وٽ پنڻ ويندا آهن. صرف حضرت محمود امروٽي رحہ ۽ پير عبدالله شاهہ ڪاماري وارو ڪڏهن بہ مريدن وٽ پنڻ ڪونہ ويا.
- سنڌ ۾ جڏهن هاري ڪميٽي وارن اڌو اڌ ونڊ جي تحريڪ شروع ڪئي، ان ۾ پيش پيش قاضي محمد مرحوم، رئيس بروهي مرحوم سرهاري وارو، ڪامريڊ مير مبارڪ ٽالپر هئا. صرف هنگورني جو زميندار حاجي محمد ميان هاليپوٽو ۽ هاري عبدالمجيد شر بلوچ هنگورني واري بہ وڏي جان فشاني سان حصو ورتو هو.

- نوازشريف جو پٽ حسين شريف جيڪو سالن کان برطانيہ ۾ رهي ٿو، ان پنهنجي پيءُ جي حڪومت ختم ٿيڻ ڪانپوءِ هندستان جي وزيراعظم اٽل بهاري واجپائي کي اپيل ڪئي تہ منهنجي والد ۽ خاندان کي بچايو.
- ميرپورخاص جو قربان علي شاهہ جو مسلم ليگ (ن) ۾ هو، سندس گهر تي نوازشريف جو نشان شينهن جي تصوير لڳل هئي، جڏهن نواشريف جي حڪومت ختم ٿي، تڏهن قربان علي شاهہ جي بورچي کيس چيو تہ هاڻ گهر جي مٿان ڪانگ جي تصوير لڳايو.
- سنڌ ڌرتي جي آواز جي بلبل مائي جيوڻي بائي سرڪار مدينہ جي شان ۾ 'ڏاچي واليا موڙ مهار وي' جڏهن ڳائيندي هئي تڏهن هن تي روپين جا مينهن وسي ويندا هئا پوءِ نورجهان بہ ڳايو هو پر جيوڻي پنهنجو مٽ پاڻ هئي. اسين جيوڻي کي وساري ويٺا آهيون.
- اسانجي ٽالپر خاندان ۾ هڪ خاتون ڏاڏي ياندي نالي هئي جيڪا جنگ مياڻي جي وقت سال 1843ع ۾ ڏهن سالن جي ڄمار جي هئي، اها ننڍپڻ جي عمر ۾ مون بہ ڏٺي هئي. اها چوندي هئي سر چارلس نيپيئر جي نالي تہ اهو مياڻي جي جنگ کٽڻ بعد حيدرآباد قليلي جي ڪپ تي تنبو لڳائي اچي ويٺو. هن جا ڇاڙتا ٽالپرن جي ڳوٺن ۾ ويا. جيڪو بہ ٽالپر انگريز جنرل جي اڳيان تلوار رکي سلام ڪندو ان کي جاگير ملندي، ڏاڏي ياندي چوندي هئي تہ پنهنجي مائٽن کي الله ايمان ڏنو. انهن انگريز جنرل جي اڳيان پيش تي تلوار نہ رکي، ايمان جو ثبوت ڏنو. جاگير ڪانہ ورتي، ان ڪري پاڻ جاگيردار ڪونہ بنياسون. الله ايمان ڏنو. غداري کان بچي وياسون. باقي جن جاگيرون ورتيون اهي روز قيامت جا موچڙا کائيندا..

- چين جو وزيراعظم چو اين لائي حيدرآباد آيو هو. هن کي سرڪاري چانهه پارٽي ڄامشوري جي هوٽل المنظر ۾ ڏني وئي هئي. ان پارٽي ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي به هو. حيدرآباد جي ڪمشنر نذير احمد ڪامريڊ جتوئي سان چو اين لائي کي ملايو. تنهن حيدر بخش مرحوم کي پاڪر پائي ڪمشنر کي چيو ته آئون حيدرآباد ان لاءِ آيس ته حيدر بخش جتوئي سان ملان. منهنجي تمنا پوري ٿي سڄا پندرهن منٽ ڪامريڊ سان پاڪر پايوبيٺو هو.
- نوازشريف جي حڪومت اونڌي ڪرڻ واري فوجي جنرل پرويز مشرف لاءِ چيو ويو هو ته دهلي ۾ هن جو گهر به مغل بادشاهه، بهادر شاهه ظفر جي حويلي جهڙو هو. مون ان وقت چيو ته اها خوشامد آهي. نوازشريف جي حڪومت جو خاتمو به سندس خوشامندين مشاهد حسين جهڙن ميراثن آندو. جنرل صاحب جوُ ترو به خوشامند ڪيندا. ايوب جو تروبه ڀٽي جهڙن خوشامندين ڪُڍيو. ڀٽي جي حڪومت جو به ترو ڪوثر نيازي جهڙن خوشامندين ڪڍيو. ڪوثر نيازي ڀٽي کي چنڊ ۽ سج سان تشبيهه ڏني هئي.
- ڀٽي جنرل ضياءَ کي نمازي ڏسي فوج جو سربراهه ڪيو. ضياءَ کان پنج جنرل مٿي هئا پوءِ انهي نمازي جنرل ضياءَ ڀٽي کي خون جي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسي ڏياري.
- حضرت شاهه محمود امروٽي رحه هڪ دفعو فرمايو هو ته روز محشر ۾ آئون رب وٽ مهاتما گانڌي جي ايمان جي گواهي ڏيندس.
- مسٽر جناح مسلم ليگ جي ڪم سان ڪراچي آيو هو. ڪاليج جا شاگرد هن وٽ ويا ته اوهان سياڻي ڪاليج جي مسجد ۾ جمع نماز تي اچو. مسٽر جناح پنهنجي ميزبان يوسف هارون سان گڏجي جمع نماز تي ويو. جناح کي نماز ڪانه ايندي هئي، نڪو ڪڏهن هو

مسجد ۾ ويل هو. جناح آغا خاني خواجہ هو، انهن جو ڪلمي توڙي نماز سان واسطو ڪونهي. جناح جڏهن نماز جي قطار ۾ بيٺو تڏهن بہ هر طرف ڏسندو رهيو. جمع نماز ۾ بہ رڪعتون آهن؛ هڪ رڪعت پڙهڻ بعد انگريزي ۾ يوسف هارون کان پڇيائين تہ يوسف فنش معنيٰ پوري ٿي. يوسف هارون کيس چيو تہ سر نائو اونلي ون معنيٰ اجا سائين هڪڙي آهي. هاڻ هن وقت سوچيو انجي ناهيل پاڪستان برصغير جي مسلمانن جو جيڪو بچڙو حشر ڪيو آهي جو مسلمان تاقيامت ياد ڪندا. پناهگيرن جڏهن هتي هندستان کان لڏي آيا تڏهن ريل گاڏي جو ٽڪيٽ ڪونہ وٺندا هئا. چوندا هئا تہ اسلام جي ريل آهي هن وقت بہ ٽڪيٽ ڪونہ وٺن ڇو تہ اسان جي قرباني سان پاڪستان ٺهيو آهي.

- سنڌ ۾ هارين جي لانگ مارچ جاگيردارن جي خلاف سال 1935ع ۾ ڪامريڊ عبدالقادر جي اڳواڻي ۾ ٽنڊوڄام کان حيدرآباد رواني ٿي، راهوڪي وٽ ان وقت جو حيدرآباد جو ڪليڪٽر اڏارام مير چنداڻي گهوڙا سوار پوليس جو وڏو اٽالو وٺي آيو. تنهن لانگ مارچ وارن هارين تي لٺ بازي ڪرائي ڪيترن جا متا بہ ڦاٽا هئا. ڪامريڊ عبدالقادر کي گرفتار ڪيو هو.

- ڪامريڊ حيدر بخش مرحوم قاضي فيض محمد مرحوم اليڪشن ۾ اميدوار بيٺا هئا. ان وقت جي سنڌ جي وڏي وزير ايوب کهڙي ٻنهي کي گرفتار ڪري سانگهڙ جي مڪي ٻيلي ۾ وڃي ويهاريو ۽ پوليس انهن تي پهريدار ويهاري هئي.

- آئون ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاري ريل گاڏي ۾ ويٺا هئاسون. اسان جي سامهون هڪ مهاجر ويٺو هو جنهن پان پٽي ڪاڌو. ڪنهن مهل هن پان جي ڳاڙهي ٿڪ گاڏي ۾ اندر اڇلي وڌي، ڪامريڊ غلام

محمد مهاجر کي چيو تہ سچو گاڏو ڪنو ڪري وڌو، ٽڪ دري مان ٻاهر ڦٽي ڪري مهاجر چيو تہ هي دهلي واري جامع مسجد تہ ڪانهي. غلام محمد ڪيس چيو تہ هاڻ ٻلا ڪاڪوس بہ هتي ويهي ڪر.

- سنڌ اسيمبلي جو اجلاس حيدرآباد ۾ دربار هال ۾ ڪوٺايو ويو هو، ان لاءِ تہ ون يونٽ جي بحالي جو ٺهراءُ پاس ڪرائجي. ايوب کهڙو وزير اعليٰ هو. ميمبرن تي موچڙي جو واچٽ هو. ٿر مان ارباب تو ڳاچي اسيمبلي ميمبر هو. حيدرآباد جي سلطان هوٽل تي ارباب ۽ ٻيا بہ ڪي ميمبر ماني کائڻ آيا. ارباب پنهنجو هٿ مٿي ڪريو ويٺو هو. ساڻس گڏجي آيلن مان هڪ پڇيو تہ ارباب تون هٿ مٿي ڇو ڪريو ويٺو آهين؟ ارباب چيو تہ صبح جو اسيمبلي جو اجلاس آهي، ون يونٽ جو ٺهراءُ پيش ٿيندو، آئون ان جي حمايت ڪندس، ان ڪري اڳواٽ هٿ مٿي ڪريو ويٺو آهيان، متان سياڻي ڳالهہ وسري وڃي، کهڙي جا پادر سجهن ٿا.
- اسين ڪجهہ ڪامريڊ مرحوم حيدر بخش جتوئي سان گڏجي ڪراچي وياسون، صبح جو ميان افتخار الدين وٽ وياسون. جيڪو قومي اسيمبلي جو ميمبر هو، اتي ان وقت جي مرڪزي وزير سردار امير اعظم خان بہ اچي نڪتو. ميان صاحب سندس تعارف اسان سان ڪرايو. مرحوم حيدر بخش ميان صاحب کي چيو تہ هي وزير نالي مان حرامي آهي، سردار بہ آهي،ا مير بہ آهي، اعظم بہ آهي ۽ خان بہ آهي. وزير منهن هارائي روانو ٿيو. ميان صاحب وڏو ٽهڪ ڏئي ڪامريڊ حيدر بخش کي چيو تہ برابر اوهان هنڪي نالي مان سڃاتو، هي حرامي آهي.
- سنڌ ڌرتي جو وڏو موحد درس عليم رحہ فرمائيندو هو تہ هتي پير

جي شادي توڙي پير جي مرڻ جو خرچ سمورو مريد ادا ڪن ٿا. جي ڪو پير چريو آهي تہ ان ڪي مريد ابدال ڪري پنائڻ جو ڪم بہ ڪندا آهن.

- موحد درس عليم رحہ فرمائيندو هو تہ جيڪي سيد پير ڏيئرن کي حق بخشائي قرآن جهولي وجهي ڪوٽ ۾ ويهاريندا آهن اهي مسڪين هيسٽريا جي مرض ۾ قابو ٿي پوءِ چريون ٿي ونديون آهن پوءِ مريدياڻيون انهن کي ڪرامت واريون چون. دعا جو پاڻي ڏاڍگا وٺي وينديون آهن. درس صاحب بي ڳالهہ ٻڌائي تہ ڪنهن زماني ۾ ڪنهن پير جا خليفا پير جو اٽ ڪاهي پنائڻ آيا. انهي اٽ کي نذراني ۾ هزارين روپيہ مليا، سون جي تعداد ۾ پرت پريل رليون مليون، ڪيترا مڻ ڳائو گيهہ بہ ان اٽ کي پياريو ويو. اهو اٽ بہ پير کان مواڙ ٿي ويو.
- ڪامريڊ غلام محمد لغاري جي دروازي تي هڪ ڪتي هئي، جنهن کي ماني ٽڪر ڪامريڊ کارائيندو هو. جڏهن ڪتي ٻچا ڄڻيندي هئي تہ پوءِ شهر جي ٻين ڪتين جا ٻچا بہ اچي ان ڪتي کي ڏائيندا هئا. ڏارين تي بہ کانہ ڪاوڙبي هئي. هڪ ڏهاڙي ويهارو کن گلر ڪتي کي چنبڙيا پيا هئا. اتان هڪ وڏيرو لنگهيو تنهن ڪامريڊ کان پڇيو تہ هي سمورا گلر هن ڪتي جا آهن! ڪامريڊ جواب ۾ چيو تہ نہ اوسي پاسي جا گلر بہ اچيو ڏائين. هي ڪامريڊ جي ٽڪرن جو اثر آهي، وڏيرن جي در جي ڪتي بک ڪري پنهنجن گلرن کي بہ ڏائڻ کانہ ڏي، ٻچا مريو وڃن.
- ڪنهن ڪتاب ۾ هو تہ ڪنهن حضرت ڀٽائي عليہ رحمت کان پڇيو هو تہ اوهان شيعا آهيو يا سُني؟ حضرت ڀٽ ڌڻي جواب ۾ چيو تہ آئون وچ وارو آهيان. ان همراهہ چيو تہ سائين وچ ۾ تہ ڪجهہ ڪونهي، کيس چيائون تہ آئون بہ ڪجهہ ڪونہ آهيان.

- بي. بي. سي جو مشهور نمائندو رضا علي عابدي صاحب ملتان آيو هو.ا تي هڪ پير جي مقبري تي ويو، پير جي قبر واري سيراندي کان هڪ سوراخ هو جنهن ۾ ماڻهو جو هٿ هليو ويندو هو. اتي وينل مجاور کان رضا علي عابدي پڇيو تہ هي قبر ۾ سوراخ ڇا جو آهي؟ مجاور چيو تہ پير انهي سوراخ مان هٿ ملائيندو آهي. رضا علي عابدي انهي سوراخ ۾ هٿ وڌو پر قبر واري پير هٿ ڪونہ ملايو. رضا علي مجاور کي چيو تہ مردا بہ ڪڏهن هٿ ملائيندا، اهو نڳي جو ٺاهہ آهي.

- خيرپور رياست جو والي مير علي مراد خان ٽالپر برطانيہ جي راڻي وڪٽوريا جي دعوت تي لنڊن ويو هو، راڻي وڪٽوريا مير صاحب جي اعزاز ۾ شاهي دعوت ڪئي. ماني کائڻ بعد گرم پاڻي جا پيالا مهمانن جي اڳيان رکيا ويا، جنهن ۾ هٿ صفا ڪرڻا هئا. مير صاحب سمجهيو تہ اها بہ ڪا پيئڻ جي شئي آهي. مير صاحب اهو گرم پاڻي جو پيالو پي ويو. وڪٽوريا راڻي مهمان جي عزت خاطر گرم پاڻي جو پيالو پي ڇڏيو. راڻي جي وات ۾ زخم ٿي ويا.

- جنرل ضياءَ کي اڪثر ماڻهو ڪاٺو سڏيندا هئا. هڪ دفعو ضياءَ ٽيليويزن تي اکيون ڦاڙي چيو تہ ڏسو تہ آئون ڪاٺو آهيان.

- جنرل ضياءَ چيو هو تہ سادگي اختيار ڪريو. پوءِ پاڻ اسلام آباد ۾ سائيڪل تي سوار ٿي دفتر ۾ آيو هو. انهي ناٽڪ تي بہ سرڪاري خزاني مان چار لک روپيہ خرچ آيو هو. اهو مڙئي ضياءَ پنهنجو ناٽڪ ڏيکاريو هو.

- جنرل ضياءَ جڏهن پٺي جي حڪومت جو ترو ڪڍڻ پاڻ ڪرسي تي وينو هو. تڏهن پهرين تقرير ۾ چيو هو تہ مونکي الله موڪليو آهي. آئون ڪنهن جي اڳيان جوابدار ڪونہ آهيان. جنرل ضياءَ جو سر هوائي جهاز وڃايو هو نہ تہ اجا وينو هجي ها.

- ٿنڊي سومري جو راڄ اشراف رئيس نصير محمد خان نظاماڻي حيدرآباد ۾ وڪالت ڪندو هو. هن وٽ ڪو ماڻهو ايندو هو ته اوهان اسان جا وڪيل ٿيو. تڏهن نصير محمد خان چوندو هو ته آئون اوهان وٽ هلي اوهان کي راڄ ڪريان ناهه ڪرايان. اجايو ڪورٽن ۾ ورهيه پيا رلندا. اڄ وارا وڪيل به ڏسو جيڪي دلالي جو ڌنڌو پيا ڪن.

- عمرڪوٽ ۾ حڪيم پير عبدالغفور جان سرهندي رهندو هو. هاري ڪميٽي جو به سرگرم رڪن هو. سندس دواخانه تي وڏي ڪچهري هئي. آئون به ويندو هئس. هڪ همراهه چيو ته سيوهڻ وارو قلندر باز تي اڏاڻو هو. حڪيم صاحب چيو ته باز ضرور ڪتي وٽ لاٿي هوندي.

- حيدرآباد ۾ راڳ بابت ڪانفرنس ٿي هئي جنهن ۾ راڳ جي قسمن پيروي، ٺمري، دانڊرا وغيره تي مقالا پڙهيا ويا. صدارت سرشار عقيلي نٿي وارو ڪري رهيو هو. محفل ۾ ماتلي جو رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي ڪيئي ڪتاب جو ليکڪ به هو. تنهن عقيلي کي چيو ته سائين مهرباني ڪري ترڪ تال واري راڳ تي روشني وجهو. عقيلي جواب ۾ چيو ته رئيس ترڪ تال ته منهنجا به ترا ڪڍي ڇڏيا آهن.

- هندستان جي آزادي بعد اتر پرديش يو. پي جي گورنر بلبل هند سروجني نائڊو گورنر ٿي هئي. حيدرآباد دکن جي والي نظام دکن پاڪستان سان الحاق ڪيو هو. ان تي هندستان جي فوج وڃي قبضو ڪيو هو. هندستان جي فوج جو جنرل چوڌري هو. سروجني نائڊو کي جڏهن ٻڌايو ويو ته جنرل چوڌري حيدرآباد دکن تي قبضو ڪيو ۽ نظام دکن پيش پيو آهي تڏهن سروجني چيو ته منهنجو

ملڪ پيش پيو آهي. پاڻ زمين تي ويهي رهي. اها ڳالهه ڀارت جي وزيراعظم جواهر لال نهرو کي ٻڌائي وئي تہ سروجني نائڊو غداري ڪئي آهي جو دکن جي نظام جي پيش پوڻ تي پاڻ پٽ تي ويهي رهي. پنڊت نهرو چيو تہ سروجني نائڊو اسان کان عظيم انسان آهي.

- ٽنڊو محمد خان جي مير غلام علي خان ٽالپر وٽ هڪ وقت تي تي بادشاهہ مهمان هئا. افغانستان جو بادشاه ظاهر شاهہ، ايران جو بادشاهہ رضا شاهہ پهلوي، مراڪش جو بادشاهہ شاهہ محمد پنجم هئا. مير غلام علي خان خود جاگيردار ڪونہ هو. سندس چاچو سردار بهادر مير حسين بخش خان ۽ غلام علي خان جو مامو مير ٻڊو خان جاگيردار هئا. مير غلام علي خان جو تخت بلند هو.
- حيدرآباد سينٽرل جيل تي مسٽر غضنفر علي عيساڻي جيل سپرنٽيڊنٽ هو. هڪ ڏهاڙي جيل جي صوبيدا رهڪ قيدي آڻي عيساڻي صاحب وٽ پيش ڪيو هو تہ هن قيدي ٻي قيدي سان بدفعلي ڪئي آهي. عيساڻي صاحب چيو تہ اهو قيدي پيش ڪريو جنهن سان بدفعلي ٿي آهي. جڏهن اهو قيدي پيش ٿيو تہ ان کان عيساڻي صاحب پڇيو تہ تو بدفعلي وارو ڪم راضپي سان ڪيو آهي؟ قيدي هائوڪار ڪئي. عيساڻي صاحب بدفعلي ڪرڻ واري قيدي کان پڇيو تہ تنهنجي سزا گهٽي؟ هن عرض ڪيو تہ ويهہ سال. عيساڻي صاحب جيل جي صوبيدار کي چيو تہ جنهن کي ويهہ سال سزا آهي اهو ضرور ٻي قيدي سان بدفعلي ڪندو. تو سان يا مون سان تہ بدفعلي ڪونہ ڪندو. گيٽ آئوٽ. سڀ هليا ويا. جيئي عيساڻي صاحب جنهن فيصلو صحيح ڏنو. اهڙو فيصلو ايگزيڪيوٽو آفيسر بہ ڪونہ ڪندو.

- برصغير جا نامور انسان ڊاڪٽر سر رابندر ناٿ ٽئگور نوبل انعام وارو شانتي نڪيتن يونيورسٽي جو باني حيدرآباد گدو آيو هو، درياءَ سنڌ ۾ سج لهڻ جو نظارو ڏسڻ. سنڌ ۾ ٽيگور جي يونيورسٽي شانتي نڪيتن جو شاگرد ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي آهي. اجا حياتي آهي. منهنجي دعا آهي تہ رب سوڀي صاحب کي صحت ۽ وڏي ڄمار عطا ڪري. ڪامريڊ سوڀو هن وقت سنڌ ۾ هڪ سوڪڙي بچيو آهي. جنهن جا چار ئي پلاند پاڪ آهن.
- ٿر جي شهر اسلام ڪوٽ ۾ وڏو مهمان نواز مکي نهال چند هو. هن وٽ ماني جي ويلي تي سوَ کن مهمان بہ هونداهئا تہ ماني مکي جي گهران ئهي ايندي هئي.
- ٺٽي شهر ۾ پيپلز پارٽي جو وڏو جلسو هو جنهن ۾ ماڻهن جو تعداد بہ گهڻو هو. شروعاتي دور هو پارٽي جي حڪومت هئي. مسٽر عبدالوحيد ڪٽپر جيڪو وزير بہ هو، ان تقرير ۾ چيو تہ ڀٽو اسانجو پير آهي، پ پ جي آفيس اسانجو ڪعبہ آهي. خوشامدين تاڙيون وڄايون. ميرپورخاص جو مولانا عوامي يعقوب هاليپوٽو بہ موجود هو. اهو اٿي بيٺو تنهن ڪٽپر کي چيو تہ تون لاڙڪاڻي جو رهواسي آهين. ان ڪري شايد ڀٽو تنهنجو پيءُ هوندو، اسانجو ليڊر آهي. پ پ جي آفيسن ۾ تہ هم جنس پرستي رات جو ٿيندي آهي. اسانجو ڪعبہ مکي پاڪ ۾ آهي. ڪٽپر جي هوا نڪري وئي، جلسو درهم برهم ٿي ويو.
- نوازشريف جي حڪومت جو جڏهن جنرل پرويز مشرف تختو اونڌو ڪيو، تڏهن سياستدانن جا بئنڪ جا کاتا جاچيا ويا. قوم پرست ليڊر عبدالواحد آريسر جي بئنڪ جو اڪائونٽ بہ جاچيو ويو هو، ڪنهن بہ بئنڪ ۾ آريسر جو اڪائونٽ ڪونہ هو.

- سياري جي موسم هئي. پيپلز پارٽي جو جلسو هو. ماڻهن جو بہ وڏو انگ هو. پٿو مرحوم بہ هو. پٿي تقرير کان اڳ پنهنجو ڪوٽ لاٿو ۽ چوڻ لڳو تہ سيءُ بہ ڏاڍو آهي، اوهان غريب سردي ۾ ويٺا آهيو. آئون ڪهڙو ڪوٽ پائي ويهان. هن پنهنجو ڪوٽ ماڻهن ڏي اڇلايو ماڻهو ڪوٽ کي چنبڙي ويا ۽ ڪوٽ جا ڪيسا ڦولهڻ لڳا. مون پٿي کان پڇيو تہ ڪوٽ ۾ ڪو ڏوڪڙ تہ ڪونهي. مونکي پٿي چيو تہ ڪامريڊ آئون ڪو بي عقل هيان جو نوٽن سان ڀريل ڪوٽ اڇلايان. مڙئي سياسي ناٽڪ آهي، منهنجو ڪوٽ بہ پراڻو آهي.
- ڪراچي ۾ سائين جي. ايم سيد صاحب وٽ اڪثر عبدالغفار خان بہ ايندو هو. سندس رهائش صدر جي علائقي ۾ هوٽل ۾ هوندي هئي. اتان پنڌ سائين وٽ ايندوهو. هڪ دفعي خان غفار ٻڌايو تہ مهاجر مونکي ڏسي گاريون ڏيندا هئا. هي پاڪستان ۽ جناح جو دشمن پيو وڃي. اوچتو ون يونٽ ٽٽڻ جو اعلان ٿيو ان صبح جو غفار خان هوٽل کي سائين ڏي اچي رهيو هو، تڏهن اهي ساڳيا مهاجر جيڪي ڪيس گاريون ڏيندا هئا، سي نوڙي سلام ڪرڻ لڳا، ڇو تہ ون يونٽ جو وزيراعظم ڊاڪٽر خان صاحب هو جيڪو غفار خان جو وڏو ڀاءُ هو.
- شروعاتي پ پ جي صاحبي ۾ سنڌ ۾ در محمد استي نالي وزير هو، جنهن لاءِ مشهور هو تہ گهڻو کائيندو هو. عمرڪوٽ پاسي ڏکوجي مير غلام رسول خان ٽالپر وٽ در محمد استي جي دعوت هئي، جنهن ۾ تتر تلورون ۽ هرڻ جو گوشت بہ هو، اُتي کائي پوءِ وڃي غسلخاني ۾ اُلٽي ڪري ڪڍي پوءِ وري اچي کائڻ کي لڳي ويو.
- ون يونٽ اسيمبلي ۾ عمرڪوٽ جو راڻو چندر سنگهہ بہ ميمبر هو.

وزيراعليٰ ڊاڪٽر خان صاحب مرحوم هو. لاهور ۾ هڪ دعوت هئي، جنهن ۾ راڻو چندر سنگهه به ويٺو هو. ڊاڪٽر خان صاحب به اچي نڪتو تنهن راڻي چندر سنگهه جون مڇون ڏسي ڪيس چيو ته راڻا مڇن ۾ اسپرنگ لڳايا اٿئي يا مزدور ڪان مڇون وٺايون اٿئي. سمورا مهمان ڏاڍو کليا.

- ڪاماري جو هڪ خان محمد پير خليفن سان ٽر مريدن ۾ پنڌ پئي ويو. ٽر ۾ ڏڪار هو ٽر جون مايون مٽن تي دلا کڻي پاڻي جي کوهه طرف وڃي رهيون هيون. انهن پير جو قافلو ڏسي چيو ته اسين ڏڪار ۾ بک پيا مرون پنڌ پيو اچي پير سمجهي ويو سو واپس اچي ڪاماري پهتو.

- جڳ مشهور نڙ وڄائڻ وارا نابينا شاهه محمد هڪ دفعو حيدرآباد مرحوم مير رسول بخش خان جي بنگلي تي وڏي ڪچهري ۾ نڙ وڄائي رهيو هو. ان محفل ۾ ماتلي جو صدر جناب رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي به موجود هو. نابينا جڏهن پنهنجي وجد ۾ هو تڏهن نظاماڻي صاحب هڪ سوئي وڃي سندس ٽنگ ۾ ٽنبي ڇڏي، جڏهن نابينا نڙ تي ڪلام پورو ڪري ويٺو تڏهن رئيس ڪريم بخش خان اٿي سندس پير ۾ وڃي ويٺو. سندس ٽنگ مان سئي ڇڪي ڪڍي. نابينا کان پڇيائين ته هي ايڏي سئي اوهان کي ٽنگ ۾ لڳل هئي، اوهانکي خبر پئي. نابينا چيو ته رئيس مونکي ڪا خبر ڪانهي، ته اها سئي ڪيئن لڳي. رئيس چيس ته برابر سائين جي. ايم. سيد جي قول مطابق تون سنڌ جو بيجل آهين پر راءِ ڏياچ ڪونهي جو توکي سر ڏي.

- انگريزن جو بادشاهه جارج پنجون سخت بيمار تي پيو هو. لنڊن مان حڪم آيو ته سيني مذهبن وارا پيشوا بادشاهه سلامت جي صحت لاءِ دعا گهرن. ميرپورخاص جي انگريز ڪليڪٽر مسٽر هنڊرسن سيني

مذهبن جا پيشوا گهرايا، انهن ۾ ميرپورخاص جامع مسجد جو پيش امام مولوي محمد صالح بہ هو، تنهن ڪليڪٽر کي چيو تہ ٻيا ڀلي دعا گهرن، آئون انگريز جو دشمن آهيان، مرڻ جي دعا گهرندس. ان وقت مولوي صاحب جيل ويو. پنجابي ملان عالم دين دعا گهري تہ کيس زمين ملي.

- سجاول جو سيد غلام مصطفيٰ شاهہ ڪراچي جي سنڌ مسلم ڪاليج ۾ استاد هو. هڪ پراڻي موٽر سائيڪل تي سوار ٿي ويندو هو. پوءِ شاهہ صاحب سنڌ يونيورسٽي جو وائيس چانسلر بہ ٿيو هو. پ پ جي دور ۾ وزير تعليم بہ ٿيو هو ۽ شگر مل جو بہ الڪ ٿيو هو. پوءِ بہ قوم پرست سڏائيندو هو. کيس مسڪين جو منهن بہ ڪونہ وڻندو هو. اهڙن سيد کان رب پناهہ ۾ رکي.
- جنرل ضياءَ سائين جي. ايم سيد مرحوم کي ڪراچي اسپتال ۾ ملڻ ويو هو. جنرل ضياءَ، شاهہ صاحب کان پڇيو تہ ماٺهو کهڙو ڪم ڪري جنهن سان ڪٽي پوي. شاهہ صاحب ضياءَ کي چيو تہ پنجابي زال سان شادي ڪري، ٽيوب ويل لڳائي ۽ اليڪشن ۾ اميدوار بيهي اهو ڪٽي سڄو ٿي ويندو. ضياءَ ماٺ ٿي ويو.
- ڪپري تعلقہ جي رتي ڪوٽ نزديڪ رهڻ وارو محمد صالح هنگورجو زميندار مون سان گڏ 1937ع ۾ ميرپورخاص هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هو پوءِ علي ڳڙهہ يونيورسٽي مان گريجوئيٽ ٿي آيو هو. باقاعدي ڊائري لکندوهو. ان ۾ هن لکيو آهي، بوردنگ هائوس پوسٽ آفيس کان پري هو، شاگردن کي خط پوسٽ ڪرڻ جي تڪليف هئي، مير محمد شاگردن جو وڏو جلوس ڪڍي پوسٽ آفيس تي ڌرڻو لڳايو. پوءِ بوردنگ هائوس تي ليٽر بڪس لڳو. ان جو فرزند حاجي بلاول آهي. چڱو مڙس آهي، منهنجي عزت ڪندو آهي.

- ٽنڊي باگي جي خان بهادر مير غلام محمد خان ٽالپر علامہ دائود پوٽي کي ڏهہ هزار روپيہ ڏنا هئا تہ اوهان لنڊن وڃي پڙهو. اتان علامہ دائود پوٽو پي.ايچ.ڊي جي ڊگري وٺي آيو هو. مير غلام محمد خان ٽالپر ٽنڊي باگي ۾ هاءِ اسڪول قائم ڪيو هو. سنڌس مددگار ٽنڊي باگي جو هڪ ماسٽر محمد صديق مسافر هو جيڪو ذات جو شيدي هو.

- سجاول شهر جو سيد عبدالرحيم شاهہ هو جيڪو وڏو زميندار بہ هو. کيس اولاد ڪونہ هو. سجاول جي ديني مدرسي کي شاهہ صاحب هڪ هزار ايڪڙ زمين ڏئي ويو هو. بي نمازي هاري کي بہ پاڻ ڪونہ رکندو هو، يارهن حج شاهہ صاحب ڪيا ها. سائين جي. ايم. سيد مرحوم کي بہ سياست ۾ ان صاحب آندو هو، مڪلي نٽي واري قبرستان ۾ سنڌس قبر ڪچي آهي. مسٽر جناح جيڪو نمازي بہ ڪونہ هو. ان جي قبر تي بہ نون ڪروڙن جي لاڳت جو قبو ٺهيل آهي.

- آڪٽوبر سال 1999ع آرمينيا جي ملڪ ۾ نوجوانن حملو ڪري وزيراعظم سوڌي پارليمينٽ کي اڏائي ڇڏيو. انهن نوجوانن کان پڇيو ويو تہ هي اوهان ڇو ڪيو، اوهان تي قانوني ڪيس هلندو. نوجوانن چيو تہ اسانکي ڪيسن جي پرواهہ نہ آهي، هي سموري اسيمبلي جا ميمبر سمورا وزير بدديانت هئا. هنن ڪروڙن جا مال ميڙيا هئا. اسان انهن جو صحيح احتساب ڪيو. هتي بہ هينئر احتساب جو نالو هلي پيو پر ان ۾ تيزي نہ آئي آهي. خدا هتي بہ آرمينيا جهڙا نوجوان پيدا ڪري، جيڪي هتي بہ آرمينيا جهڙو احتساب ڪري سدائين لاءِ ملڪ صاف ڪن.

- مسٽر ممتاز علي ڀٽو بہ ڪرسي لاءِ آتو هو. گهٽي وقت کان

نوازشريف شهباز شريف سان ملندو رهيو. جڏهن نوازشريف جي حڪومت جو خاتمو آيو، تڏهن ڪيس ڪرسي جو وڏيڪ آسرو هو. ٻڌڻ ۾ آيو هو تہ رات جو بہ ٽيليفون پيٽ تي رکي سمهندو هو. من گهنٽي وڄي اچي ڪرسي سنڀاليو. اهي حال آهن ڏهن سرن واري سردار جا، ٻين کي ڪهڙا ڏوهہ ڏجن.

- گهوٽڪي جي پاسي جو هندو مان شيخ ٽيل درويش صفت مسڪين نوابشاهہ ۾ منهنجي سؤٽ علي حيدر خان ٽالپر وٽ اچي رهيو. اوطاق تي وينو هوندو هو، مهمانن کي ماني کٽي کارائڻ. شيخ صاحب پاڻ اٽڪل ڏهاڪو کن ماڻهن جي ماني کائي ويندو هو، چار پنج سير کير يا لسي بہ پي ويندو هو. مون هڪ ڏهاڙي شيخ کان پڇيو تہ اوهان جڏهن هندو ڌرم تي هئا تڏهن بہ ايتري ماني کائيندا هئا. چيائين تہ پوتار نہ هڪ ڪٽوري دال جي بہ ڦلڪا، پوتار ڪلمي ۾ ٻڪ آهي، مونکي بہ ڳالهہ دل سان لڳي.
- ملڪ تي مائي بينظير جي صاحبي جو دور انجي صدقي زردارين جو بہ سونهري دور شروع هجي. آئون هڪ ڏهاڙي لاري رستي ميرپورخاص وڃي رهيو هوس، مون سان گڏ جيڪو مسافر وينل هو تنهن پڇيو تہ اوهان ڪير آهيو؟ مون جواب ۾ چيو تہ ادا آئون زرداري آهيان. هن مسڪين اتي هٿ ڏنو. ٽي دفعہ خوش خير بہ ڪيائين. پويان سيٽ تي ڪو وينل مونکي سڃاڻندو هو، تنهن منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي چيو تہ اوهان تندي ڄام جا ٽالپر آهيو. مون ڪيس چيو تہ ادا هينئر ٽالپري جي ڳالهہ نہ آهي. ڪيترا ٽالپر بہ زرداري جي دروازي تي گوڏا کوڙيا وينا آهن. مون سان جيڪو وينل مسافر هو جنهن کي مون ذات زرداري ٻڌائي، تنهن بہ وڏي واڪي چيو تہ سائين هاڻ آئون بہ زرداري. لاري جا مسافر کليا. انهن

کي بہ چيائين تہ اوهان زرداري ٽيڻ جو اعلان ڪريو في الحال وقت سولو گذاريو سڀ گناهہ معاف ٿي ويندا. ڪو پوليس وارو داروغو تپيدار بہ ويجهو ڪونہ ايندو.

- نوابشاهہ ضلع جو مشهور صوبيدار مسٽر صالح ڏهراج هو جيڪو پوءِ مندبو ٿي ويو هو. حرن جي انگريزن واري مارشل لا ۾ هن کي هڪ حر مجاهد گولي جو نشانو بنايو هو. جنهن ۾ هن جي ٽنگ هلي ويئي هڪ واقف ڪار ٻڌايو تہ هڪ ڀيري ٿاڻي تي پنهنجي آفيس ۾ ويٺو هو. هڪ ماڻهو تکو ڊوڙندو وڏي منشي جي آفيس ۾ پهتو. صالح ڏهراج وڏي منشي کان پڇيو تہ ڊوڙندو همراهہ آيو آهي سو ڇو؟ وڏي منشي چيو تہ صوبيدار صاحب خون ٿيو آهي، ان جو فرياد ڪرڻ آيو آهي. صالح ڏهراج وڏي منشي کي چيو تہ شڪر رب جو خون جو فرياد آيو آهي. ٻيڙا پار ٿي ويندا هينئر هڪدم هڪ ٻڪرو کهائي ماني ڏاهيو.

- درس عليم رحہ ڊوري ناري ۾ سيد طالب شاهہ جي هوٽل تي اچي ديرو ڪندو هو. وٽس ماڻهن جا ميڙ ٿي ويندا هئا. هڪ ڏهاڙي آئون بہ ويٺو هئس. هڪ همراهہ درس عليم رحہ کي چيو تہ مونکي پير ڪرڻو آهي. پنجابي پير ڪريان يا سنڌي پير. درس کيس چيو تہ ابا پنجابي مان وفا ڪانہ ٿيندي. هروڀرو گهر جي ڀينگ ڪرائڻي اٿئي تہ پوءِ سنڌي پير ڪر. مالوند ماڻهو بہ در تي سنڌي ڪتو ٻڌن ٿا، جيڪو هوشيار ۽ ويڙهو آهي.

- پاڪستان جي چيف ايگزيڪيوٽو جنرل پرويز صاحب سعودي عرب جي دوري تي ويو. اخبارن هڪ فوٽو شايع ڪيو، جنهن ۾ هو تہ بادشاهہ فهد ڪرسي تي ويٺو آهي ۽ جنرل پرويز نمي هٿ پيو ملائي. مونکي اها اخبار جنهن مهل ملي ان وقت هڪ واقف ڪار بہ

وينو هو، تنهن پڇيو تہ ڪامريڊ بادشاه اتي ڇو نہ جنرل صاحب سان هٿ ملايو؟ مون ڪيس عرض ڪيو تہ هتي دستور آهي، جيڪو بہ اسلام آباد جي ڪرسي ماڻيندو آهي اهي امداد جي آسري سعودي عرب ڏي ڊوڙ ڪندا آهن، شاهہ فهد بہ دل ۾ سمجهيو هوندو تہ هي امداد لاءِ آيو هوندو، ان ڪري هٿ وڻي ڏنس.

- سانگهڙ ضلعي جو برک سياستدان مرحوم غلام محمد خان وساڻ اڪثر اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيندو هو، پ پ جو اميدوار مير علي بخش خان ٽالپر اليڪشن هارائي ويو. انهي صدمي ۾ ٻن هفتن ۾ فوت ٿي ويو. هتي اهڙا بہ بيغيرت وينا آهن جن ٽي دفعہ هارايو بہ آهي پوءِ بہ پيپر پري اميدوار بيهن ٿا.

- ڪاهي جي پاسي جو شهمير خان مري ميرپورخاص هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هو، سنڌ جو گورنر لانسليٽ گرهام ۽ سندس ليڊي ميرپورخاص هاءِ اسڪول ۾ هاسٽل بہ ڏسڻ آيا. هاسٽل گهمندي جڏهن شهمير مري واري ڪمري ۾ داخل ٿيا تڏهن شهمير مري جي بستري تي هڪ ڪاري چنل رلي وڇايل هئي. ليڊي گرهام هن ڪي غريب شاگرد ڏسي ويهہ روپيا ڏنا تہ تون ٻيو بستر ٺهراءِ. اسڪول جو هيڊ ماستر سنڌ جو مشهور علم وارو استاد مسٽر عثمان علي انصاري، سو بہ گورنر سان گڏ هو، تنهن ڪي اها ڳالهہ نہ وڻي. رات جو شهمير مري کي انصاري صاحب گهرايو هو تہ تو هرويرو پراڻي رلي بستري تي ڇو وڇائي. شهمير مري هيڊ ماستر صاحب کي چيو تہ سائين ڪاوڙ نہ ڪر گورنر جي ميڊم ويهہ روپيہ ڏنا آهن. ڏهہ روپيہ ڪٽي اوهان رکو. انصاري صاحب کلي ڏنو.

- ڪپري نزديڪ ڪنهن پير جي ڪٽ ڪو باهہ ڏئي ساڙي ويو هو، ان پير جي مريدن درس عليم تي ڪيس داخل ڪيو. ڪورٽ درس

کان بچاءِ جا شاهد گهريا. درس عليم ملتان جو غوث بهاؤالحق سيوهڻ واري قلندر جا نالا ڏنا. ڪورٽ جي جج چيو تہ اهي فوتي آهن. درس چيو تہ زالون پٽ لاءِ وڃن سي ڊڪيون ٿيو اچن اوهان وارنٽ ڪڍي گهرايو. جج درس کي چريو ڪري آزاد ڪري ڇڏيو.

- آئون سال 1970ع ۾ مولانا ڀاشاني جي دعوت تي ڍاڪا ويو هئس. اتي نوجوان ڪامريڊ مونکي شهر جون تاريخي جايون ڏيکاريندا هئا. هڪ ڏهاڙي گورنر هائوس کان گذر ٿيو. دروازي اندر هڪ ڳاڙهي ڳئون سنڌ واري ٻڌل هئي. گورنر منعم خان هو. مون ان وقت هڪ ڪامريڊ کي چيو تہ ڳالهہ ٻڌ! هي ڳئون سنڌ جي آهي. ڪامريڊ هائوڪار ڪئي. مون ڪامريڊ کي چيو تہ هن علائقي جي پوليس ٿاڻي تي مون کي وٺي هل. هاڻي فرياد داخل ڪريان تہ منهنجي ڳئون ٻہ سال ٿيا تہ چوري ٿي وئي هئي سا مون هتي سڃاتي آهي. گورنر هائوس ۾ ٻڌي آهي، اهي ڪامريڊ ڏاڍو کليا. بنگالي ٻولي ۾ هڪ ٻي کي چوڻ لڳا تہ هتي چوندا آهن سنڌي موڳا آهن پر هي سنڌي وڏو هوشيار آهي. هتي جي بنگالي گورنر کي چوري ۾ ٿو ڦاسائي.

- پٿي مرحوم جي ڦاسي بعد ترت حيدرآباد ۾ قمرالزمان شاهہ جي محلات نما بنگلي ۾ پ پ جي اڳين ميمبرن وزيرن جو اجلاس ٿيو، وڏي ميز تي جنرل ضياءَ جي تصوير رکي هئي. ان جي چؤطرف خوشبو واريون اگربتيون خوشبو پکيڙي رهيون هيون. سيني آيلن هڪ درخواست تي صحيح ڪيون ان ۾ لکيل هو جنرل صاحب اوهان نيڪ ڪم ڪري پٿي کي ڦاهو ڏنو. پٿو اسان کي بہ بي عزتو ڪندو هو، اسين تنهنجا ٿورائتا آهيون. اها درخواست جنرل ضياءَ کي موڪلي وئي هئي. ان بعد تي. وي تي تقرير ڪندي جنرل

ضياءَ چيو هو تہ پٽي جي پارٽي جي خاص ميمبرن مونکي لکيو آهي تہ تو پٽي کي ڦاسي ڏئي چڱو ڪم ڪيو آهي. آئون وقت تي انهن جا نالا ظاهر ڪندس. مون جنرل ضياءَ کي تار ڪئي هئي تہ ترت انهن جا نالا ظاهر ڪر جيئن انهن ڀروپين جي خبر پوي، پر ضياءَ صاحب نالا ظاهر ڪونہ ڪيا پوءِ جي خبر آهي تہ اهي ضياءَ جي پيرن تي وجي ڪريا هئا تہ اسانجا نالا ظاهر نہ ڪر، اسان خوار ٿينداسون ان مان ڪيترا ضياءَ جي شورا تي ميمبر بہ ٿيا هئا.

- نوازشريف جي حڪومت جي تختي اونڌي ڪرڻ واري جنرل پرويز مشرف قومي توڙي صوبائي اسيمبلي جي ميمبرن جا بئنڪن جا کاتا بند ڪرائي ڇڏيا. مخدوم امين فهيم چيو تہ پلي بئنڪ جا کاتا بند ٿي وڃن مونکي پرواهہ نہ آهي چو تہ پيرن جا لکين مريد آهن بار وري بہ انهن تي پوندو، پير جي سٺڻ جو اڳٺ بہ مريد وٺي ڏين ٿا.
- پٽو مرحوم جڏهن وزيراعظم هو تہ هن سندس ڪنڌ ۾ آڪڙ جي ڪلي هئي. هڪ دفعي راڄ اشراف مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ کي هن سخت بيعزتو ڪيو پوءِ بہ مخدوم صاحب کي لک شاباس هجي جو پ پ کي مرڻ تائين ڪونہ ڇڏيائين.
- راڻي پور جي پير هڪ دفعي چيو هو تہ اسين بغداد واري بادشاهہ پير عبدالقادر جيلاني جا گادي نشين آهيون. ٽاٽي بولا خان وارا پير غلام رسول ۽ ٻيا جيلاني نہ آهن. اهي رڍن ڪترڻ وارا آهن. هرويرو جيلاني ٿيا آهن.
- سنڌ ۾ ڪيرٿر جبل جي پاسي هڪ بزرگ گاجي سائين نالي آهي جيڪو ذات جو ڪوسو بلوچ آهي پر هاڻ سيد چون ٿا تہ اهو بہ سيد هو، هتي سنڌ ۾ جيڪر ڪتي جي قبر تي بہ قبو هجي تہ بہ سيد

چوندا تہ اهو بہ اسانجو ڏاڏو آهي. اهي لفظ ڪامريڊ غلام محمد لغاري جا آهن.

- هڪ ڏهاڙي هارين جي جلسي ۾ باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ايوب خان کي مخاطب ٿي چيو تہ ظالم شل توکي اڌ رنگ ٿئي ڪامريڊ جتوئي جي دعا اگهامي پئي. ايوب کي اڌ رنگ جي بيماري ٿي پوءِ کيس آمريڪا علاج لاءِ کڻي ويا هئا پوءِ جيترو وقت هو، لڪڻ جي ٽيڪ تي هلندو هو.
- سنڌ جي جن اسيمبلي ميمبرن ون يونٽ جي حق ۾ ووٽ ڏنا هئا انهن هڪ ميڙاڪو حيدرآباد ۾ ڪوٺايو هو، ان ۾ ٺٽي جي ميمبر ميمڻ ذات واري سيٺ صادق علي چيو تہ آئون ٺيڪيدار آهيان منهنجا لکين روپيہ ٻڏي ٿي ويا ان ڪري ايوب کهڙي جي دٻاءَ هيٺ مون ون يونٽ کي ووٽ ڪيو هو، اتي ڪامريڊ غلام محمد لغاري بہ موجود هو، تنهن ميمڻ کي پوندبو ڏئي چيو تہ وڏو پڙوو آهين جو لک روپين تي سنڌ ماءُ جو سودو ڪيو، ايوب کهڙو بہ موجود هو تنهن جي منهن تي بہ دانگي ڦري وئي.
- آئون هڪ ڏهاڙي پير علي محمد راشدي وٽ سندس آفيس ۾ وينو هئس، ان زماني ۾ پير علي محمد راشدي سنڌ جو روينيو وزير هو. سندس ميز جي شيشي هيٺ هڪ لسٽ هئي جنهن ۾ هر تعلقي جي قيمت لکيل هئي جيڪو مختيارڪار اها رقم ادا ڪندو هو ان کي ان تعلقہ جي مختيارڪاري ملندي هئي تعلقہ ميرو خان جي رقم چار هزار هئي. راشدي صاحب مون کان پڇيو تہ ڪامريڊ تون چا پيو ڏسين مون کين چيو تہ مرشد آئون اوهان جي اگهوتري پيو ڏسان. ميرو خان تعلقہ جي اگهوتري چار هزار آهي سو چو؟ راشدي چيو تہ ميرو خان غير آباد آهي مختيارڪار لوڙهو ڏيو هڪ لانڍي ۾

وينو آهي ان ڪري ميرو خان تعلقہ جو اگهہ چار هزار آهي. سنڌ ۾ سدائين ضلعا، تعلقا ۽ ٺاٺا وڪامندا آهن.

- سنڌ هاري ڪاميٽي جي باني اڳواڻ ڪامريڊ عبدالقادر جي ذات کوکر هئي پر ڪامريڊ پنهنجي ذات ”هاري پوٽو“ لکرائي، اهو هو سچو عشق هاري سان.

- نوشهروفيروز جو رهاڪو جناب جسٽس محمد بچل ميمڻ مرحوم هو، اوائل ۾ نواب شاهہ سيشن جج هو، هن وٽ عورت کي اغوا ڪرڻ جو ڪيس آيو، شنوائي تي مرد ۽ عورت ٻئي موجود هئا. جج بچل صاحب جوابدار مرد کان پڇيو تہ هيءَ عورت توکي وٽي ٿي تو سان خوش آهي همراهہ چيو تہ سائين برابر. جج صاحب پوءِ عورت کان پڇيو تہ هي مرد توکي وٽي ٿو رن چيو تہ آءُ ان لاءِ مريو ٿي وڃان جج صاحب عورت کان پڇيو تہ تو هن کي ضرور چيو هوندو تہ هاڻ دير نہ ڪر مونکي پڇائي. هل، عورت هائوڪار ڪئي، جج صاحب انهي عورت کي ست ورهيہ سزا ڏني همراهہ کي داٻا ڏئي ڇڏي ڏنو انجو اثر اهو ٿيو جيترو وقت مرحوم بچل صاحب سيشن جج هو ڪا بہ رن يار سان ڪانہ ڀڳي رنون يارن کي چونديون هيون تہ اهو مُئو بچل ٽري تہ پوءِ ڀڄي هلون.

- مير آباد جي ميرن غونث علي شاهہ جي مشير مير حيدر خان ٽالپر جي دعوت ڪئي هئي اتي هڪڙي خوشامندي نوازشريف زنده باد جو نعرو لڳايو ٻاهر بينل مسڪين سڀ ڪلڻ لڳا ڪنهن بہ جواب ۾ نواز شريف زنده باد جو نعرو ڪونہ لڳايو، مير صاحب ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيا.

- آءُ هڪ ڏهاڙي ڄام صادق علي جي قبر تي قل پڙهڻ لاءِ ويس تہ اتي هڪڙو خدمتگار وينو هو ان کان مون پڇيو تہ ڄام صادق علي کان

جن ڦريو، ڪروڙن جا فائدا حاصل ڪيا، انهن مان ڪو سندس قبر تي آيو آهي؟ فقير جواب ۾ چيو ته ڪو به ڪونه آيو آهي.

- سنڌ جي مشهور تعليمي ماهر استاد تاج صحرائي به هڪ آئي-سي-آفيسر ڪليڪٽر جي بيگم سان عشق ڪيو هو تاج صحرائي به جواني ۾ وڏو خوبصورت هو. اهو آفيسر لاڙڪاڻه جو ڪليڪٽر هو.
- نواب يوسف ٽالپر اليڪشن ورڪ لاءِ مير آچن آف ميرپورخاص کي گڏ وٺي ويو. مير صاحب پنهنجي طبيعت جو بادشاهه هو نواب يوسف مير صاحب کي چيو ته اوهان ميراثي سستي ٽا ڪريو دير ٿيو وڃي مير صاحب نواب يوسف کي چيو ته اجائي ٽر ٽر نه ڪر جنکي ووٽ ڪرڻو هوندو سي ڪندا، باقي جي ووٽ نه ڪندا اهي تنهنجا هيلپر ته ڪونه آهن، نواب يوسف ماٺ ڪري سگريٽ دکايو.
- پٿوري جو سيٺ بسو مل سرڳواسي روزانه ٻن ٽن سون کي ماني کارائيندو هو جو رات جو مهمان کي کير به ملندو هو.
- مون پاڻي جي کوٺ ڪري زمين تي ٽيوب ويل تي لڳايو آءُ مسڪين ماڻهون هئس ميرپورخاص جو سيٺ رتن چند مونکي وڏي مالي امداد ڏئي ويو هو، جا سدائين ياد رهندي.
- پير پاڳاري سورهيه بادشاهه تي جيڪو بغاوت جو ڪيس مارشل لا ڪورٽ ۾ هلايو هو، ان ۾ سرڪار ديوان ڏيئل مل وڪيل سورهيه بادشاهه کي ڏنو هو مارشل لاءِ ڪمانڊر جنرل رجسترڊسن ڏيئل مل جي مٿي تي گيتا رکي هئي ته ڪيس جي ڳالهه ڪنهن سان نه ڪبي.
- مير بنده علي خان ٽالپر سنڌ جو وزير اعليٰ به هو، سنڌ جو وڏو جاگيردار به هو. اٽڪل هڪ لک چاليهه هزار ايڪڙ هن جي جاگير

هئي، خيرپور ناٿن شاهہ جو سمورو شهر مير صاحب جو هو. اتي
ڪيترا شيخ قبضا ڪري سارين جا ڪارخانہ قائم ڪري ويا.
ماڻهون چون ٿا تہ مير بنده علي خان ٽالپر پنهنجي شهر ٽنڊو غلام
علي ۾ ڪا بہ بري پلي نہ ڪئي، عيش عشرت ولايت وڃي ڪندو
هو عام چوٽي هئي تہ تون ڪهڙو مير بنده علي جو پٽ آهين.

- سنڌ جو برک وڪيل ديوان ڏيئل مل لالواڻي جڏهن فوت ٿي ويو انجي جنازي سان باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي بہ هو جيڪو ڏاڍو ڪندو مٿو پٽيندو هليو تہ اڄ سنڌ مان قانون جو ڄاڻو موڪلائي ويو. ديوان ڏيئل مل جي گهر حيدرآباد ۾ اڄ مگسي الله بخش ويٺو آهي ديوان جا روح روئيندا هوندا تہ گهر ۾ راڪاس ويٺو آهي.

- مرحوم پير علي محمد راشدي هڪ دفعہ ٻڌايو تہ اوهان ڪامريڊ جلسن ۾ چئو ٿا تہ سرڪار جي اسپتالن ۾ علاج ڪونهي ڊاڪٽر دوائون ڪايو وڃن واهن جي پوڇڙي ۾ پاڻي ڪونهين لکين ايڪڙ زمين غير آباد آهي ان جو علاج اهو آهي تہ ڪنهن آدم خور صفت ڊاڪٽر کي اسپتال جي دروازي تي ڦاهو ڏئي لٽڪائجي پوءِ ڪم از ڪم ويهہ سال سمورا ڊاڪٽر درست ٿي ويندا مريضن کي ياڪر ۾ وهاريندا. پاڻي جي ڪنهن انجنيئر کي واهہ جي پوڇڙي تي ڦاهو ڏئي ٽنگجي پوءِ واهن جي پوڇڙي ڪانہ سڪندي ڪو ڪري ڏيکاري.

- پاڪستان جي اول وزيراعظم لياقت علي ڪراچي ۾ چيو هو تہ ڪراچي ۾ صرف اٺ گاڏين ۽ گڏهہ گاڏين وارا سنڌي آهن. ڪراچي شهر ۾ سنڌين جو ڇا ويو. سمجهو تہ سنڌ لياقت علي جي پيءُ جي جاگير هئي پاڻ ڪرنال ضلع جو ميراثي هو مغل بادشاهن جا حُقا پريندا هئا سندن زالون حرم سرا ۾ ٻانهيون هيون پوءِ ٿيا نواب.

- هڪ زماني ۾ آءٌ ۽ باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدربخش جتوئي لاهور وياسين. جڏهن واپس اچي رهيا هئاسين ريل جڏهن سنڌ ۾ داخل ٿي تڏهن مٽي اڏاٽي. گاڏي ۾ هڪ پنجابي ويٺو هو تنهن گاڏي جون دريون بند ڪري ڇڏيون. ڪامريڊ پنجابي کان پڇيو تہ دريون کول ڇو بند ڪيون آهن تہ پنجابي چيو تہ مٽي ٿي اچي ڪامريڊ دريون کولي ڇڏيون گاڏي ۾ مٽي پرجي وئي مون ڪامريڊ کي چيو تہ بابا سائين اوهان مٽي سان پرجي ويا آهيو مونکي چيائين تہ چريا هي مٽي سنڌ جي آهي پلي منهنجي بدن تي پوي، سنڌ جي مٽي ناپاڪ کي پاڪ ڪندي آهي.
- سنڌ ۾ هڪ مشهور جج مسٽر غزنوي هو جنهن حيدرآباد جي قلعہ واري هندو مسلم فساد وارو ڪيس بہ هلايو هو. هندو توڙي مسلمان فسادين کي هن سزائون ڏنيون هيون. ٽنڊي محمد خان جو هڪ وڏ ظالم زميندار محمد سعيد شاھہ هو جنهن ان جي بٺئي تي 9 هاري وڍا هئا اهو ڪيس بہ غزنوي صاحب وٽ هليو هو انکي ڦاسي جي سزا ڏني هئي مرحوم مير علي احمد خان جو دوست هو مير صاحب جي عزيز حاجي شير محمد خان نظاماڻي پنهنجي ڳوٺ دعوت ڪئي، ان ۾ غزنوي صاحب هليو. ٻيرن جي موسم هئي. شير محمد خان سنا ٻير بہ آڻي رکيا، سيني پٺي ڪاڏا غزنوي صاحب مونکان پڇيو تہ ڪامريڊ ٽنڊو قيصر جون مشهور شيون ڇا آهن. مون غزنوي صاحب کي چيو تہ هڪڙا نظاماڻي هڪڙا صوفي ٻير ٻيا شيدي. غزنوي صاحب چيو تہ شيدي ڇا آهي؟ آءٌ ٻاهر نڪتس هڪ پهلوان شيدي پٺي ويو، ان کي وٺي اچي غزنوي صاحب جي اڳيان بهاريم شيدي ڏسي حيران ٿي ويو چيائين تہ هي اميرن جي ڪم لاءِ آهي.

- جنرل ايوب خان شڪار جو شوقين هو تنڊي محمد خان جي ميرن وٽ بہ شڪار ڪرڻ ايندو هو. مير صاحب هڪ ڪموڊ ٺهرايو هو جيڪو ايوب خان جي شڪار وقت مير صاحب ڪلهي تي کڻندو هو ان لاءِ تہ جيڪر ايوب خان کي شڪار ڪندي ڪاڪوس ڪرڻ جي ضرورت پوي تہ پوءِ مير صاحب جي ڪلهي تي ڪنيل ڪموڊ تي ايوب ڪاڪوس ڪندو هو.
- مرحوم ڄام صادق پ پ جي دور ۾ مڪاني ادارن جو وزير هو هڪ دفعہ سجاول ويو ٽائون ڪميٽي جي آفيس ۾ وڃي ويٺو، دروازي تي ناڪي منشي ۽ ٻيو عملو قطار ۾ بيٺا هئا. انهي قطار ۾ مشهور شاعر سرويچ سجاولي بہ بيٺو هو، ڄام ڪنهن کان پڇو تہ هو سرويچ سجاولي آهي ان همراهہ چيو تہ هائو سائين سرويچ سجاولي ناڪي منشي آهي، ڄام صاحب سرويچ کي سڏي ياڪر پائي پاڻ سان گڏ ڪرسي تي وهاريو، چيائين تہ وڏو افسوس آهي جو سرويچ سجاولي جهڙو عظيم شاعر ناڪي منشي آهي. ڄام ان وقت سجاول ٽائون ڪميٽي جو ايڊمنسٽريٽر ڪيس مقرر ڪيو.
- مرحوم پيٽي اقتدار جي نشي ۾ مرحوم مير علي بخش خان ٽالپر کي بي گناهہ ڪوئٽہ جي فوجي ڇانوڻي ۾ ٽارچر سيل ۾ بند ڪري عذاب ڏياريا، جنهن مان مير صاحب کي دماغ ۾ رسولي ٿي پئي انجي علاج لاءِ لنڊن بہ ويو پر شفا نہ ٿي، پنهنجن دوستن کي مير علي بخش خان مرحوم چوندو هو تہ مون پيٽي جو ڇا وڃايو روز قيامت منهنجا ٻئي هٿ سندس ڳچي ۾ هوندا.
- مٺي جو هڪ لڪاپتي واڻيو سيٺ ڪنهن ڪيس ۾ سزا ڪاٽي حيدرآباد جيل ۾ آيو هو، رات جو باريڪ ۾ قيدي سيٺ سان همر بستري ڪندا هئا. سيٺ مائٽن کي لکيو تہ آءٌ جيل ۾ خوش

آهيان پر رات جو قيدي مون سان زنانو ڪم ڪن ٿا. مائٽن سيٺ ڪي لکيو تہ اوهان هتي بہ زناني ڪم جا ماهر هئا انجو فڪر اسانکي ڪونهي.

- ٿر مان پ پ جو اليڪشن اميدوار ڊاڪٽر حفيظ هاليپوٽو ٽيو هو. جيڪو آمريڪا مان جام خزانو ڪمائي آيو هو. آءٌ بہ مٺي ۾ اسانجي اميدوار ڪامريڊ سوڀي گيانچندائي لاءِ ڪئمپ لڳايو ويٺو هوس. اهو بہ قومي اسيمبلي ۾ اميدوار هو. هڪ رات مٺي شهر جا ڪٽپر ذات وارا، مون وٽ آيا انهن چيو تہ پ پ جو اميدوار اسان وٽ ووٽ گهرڻ نہ آيو آهي، سندس مقابلي ۾ اميدوار ارباب آهي. انهن جو ٿر تہ قلعہ آهي اوهان پ پ جي اميدوار کي چئو تہ ماٺهن وٽ در در ووٽ لاءِ وڃي. آءٌ رات جو پ پ جي اميدوار وٽ ويس انکي چيم تہ اوهان ووٽرن جي در تي وڃي ووٽ گهرو اميدوار چيو تہ ڪامريڊ ٿر جي هر واري جي پٽ مان آواز پيو اچي تہ جيئي ڀٽو! آءٌ ووٽ ڇو وڃي گهران، نتيجو اهو نڪتو جو پ پ جو اميدوار ڊاڪٽر هاليپوٽو هارائي ويو، ارباب کٽي ويو. ڊاڪٽر وڃي آمريڪا جا وڻ وسايا.
- ملڪ ۾ زالن جي ميلن جو بنياد لياقت علي جي زال بيگم رعنا وڌو هو انهن ۾ سڀ وڏن ماڻهن جون زالون شامل ٿينديون هيون. ڪي عاشق مزاج مرد بہ زالن جي لباس ۾ ويندا هئا ۽ زالن سان ڇيڙ ڇاڙ ڪندا هئا.
- بڪيرن جو پير غلام نبي نچڻ جو شوقين هو، پير ميڪ اپ ڪري ساڙهي پائي ناچ ڪندو هو، سندس مريد روپين جي گهور ڪندا هئا، اهو بہ روحاني پيشوا سڏيو.
- مٽيارن جو سرهندي پير آقا غلام مجدد سرهندي حيدرآباد ۾ جڏهن

انگريز ڏسندو هو تڏهن پٽڪي جي پلاند سان منهن ڍڪيندو هو.
پير صاحب تي مولانا محمد علي جوهر ۽ مولانا شوڪت علي سان
ان وقت انگريزن بغاوت جي ڏوهہ ۾ ڪراچي ۾ ڪيس هلايو، ڪين
تي ورهيہ جيل جي سزا ملي هئي. هاڻ وارا سرهندي پير در در پنن
ٿا. ڪي ليگلا ڪي وري سرڪار جون سُريتون بہ ٿيا.

- مائي بينظير آمريڪا جي ڪشمير کي ورهائڻ جي حمايت ڪئي. اهو سندس قدم پنهنجي پيءُ مرحوم پٽي جهڙو آهي، جنهن پاڪستان جي ورهائڻ ۾ مک ڪردار ادا ڪيو هو، جنهن جي نتيجي ۾ مشرقي پاڪستان ڌار ٿي بنگلاديش بنجي ويو هو، جهڙا ڪانگ تهڙا بچا.
- آءٌ سال 1953ع ۾ دهلي ويو هوس مونکي ڪن پراڻن ڪتابن جي ضرورت هئي، پراڻي دهلي ۾ هڪ ڪتابن جي دڪان تي ويس دڪان جو مالڪ سلمان هو ۽ وڏي عمر جو هو ان کان مون انهن ڪتابن جو پڇيو دڪاندار مونکي وهاري چيو تہ انهن ڪتابن پڙهڻ وارا سڀ مري ويا آهن. اهي ڪتاب مون وٽ نہ آهن نڪو اوهانکي ملندا. دڪاندار مونکان پڇيو تہ اوهان ڪير آهيو؟ ڪٿان آيا آهيو؟ لباس مان پتاڻ ٿا معلوم ٿيو. مون کيس چيو تہ بابا آءٌ سنڌي آهيان دڪاندار چيو تہ اوهان شاهہ عنايت شهيد جي سنڌ جا آهيو، مون هائوڪار ڪئي، دڪاندار چيو تہ منهنجي ڏاڏي جيڪا سواسو ورهيہ جي ڄمار جي هئي. ان ڳالهہ ٻڌائي هئي تہ جڏهن شاهہ عنايت شهيد جو سر مبارڪ سنڌ مان آندو ويو بادشاهہ کي ڏيکارڻ لاءِ، جڏهن اهو سر مبارڪ لال قلعہ جي اندر آندو ويو، تڏهن قلعہ جي دروازن جا تاڪ لڏي ويا، زور سان کڙڪڻ لڳا، اهو آواز اندر بادشاهہ ٻڌو تنهن چيو تہ قلعہ جا دروازا ڇو ٿا کڙڪن کيس ٻڌايو ويو تہ سنڌ مان شاهہ عنايت کي قتل ڪري انجو سر آندو پيو وڃي

انگريز قلعه جا دروازا ڪڙڪن پيا بادشاهه ڏجي ويو ان چيو ته هڪدم اهو سر سنڌ واپس ڪريو.

- منهنجي مرحوم پير علي محمد راشدي سان به پراڻي آشنائي هئي، هڪ ڏهاڙي ڪراچي ۾ هن وٽ ويس، وڏي ڪچهري به ٿي، ڪيترن پراڻن سياسي ڪارڪنن جو به ذڪر نڪتو. مرحوم راشدي مونکي چيو ته ڪامريڊ ڪراچي جي شهر جي ڪيترن رستن تي اهڙن ماڻهن جا نالا لکيا ويا آهن جن جو سنڌ توڙي ڪراچي سان ڪو به لاڳاپو ڪونهي. ڪامريڊ عبدالقادر جيڪو هاري تحريڪ جو وڏو اڳواڻ هو هن ڪا به دولت ڪانه ميڙي، پڇاڙي جو چنل ڪٽ تي هن جهان ڇڏيو. اهو وقت به ايندو جو ڪراچي جي ڪنهن وڏي رستي تي ڪامريڊ عبدالقادر جو نالو لکيو ويندو.
- آءُ هڪ دفعه سکر ويس تڏهن رحيم داد خان مولائي شيدائي حياتي هو، ان سان ملڻ ويس هو مسڪين مرد چنل ڪٽ تي ستو پيو هو، آءُ سندس پيرن ۾ وڃي ويٺس، سندس اها حالت ڏسي منهنجي اکين ۾ پاڻي اچي ويو، شيدائي صاحب مون کي چيو ته بابا توکي شاباس هجي جو مون وٽ آيو آهين. شيدائي صاحب اصل رهاڪو قلات جو بروهي هو پر هن جنت السنڌ ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب سنڌي زبان ۾ لکيا پر هن جي ڪنهن پرگهور نه ڪئي.
- مرحوم مير رسول بخش خان جڏهن فوت ٿيو، تڏهن آئون به نماز جنازي ۾ شرڪت لاءِ وڃي پهتس. ماڻهن جو وڏو ميڙ هو. حضرت شيخ السنڌ مولانا عبدالحق رباني جن به ويٺا هئا، هن جي ير ۾ سندس معتقدن جو وڏو گهيرو هو. آئون به نوڙي سلام ڪري وڃي ويٺس. ڪيڏي مهل خبر پئي ته مير صاحب جي ميت سينگاري آڻي رکي اٿن. مير صاحب مرحوم سنڌ سرڪار جو جونيئر وزير هو ان

ڪري سندس ميت تي قومي جهنڊو ٻه وڌو ويو هو. مولانا رباني صاحب هڪ نوجوان کي چيو تہ تون وڃي ميت تان جهنڊو لاهي اچ نہ تہ مرحوم جا ٻئي جهان ويندا هليا، ان تي مون مولانا صاحب کي چيو تہ بابا وارثن خود جهنڊو رکيو آهي پنهنجو ڇا ويو پوءِ مولانا فرمايو تہ وڃي ڏوڙ پائين.

- سنڌ بچايو ڪانفرنس ۾ مسٽر يوسف لغاري پنهنجي تقرير ۾ چيو هو تہ سنڌ ڌرتي تي ٻہ مصيبتون آهن، هڪڙي سم ٻيو سيد ذات.

- افغانستان جو بادشاهہ نمازي امان الله خان يورپ جي دوري تي ويو، پشاور کان ڪراچي تائين اسپيشل ريل گاڏي ۾ اچي رهيو هو. انگريز جي حڪومت هئي بادشاهہ جي ريل سان انگريز جي فوج بہ هئي. اها ريل گاڏي ڪوٽڙي اسٽيشن تي اچي پهتي، اتي ڪافي وقت ترسي ڪوٽڙي جي شهر وارن کي خبر پئي تہ امان الله خان جي ريل اسٽيشن تي بيٺي آهي. هلي بادشاهہ ڏسون، انهن ماڻهن سان مولوي موسيٰ شيدي بہ هو جيڪو خلافتي هو. انگريز جا جيل بہ هن ڪاڌا هئا انگريزن انهن کي اسٽيشن جي اندر وڃڻ ڪونہ ڏنو ماڻهو جهنگل کان ٻاهر وڃي رهيا، مولوي موسيٰ شيدي فارسي زبان ۾ وڏي آواز سان چيو تہ اسان ٻڌو تہ ڪو شينهن پيو اچي پر هي بادشاهہ گدڙ وانگي گاڏي ۾ لڪو وينو آهي، اهو آواز امان الله خان ٻڌو سو گاڏي جي دروازي تي اچي بيٺو فارسي زبان ۾ پڇيائين تہ مونکي گدڙ ڪنهن سڏيو. مولوي موسيٰ شيدي هٿ کڻي چيو تہ مون چيو، بادشاهہ انگريز آفيسر کي چيو تہ هن کي اندر وٺي اچو، امان الله خان گاڏي مان لهي مولوي موسيٰ کي ياڪر پائي چيو تہ آئون شينهن آهيان پر هي گدڙن جو ملڪ آهي ان ڪري ريل ۾ اندر وينو هئس.

- نواب شاهہ جي مولوي معاذ هڪ دفعي مونکي چيو تہ ڪامريڊ پاڻ بهشتي آهيون چو تہ مسلم ليگ ۾ شامل نہ آهيون.
- نواب شاهہ ۾ مولوي معاذ وٽ حضرت مولانا عبيدالله سنڌي آيل هو مولوي معاذ سندس شاگرد بہ هو اتي سرڪاري ڪامورو بہ ويٺو هو، تنهن مولانا سنڌي کان پڇيو تہ ڪنهن ماڻهو کي مٽي ۾ سور هوندو آهي ڪو ماڻهو قرآن پاڪ جي آيت پڙهي مٽي تي هٿ رکي ٿو پوءِ سور لهيو وڃي سو ڇو؟ مولانا سنڌي ڪاموري کي چيو تہ تون تہ وڏو حرامي آهين.
- مسٽر حبيب الله خشڪ سنڌ ۾ ڪليڪٽر جي عهدي تي هو تنهن هڪ دفعي مونکي چيو هو تہ ڪامريڊ ماڻهو جو گوشت جي حلال هجي تہ آئون روز هڪڙو تپيدار ڪهي ڪايان. وڏا بي ايمان آهن تنهنجو زمين جو ڪاتو ٻئي کان ڏوڪڙ وٺي ان جي نالي ڪري چڙهيندو، توکي خبر ڪانہ پوندي. ڊل جا ڪوڙا بل ڏيو لک ڪمايو وڃن.
- پير علي محمد راشدي پاڪستان جو چين ۾ سفير هو، مون ڪچهري ۾ هن کان پڇيو هو تہ اوهان چين جو ليڊر مارشل چوتي ڏٺو هو راشدي چيو تہ ڪيترا دفعا. ڪامريڊ تون جيڪر ڪيس ڏسين تہ سچي چمار سندس پيرن ۾ ويهي حياتي گذارين، ايڏو عظيم آهي.
- ڪراچي جي نيپيئر روڊ جي نالي جي تجويز رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي ڏني.
- رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي هڪ مولوي کي شادي ڪرائي. ڪنوار جي مائٽن کي ٽيهہ هزار ڏئي، پوءِ مائي ڪورٽ مان طلاق ورتي تہ مولوي مون سان هم جنس پرستي ٿو ڪري.

- پير علي محمد راشدي کي پير صاحب پاڳاري چيو تہ مهراڻ اخبار لاءِ مولوي خير محمد نظاماڻي کي ايڊيٽر ڪجي. ان کي وٺي اچ راشدي مولوي صاحب کي پير صاحب وٽ وٺي اندر داخل ٿيو. مولوي صاحب ڪرسي تي ويهي رهيو. پوءِ پير صاحب آيو ان کي ويٺي هٿ ڏنائين. راشدي پٽ تي ويهي رهيو. ٻاهر نڪرڻ وقت مولوي صاحب راشدي کي چيو تہ بي ايمان نيٺ پير جي اڳيان گوڏا کوڙي ويهي بي عزت ٿيو آهين.

- شيخ عبدالمجيد سنڌي مرحوم کي حيدرآباد ۾ پوليس گرفتار ڪرڻ لاءِ پئي ڳوليو. شيخ صاحب رئيس غلام محمد ڀرڳڙي جي گهر ۾ وڃي لڪيو. رئيس جي پيڻ ڪاري هيٺ شيخ کي لڪائي ڇڏيو. آخر سج جي گرمي بہ ٿي شيخ صاحب ڪاري هيٺان ڪڪڙ جي ٻانگ ڏني پوءِ رئيس جي پيڻ چيو تہ هاڻ ڪاري هيٺان ڪڪڙ ڪڍو خير آهي.

- حيدرآباد شهر جي مشهور قاضي خاندان جي وڏي قاضي صاحب هڪڙي وزير جي پٽ سان مائٽي ٿي ڪئي. قاضي صاحب کي ڪنهن دوست چيو تہ اوهان جنهن سان مائٽي ٿا ڪريو اهو صفا الهڙ موالي آهي. قاضي صاحب جواب ڏنو تہ ادا آئون وزير جي پٽ سان مائٽي پيو ڪريان. پوءِ اهو موالي هجي يا ٻي ڪنهن عادت وارو هجي، اهو سوال ڪونهي.

- پيپلز پارٽي جي شروعاتي زماني جي ڳالهہ آهي. حيدرآباد جي مير رسول بخش خان جي باغ تي پارٽي وارن جي گڏجاڻي هئي، مرحوم ڀٽو بہ موجود هو، ان موقعي تي شيخ السند حضرت مولانا عبدالحق رباني مرحوم ڀٽي جي ڳل ۾ چهنڊڙي وجهي ڀٽي کي چيو تہ تون غريب مسڪين جي ڳالهہ ڪٿي نڪتو آهين، ان ڪري آئون بہ اچي

نڪتو آهيان، آئون ڪو غلمان باز ملان ڪو نہ آهيان جو توکي چمڪ وارو ڏسي اچي گڏيو آهيان. پڻي کي مولانا صاحب چيو تہ ماڻهن کان ڦرندي تنهنجو حشر بڇڙو ٿيندو. تاڙين جي گونج ۾ پڻي جو منهن لهي ويو.

- مون گنهگار کي بہ حج بيت الله جي سعادت نصيب ٿي. اسان جي سنگت ۾ مون کان سواءِ هي صاحب هئا؛ ميرپورخاص جو مير آچن، سنڌ ۾ ڪيلن جو بادشاهہ حيات رند، ٽنڊي ڄام جو مير محمد خان نياز، ٿوٽل چار ڄڻا. هتي پڻي مرحوم پاڪستان جي حاجين جو ٽولو روانو ڪيو هو، ان جو ليڊر مولانا ڪوثر نيازي هو. مفتي محمود مولانا غوث هزاروي پيا بہ ڪي پنجاب سان هئا. ڪر جو ياءُ تونسي شريف جو پير سيد رسول بخش خان ٽالپر، پڻي، مولانا رباني صاحب کي دعوت ڏني تہ اوهان بہ مهرباني ڪري حج وفد ۾ وڃو. ان ڪري رباني صاحب بہ روانا ٿيا. هتان جي ميدان ۾ اسين سرڪاري مهمان خاني ڏي وياسين، جتي سرڪاري حج وفد هئا وڃي ڪوثر نيازي جي پر وٽي ويناسون. ڪوثر نيازي چيو تہ ڪامريڊ حاجي صاحب ناشتو بادشاهہ شاهہ فيصل سان آهي، اسين ان تياري ۾ آهيون. مولانا رباني صاحب ليٽيو پيو هو ان کي ڪوثر نيازي چيو تہ مولانا جلدي ڪريو. صاف سٿرو احرام ٻڌو، خوشبوءِ لڳايو، بادشاهہ جي ناشتي تي هلون. حضرت رباني ٽپ ڏيئي اٿي ويٺو. فرمايائين تہ منهنجي دين ۾ بادشاهہ سان کائڻ حرام آهي. ڪوثر نيازي ڪاوڙ ۾ رباني صاحب کي چيو تہ آئون پڻي کي دانهن ڏيندس. رباني صاحب چيو تہ تون پلي پڻي جي پيءُ جي قبر کي وڃي دانهن ڏي، مولانا ويو.

- ڪامريڊ غلام محمد لغاري صدر پاڪستان سڪندر مرزا کي چيو تہ

اوهان هرويرو ڪميونسٽن کي گرفتار ڪري پوءِ اعلان ڪندا آهيو تہ ڪميونسٽ سازش پڪڙي ويئي جيڪي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري رهيا هئا. صدر سڪندر مرزا ڪامريڊ کي چيو تہ لغاري ڳالهہ ٻڌ! ڪميونسٽ برابر اتي ۾ لوڻ آهن. ڪوبہ سازشي ڪونهي، اسين سال ۾ هڪ دفعو اها مڙئي ڪميونسٽن جي وٺ پڪڙ ڪندا آهيون. ان جي عيوض اسانکي آمريڪا کان ڪافي رقم ملي ٿي. الله اوهان ڪميونسٽن ۾ برڪت وجهي اوهان اسان لاءِ سوني جهرڪي آهيو.

- ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي ڪراچي جيل ۾ هو ڪيس صدر سڪندر مرزا جيل مان گهرائي چيو تہ ڪامريڊ تون پاڪستان مان هليو وڃ، هتي سدائين پيو جيل ۾ سڙندين. ڪامريڊ سوڀي سڪندر مرزا کي برجستو ٿي چيو تہ مرزا ڳالهہ ٻڌ! آئون هن ڌرتي جائو آهيان، منهنجي مٽي موهن جي دڙي جي آهي. تون الاجي ڪٿان اچي ملڪ جو صدر بڻيو آهين تون هڪدم هليو وڃ، ڪامريڊ سوڀي کي وري جيل موڪليو ويو.

- حيدرآباد جي مير حيدر خان ٽالپر پنهنجن وڏن جو ڏهاڙو ڪيو هو، ان ۾ مَرين جو سردار خير بخش خان مري بہ آيل هو. هڪ ڏهاڙي فوج ۽ واپڊا وارن بجلي جي چوري ۾ مير حيدر ٽالپر کي گرفتار بہ ڪيو هو پوءِ ضامن تي آزاد ٿيو. خير بخش خان مري ان ڏينهن مون وٽ دعوت تي آيو هو، تنهن ٻڌايو تہ واپڊا ۽ فوج وارن ميرن کي بيعزتو ڪيو، ان هوندي بہ ميرن نعرو پئي لڳايو تہ پاڪستان زنده باد، عزت وڃڻ کانپوءِ بہ پاڪستان زنده باد جو نعرو هو.

- حيدرآباد جي گدبس ناڪي مسجد ۾ پيش امام مولوي فتح محمد هو. هڪ ڏهاڙي مير علي احمد خان وٽ آيو. وڏي ڪچهري هئي.

مير صاحب مولوي کان پڇيو تہ ٻڌو ويو آهي تہ اوهان ملان مسجد ۾ چوڪر سان بہ ونگو توري ڪندا آهيو. مولوي صاحب جواب ۾ چيو تہ مير صاحب اوهان کي الله سائين وڏا بنگلا عطا ڪيا آهن. جي اوهان کو شيدي پاڻ تي سوار ڪرايو يا ڪنهن ٻي سان عيش ڪريو. اسان ملن لاءِ ويچاري مسجد آهي، ان ۾ ڪو چوڪر هينان سمهاريون يا پنهنجي مٿان سوار ڪرايون. مولوي صاحب جي جواب تي سڀ حاضرين کليا. مير صاحب چيو تہ يار مولوي ملھ ماري ويو.

- ڳالھ ڪنور ڀڳت جي آهي. مون گنهگار ننڍي ڄمار ۾ بہ دفعو ڀڳت صاحب جي محفل ٻڌي بہ هئي. نواب شاھ ۾ هڪ همراھ جيڪو تنگن کان جڏو هو، تنهن ڀڳت صاحب جو هڪ قصو ٻڌايو جيڪو هن ريت هو. اپاهج همراھ چيو تہ سرهاري ۾ هڪ ديوان زميندار هو، ان وٽ ڀڳت صاحب اچڻ وارو هو. آئون بہ پاڻ ڪٽائي وڃي پهتو هئس، سوَن جي تعداد ۾ انڌا جڏا بہ موجود هئا. ڀڳت صاحب جو راڳ ٻڌڻ لاءِ بہ هزارن جي تعداد ۾ خلق هئي. ڀڳت صاحب جڏهن راڳ پورو ڪيو تڏهن جهولي کٽي ماڻهن جي ميڙ ۾ گهڙي پيو. ماڻهو ان جهولي ۾ روپيہ وجهندا رهيا. اسين جڏا بہ قطار ۾ ويٺا هئاسون. ڀڳت صاحب روپين جي ڀريل جهولي کٽي اسانجيَ قطار ڏي آيو. مٺ ڀريندو هر هڪ کي ڏيندو ويو. آئون جڏن جي قطار واري آخر ۾ ويٺو هئس. ڀڳت صاحب روپين جي جهولي منهنجي اڳيان اڇي ڇنڊي. مون کيس چيو تہ سائين ڪجھ رقم اوهان بہ گهر کٽي وڃو. جواب ڏنائين تہ بابا جي ڪفن کي کيسا هجن تہ آئون بہ کٽي وڃان. شهيد ڀڳت صاحب ڇٽا وکٽي پنهنجو گذر ڪندو هو.

- مرحوم مير علي احمد خان ٽالپر ضياءَ جو وزير دفاع هو. ان زماني جي هڪ ڳالهه مير صاحب ٻڌائي ته آئون ۽ جنرل ضياءَ وزير خارجه آغا شاهي افغانستان وياسون. ڪامريڊ نور محمد تراڪي سان ملڻ، جنهن عوامي انقلاب آڻي افغانستان ۾ عوامي حڪومت آندي هئي. مير صاحب چيو ته ڪابل جي پر ۾ هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو اتي وٺي ويا. هڪ پراڻي ڪچي جاءِ هئي ان ۾ اندر وٺي ويا جتي ٽين جون ٿهيل ڪرسيون پيل هيون. اسانکي انهن تي ويهاريو ويو. اسان ڪان پري هڪ ٽين جي ڪرسي پيل هئي. ٿوري دير ۾ ڪامريڊ تراڪي آيو. سندس ترجمان اساجو تعارف ڪرايو. مير صاحب ٻڌايو ته تراڪي اسان ڏي ائين پٺي ڏنو، جيئن اسين ٺيٺي چٽا مسخرا آهيون. اسان ڏاڍا شرمسار ٿياسون. مون مير صاحب کي چيو ته ڪامريڊ تراڪي اوهانکي صحيح سڃاتو، هي برابر مسخرا آهن.
- حيدرآباد شهر جو استاد جمن نالي هو. شروع ۾ سرڪاري ٽرانسپورٽ ۾ ٻه ڪنهن عهدي تي هو، اتان رٽائر ٿيو. مزدورن جي ٽريڊ يونين ۾ ڪم ڪندو هو. سنڌ مزدور يونين جو ٻه صدر هو. لاهور ۾ ملڪ جي مزدورن جي ڪانفرنس هئي. ان ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ استاد جمن ٻه ويو. رات جو هن کي خيال آيو ته داتا دربار تي وڃي زيارت ڪري اچان. ٽانگي تي سوار ٿيو. ٽانگي واري کي چيائين ته بابا داتا جي دربار تي هل. واٽ تي رستو هيرامنڊي مان گذري ٿو، اتي استاد جي ڪن تي طبلي جي تان ۽ گهنگهرن جا ڇمڪا ٻڌڻ ۾ آيا. هن هڪدم ٽانگي واري کان پڇيو ته هي بازار ڪهڙي آهي؟ تنهن جواب ڏنو ته بابا هي هيرامنڊي آهي. داتا جي دربار اڳتي آهي اتي استاد جمن ٽانگي واري کي چيو ته توکي شاباس هجي جو جيئرن داتائن جي پاڙي ۾ وٺي آيو آهين. فوتي داتا تي هلڻ جو ضرور ڪونهي. استاد اچي پنهنجي هوٽل تي پهتو.

- جنرل ضياءَ پنهنجي شوريٰ جي اجلاس کي پهريون دفعو خطاب ڪندي شوريٰ جي ميمبرن کي چيو تہ اوهان کي منهنجو فرمانبردار ٿيڻ گهرجي جو اوهان هن ايوان ۾ آيا آهيو. نہ تہ اوهان جو ابو ڏاڏو بہ هتي ڪونہ اچي ها. ڪائو ضرور پر ٽڏو ڪري ڪائيندا. سيني شوريٰ جي ميمبرن اتي ضياءَ جي اڳيان ڪنڌ جهڪائي ڊيسڪون وڄايون.

- لاڙڪاڻي ۾ آئون باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي سان گڏ وارهہ ڏي هارين جي جلسي تي وڃي رهيا هئاسون. پيٽرول پمپ تي گاڏي ۾ تيل ٿي ورتوسون. اتي ڪنهن ماڻهو پنيان ڪامريڊ حيدر بخش کي پاڪر پاتو. ڪامريڊ پنتي ورائي ڏنو تہ اهو ايوب کهڙو هو. ڪامريڊ مونکي چيو تہ وري واپس جاءِ تي هلون. آئون ٽڙ ڪري ڪپڙا بدلائيندس. مون عرض ڪيو تہ اوهان صبح جو ٽڙ ڪري ڪپڙا بدلايا آهن وري ڇو؟ چيائين تہ سنڌ جي ويري ون يونٽ جي حامي ايوب کهڙي مونکي پاڪر پاتو آهي. آئون ناپاڪ ٿي پيو آهيان. ان ڪري ٽڙ ڪري ڪپڙا بدلائڻ ضروري آهي.

- سنڌ ۾ جڏهن ايوب خان جي خلاف عَوامي تحريڪ هلي ان ۾ اهو بہ نعرو لڳو "ايوب ڪتا هاءِ هاءِ" ڊوري ناري ۾ هڪ حجام ايوب نالي رهندو هو. جڏهن اسڪول جا شاگرد جلوس ڪڍي ايوب ڪتا هاءِ هاءِ جو نعرو هڻندا هئا تہ اهي اکر ايوب حجام جي گهر واري بہ ٻڌندي هئي. مائي سمجهندي هئي تہ ڇوڪرا منهنجي مڙس کي ڪتو ٿا ڪوٺين سو هڪ ڏهاڙي مڙس کي چيائين تہ مونکي طلاق ڏي ڇوڪرا توکي ڪتو ٿا ڪوٺين. پوءِ ايوب حجام مائي کي ڳالهہ سمجهائي مائيءَ پوءِ ماٺ ڪئي.

- مون مرحوم مير علي بخش خان ٽالپر کان پڇيو تہ اوهان جو والد

نواب مير الهداد خان خيرات ڪيتري ڏي ٿو؟ مون کي ڪن ۾ چيائين تہ اٺ آنا.

- سنڌ جي گورنر عظيم دائودپوٽي حڪم ڏنو تہ ڪراچي شهر مان پينو فقير ڪڍو. پوليس واري هڪ پينو فقير کي پڪڙي ورتو تہ شهر ڇڏ! گورنر جو حڪم آهي. پينو فقير پوليس واري کي چيو تہ گورنر اسانکي تڙي پوءِ پاڻ ڪراچي ۾ پنڻ جو ڌنڌو ڪندو.
- پاڪستان کان اڳ سنڌ ۾ افغانستان جو رهاڪو سوامي انگديو صاهب رهندو هو. شڪارپور جا هندو سيٺ سندس مريد هئا. هڪ ڏهاڙي ڪنهن سيٺ سوامي صاحب کان پڇيو تہ سچو ڌرم ڪهڙو آهي؟ سوامي صاحب سيٺ کي چيو تہ ماڻهو کي ترت انصاف ملي. بکئي کي پيٽ جي ماني اگهاڙي کي ڪپڙو ملي، جنهن ڌرم جي اها واٽ آهي اهو سچو ڌرم آهي. سوامي انگديو صاحب سنڌ هاري ڪميٽي ۾ بہ ڀرپور حصو ورتو. غريب ڪارڪنن کي مالي امداد بہ ڏيندو هو. اڏواڏ ٻنئي تحريڪ ۾ بہ ڏيندو هو.
- حضرت مولانا عبيداللهسنڌي رحہ جلاوطني دور ۾ چانهہ جي پتي سان بہ سڪل ماني کائيندو هو. سبحان الله اڄ وارا قوم پرست ليڊر بہ ڏسو جيڪي ماني وقت گيلن شراب پيئن ٿا پوءِ اعليٰ قسم جا چيني ۽ انگلش کاڌن جا ڊش کايو وڃن، جيڪي عبيدالله جي جُتي جي دز برابر نہ آهن.
- ڀوري ناري شهر ۾ هندو حجام نالي اڇلو رهندوهو، جنهن جي عمر هڪ سؤ سال هئي. اهو شهيد صوفي قلندر بخش رحہ جي سنوارت ڪندو هو. اهو ٻڌائيندو هو تہ صوفي صاحب جي ٻانهن جا وار مٿي ايا هئا. هيٺ نہ هئا اها بهادر ماڻهو جي نشاني آهي.

- منهنجو تمام ويجهو واقف ڪار هو جيڪو جهان ڇڏي چڪو آهي نہ تہ ان جو نالو بہ اوهان کي ٻڌايان ها. مرحوم ڇڙو چانڊ هو ان ڪري مهيني ماس حيدرآباد جي ڳاڙهي بازار جو چڪر بہ لڳائيندو هو. هڪ دفعي جو ذڪر ڪيائين تہ ديا رام جي بار تان چار پيگ وسڪي جا لڳائي وڪٽوريہ گهوڙي گاڏي ۾ سوار ٿي ڳاڙهي بازار ۾ ويس. سڄو چڪر لڳائي ڏٺم هڪ صفا ٻچ جوان ڳوري ٻاھہ جهڙي ويٺي آهي اتي رش بہ ڏاڍي هئي پر سندس اگهہ مڙئي سوايوهو. ان ڪري گهٽا پڇي هليا ٿي ويا. مون بہ وڃي پاسو ورتو. هن کي سواءِ پشتو ٻولي جي ٻي ڪابہ ٻولي ڪانہ ٿي آئي. سندس پڙوو جمعدار بہ حقو ٺاهيو ويٺو هو. مون ڪانئس سندس گهڙي جي رقم پڇي تہ اشاري ۾ پنج روپيہ هن چيا. مون کيس چيو تہ رعايت ڪر. پڙوي هڪدم چيو تہ جيترا پيسا گهٽ ڏيندين مزو گهٽ ايندو پئسا گهٽا ڏي تہ مزو گهٽو. اها ڳالھہ ٻڌي مون بہ ڪڙڪ پنجن جو نوٽ ڏئي وڃي مرڪز مضبوط ڪيو.

- مرحوم پٽو جنرل ايوب کي ڊيڊي سڏيندو هو. جنرل ايوب مسلم ليگ ٺاهي هئي. پٽي مرحوم کيس صلاح ڏني هئي تہ ضلع جو ڊپٽي ڪمشنر مسلم ليگ ضلع جو صدر ڪر، پوليس سپرنٽينڊنٽ ضلع مسلم ليگ جو جنرل سيڪريٽري ڪر. اها هئي پٽي مرحوم جي جمهوري سوچ. هاڻ ائين سمجهو تہ پيپلز پارٽي مسلم ليگ جي ڏي آهي.

- مسٽر ولي خان کي شيخ مجيب الرحمان ڪراچي ۾ هڪ گڏجاڻي ۾ چيو تہ تون منهنجا ڇھہ نڪتا قبول ڪر. انهن ڇهن نڪتن ۾ هو تہ صوبي جي آمدني صوبي تي خرچ ٿئي. مسٽر ولي خان مرحوم شيخ مجيب الرحمان کي چيو تہ منهنجي صوبي جا پٺاڻ سنڌ مان

ڪروڙين روپيہ ڪمائي هر ماهہ صوبي سرحد موڪلين ٿا، ان ڪري آئون ڇهن نڪتن جي حمايت نہ ڪندس. ان مان ظاهر آهي تہ ولي خان بہ ملڪ ٽوڙڻ جو حامي هو ۽ سنڌ جي آزادي جو دشمن آهي ۽ پنجابين جو ڀاءُ آهي.

- هڪ ڏهاڙو مون وٽ ڪن دوستن جي ڪچهري هئي جيڪي ٽنڊوڄام زرعي يونيورسٽي جا شاگرد هئا. اوچتو هڪ نوجوان شاگرد تڪو اچي پهتو. جنهن چيو تہ ڪامريڊ پشاور ۾ فجر نماز وقت مسجد جي دروازي تي علامہ عارف الحسين کي گوليون هڻي شهيد ڪيو ويو. مون ڪان زبان مان نڪري ويو تہ بابا ڳالهہ ٻڌو، مون شهيد عارف حسين صرف پنج منٽ ڏٺو هو. ملان نہ هو. انقلابي اڳواڻ هو پر ياد رکو هن جو خون رنگ لائيندو. ترت ضياءَ ويندو. ٿيو بہ ائين جو ضياءَ جو هڏو بہ هٿ نہ آيو.

- حيدرآباد جي لطيف آباد نزديڪ ٽنڊي مير نور محمد ۾ شاهي خاندان جا ٽالپر بہ رهن ٿا جن جي پراڻي شاهي حويلي آهي. ان ۾ ڪي خانداني پراڻا ٿانوَ، ڪٽون ۽ ڪرسيون وغيره رکيل آهن. انهن ٽالپر خاندان وارن مرحوم ڀٽي جي دعوت ڪئي، جڏهن هو وزيراعظم پاڪستان هو. ساڻس گڏ مرحوم مير رسول بخش خان بہ هو. جيڪو سنڌ جو گورنر هو. ڀٽي مرحوم کي ٽالپر صاحبن جون ڪي نادر شيون وڻي ويون. مرحوم مير رسول بخش کي ڪن ۾ چيائين تہ هي شيون هنن ميرن ڪان مونکي وٺي ڏي. مير رسول بخش ڀٽي کي چيو تہ تون وزيراعظم آهين هن وقت ميرن ڪان گهرڻ بي شرمي آهي. پوءِ آئون توکي وٺي ڏيندس. ڀٽي کي مڙئي ڦوشر ٿي پوءِ ڀٽي مير صاحبن کي حويلي سيل ڪرائي. پوليس پهرو ويهاريو هو. خان آف قلات ان وقت بلوچستان جو گورنر هو. خان قلات بہ ميرن جو

عزيز هو ان کي خبر پئي تنهن پٺي کي چيو تہ تون مگٽهارن کان بہ چٽ ٿو ڏسجين. ميرن جا بادشاهي ٿپڙ آهن. توکي ڪونہ ڏيندا پوءِ سيل بہ کلي پوليس بہ حويلي تان هٽائي وئي.

- جنرل ايوب جي شروعاتي حڪومت هئي. سياستدانن جا وات بند هئا. ايوب جو سياستدانن تي پادر جو ڪڙڪو هو. ان وقت جي لاهور جي اخبار نواءِ وقت هڪ ڪارٽون شايع ڪيو هو. هندستان جي باربر تي هڪ ڪتو پاڪستان کان هندستان وڃڻ لاءِ باربر پئي ٽپيو. پاڪستاني ڪتو متارو تازو هو. هندستان جي پاسي کان هڪ هندستاني ڪتو جيڪو اپرو مئل، صفا هڏا، اهو پاڪستان طرف اچي رهيو هو، تنهن پاڪستاني ڪتي کان پڇيو تہ يار تون موج ۾ جام گوشت هڏا کايو پيو هلين، منهنجو حال ڏس هندستان ۾ بک آهي. ان ڪري آئون لاچار پاڪستان پيو وڃان.ا تي ڪي هڏا آندا کائي بک ڪڍان. تون هندستان ڇا لاءِ ٿو وڃين؟ پاڪستاني ڪتي کيس چيس تہ يار اتي جنرل ايوب جي صاحبي آهي ماڻهن جي تہ زبان بند آهي. سخت قانون آهي. جڏهن کان ايوب حڪومت ۾ آيو آهي اسان ڪتا بہ زبان بند ڪريو ويٺا آهيون. آئون هندستان صرف ڀونڪڻ لاءِ پيو وڃان متان ڀونڪڻ وسري وڃي.

- نوازشريف جي حڪومت ختم ٿيڻ تي ڪيترن ليڊرن وڏا بيان بہ ڏنا مٺايون بہ ورهايون. رستي تي جهمر بہ لڳائي پر سيد امداد محمد شاهہ هڪ واحد ليڊر آهي جنهن حقيقت وارو بيان ڏنو هو. جنهن بيان ۾ هو تہ پاڪستان جي تاريخ ۾ فوج ڪڏهن بہ قانوني حڪومت ڪرڻ نہ ڏني آهي. نوازشريف جي حڪومت ختم ڪرڻ بہ غير آئيني قدم آهي. فوج جو ڪم سرحدن ۽ آئين جي حفاظت ڪرڻ آهي.

- راجا صاحب محمود آباد پنهنجو خزانو مسٽر جناح جي حوالي ڪري ڇيو ته هي خزانو منهنجن ابن ڏاڏن جو آهي. تون پاڪستان جي ڀلائي تي خرچ ڪجان. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪن سالن بعد ڪراچي آيو ۽ ٻي ڏينهن هو هتي ماڻهن جي بڇڙي حالت ڏسي راجا صاحب چيو ته هي پاڪستان آهي جنهن لاءِ مون پنهنجو خزانو مسٽر جناح کي ڏنو هو. مونکي هي پينگ واري پاڪستان جي خبر هجي ها ته آئون هڪ ٽڪو به جناح کي ڪونه ڏيان ها. هڪدم لنڊن روانو ٿي اتي هن مسلمانن جي ترقي لاءِ وڏو ادارو قائم ڪيو. اتي جهان ڇڏي ويو. ايران جي مشهد شهر ۾ مدفون آهي. هتي هن جو ڪوبه نالي وٺڻ وارو ڪونهي.
- پاڪستان جي صدارتي اليڪشن ۾ جنرل ايوب جي مقابلي ۾ مسٽر جناح جي ڀيڻ فاطمه جناح اميدوار هئي. جمالي قوم جي پڳدار مير جعفر خان جمالي فاطمه جناح جو حامي هو. جمالي صاحب هڪ وڏي جلسي ۾ تقرير ڪندي چيو هو ته گڏهه جو قر ماءُ جي اڳيان هلندو آهي. ايوب به هاڻ گڏهه جو قر ٿيو آهي جو ماءُ جي اڳيان ٿي اليڪشن ۾ مقابلو پيو ڪري. ماڻهن ايوب مرده باد جا نعرا لڳايا.
- سال 1940ع ۾ بنگال ۾ سخت ڏڪار پيو هو، تڏهن خاڪسار تحريڪ جي باني علامه عنايت الله خان مشرقي خاڪسارن جو وفد ڪلڪتي موڪليو هو ته اوهان اتان ماڻهو وٺي اچو جيڪي بک ٿا مرن. سنڌ مان نوابشاهه وارو مرحوم قاضي فيض محمد به ويو. اهو ڪيترا ننڍا ٻار وٺي آيو هو جيڪي بک جا ستايل هئا انهن جا مائٽ بک ۾ مري چڪا هئا.
- گانڌي جي، جڏهن اپيل ڪئي ته ولايت جا ڪپڙا نه پايو، چرخو ڪتي، ڪاڏي اٿي، ان جا ڪپڙا پايو تڏهن ڊورو ناري جي نزديڪ

ڳوٺ ڪنيري جي ميان جان محمد ولهاري ڪاڏي جي ڪپڙي جا اڏاڻا پنهنجي ڳوٺ ۾ قائم ڪيا هئا، هن وقت ان جو پاءُ حاجي ميان عبدالخالق ولهاري آهي، جيڪو دسترخواني جو بادشاهه آهي. هر آيل کي ماني کارائي ٿو، سندس فرزند حاجي خالد ولهاري آهي، جيڪو ڳوٺ جي رنن زالن ۽ بيواهن جي مدد ڪري ٿو. رات جو مسجد ۾ عبادت ڪري ٿو منهنجي خيال ۾ اولياءَ الله آهي، نوجوان آهي هن وقت وڏيرن جو اولاد هيروئن جي نشي ۽ اوباش زالن جي عشق ۾ غرق آهي.

- سنڌ ۾ مسافرن لاءِ ماني جي ٻئي چوويهه ڪلاڪ هڪ سيد حاجي جلال شاهه غلام نبي شاهه واري جي ٻي راڄي خاناڻي جي مير محمد خان ٽالپر جي هئي. جتي هر وقت تازي ماني مسافر کي ملندي هئي.
- سنڌ ڌرتي جي بهادر مائي ڄامان جوڻيجي هئي جنهن جي واڪاڻ مير شير محمد خان ٽالپر ميرپورخاص واري ڪئي آهي. جيڪو دٻي جي جنگ ۾ سال 1843ع ۾ وڙهيو هو جنهن ۾ هوش محمد شيدي شهيد ٿيو هو.
- سنڌ ۾ جيڪي ديني مدرسا هئا جن نامور عالم پيدا ڪيا. انهن ۾ هڪ ساماري جي نزديڪ رهڻ وارو حضرت مولانا محمد عثمان قراني ذات جو ينيرو ٻيو نصرپور جو شيخ السنڌ مولانا عبدالحق رباني ۽ مسڻ جو مولوي عبدالڪريم لغاري. ڳوٺ ڪنيري جو حضرت مولانا حاجي عبدالله اڪبري ولهاري هو جنهن جو شاگرد رئيس غلام محمد خان پرڳڙي جو والد مولوي ولي محمد خان پرڳڙي هو.
- آئون هڪ ڏهاڙي باغ جي واٽر ڪورس جي منڍ تي ويٺو هئس. شهر

جا ڪي ٻالي شاهي شڪاري گدڙ ماريو ڪلهن تي کڻيو آيا. مون کين سندن شڪار تي مبارڪباد ڏني. ڏاڍا خوش ٿيا. ويهي رهيا مون هنن کي سگريٽ بہ ڏنا. مون ڏٺو تہ گدڙ بيحد متارو هو. شڪارين کان پڇيم تہ هن جي گوشت جو ذائقو ڪهڙو آهي؟ هڪڙي شڪاري چيو تہ ڪامريڊ صاحب گدڙ کائي ڏس جهڙي ڏونگهي وينو کائين. دل بہ چيو پر ملن جو ڊپ هو تہ ڪامريڊ گدڙ بہ کائي ويو آهي.

- انگريزن جي دور ۾ سنڌ اسيمبلي جي ڊپٽي اسپيڪر مائي جيٺي سپاهملاڻي هئي جنهن جو واسطو ڪانگريس سان هو. ان کي جيل ۾ وڌو ويو هو. ان وقت سندس وزير داخلہ مرحوم محمد هاشم گزدر هو. سو هڪ ڏهاڙي ڪراچي جيل ۾ مائي جيٺي سپاهملاڻي سان ملڻ ويو. کيس چيائين تہ ادي اوهان سرڪار کان معافي ونو تہ جيل مان اوهانکي ڪڍجي. مائي پنهنجو پادر لاهي هاشم گزدر جي منهن تي هنيو. گزدر ٿلهو منهن ڪري هليو ويو.
- انگريزن جي حڪومت ۾ سنڌ ۾ ڪيترن پوليس صوبيدارن پاڻ تي هيبت ناڪ نالا رکيا هئا. عمرڪوٽ جي ڪالي خان کوسي صوبيدار پاڻ تي ڪارو واءُ نالو رکايو. ڪاري واءُ جي بيماري گهوڙن ۾ ٿيندي آهي. غلام رسول شاهہ ناظم پوليس خيرپور ميرس پنهنجو نالو گهاٽو رکايو هو. گهاٽي ۾ سنهو توڙي ٿلهو داٽو تيل ٿيو وڃي.
- ميرپورخاص ۾ محمد شاهہ نالي ڊپٽي ڪليڪٽر هو کيس ڪوبہ اولاد ڪونہ هو. رشوت ۾ سٽيو تي رٽائر ٿيو هو. ميرپورخاص جي مير آچن مرحوم وٽ ڪا دعوت هئي. آئون بہ وينو هئس مخدوم شاهہ ڊپٽي ڪليڪٽر بہ موجود هئا. ڪاڏي جي شين تي بحث هو. محمد

شاهہ چيو تہ مونکي پڪل تتر ۽ مٺي ڪاڌي ۾ پدنگ ڏاڍي وڻي ٿي. ڪامريڊ غلام محمد لغاري ٻہ ڪنهن ڪنڊ ۾ ويٺو هو تنهن هڪدم محمد شاهہ کي چيو تہ تتر ۽ پدنگ، ڪهڙي ڪچر کي ڪونہ ٿا وڻن، تنهنجي حد جا ٽپيدار تہ توکي پڪ تترن جا هار ٻہ پارائي سگهن ٿا.

- 18 ڊسمبر 1615ع تي انگلستان جي بادشاهہ جيمس اول جو سفير ٿي هندستان جي مغل بادشاهہ جهانگير جي دربار ۾ پهتو ۽ پنهنجي سندَ پيش ڪئي. پورا چار سال رهيو. سندس نالو هو سر ٿامس رو. هن مغل بادشاهہ کان ڪيترين واپاري سهوليتون حاصل ڪيون جن تي پوءِ ايسٽ انڊيا ڪمپني وارا ويٺا. اڄ ٻہ انگلستان جا ماڻهو چون ٿا تہ هندستان ۾ انگريز راڄ جو پائي وجهڻ وارو سر ٿامس رو آهي.
- سنڌ جي ماڻهن انگريز سامراج سان ويڙهہ ڪندڙ حضرت شاهہ محمود امروٽي کي آزادي جو امام ڪري ڪوٺيو.
- مغل بادشاهہ اورنگزيب جا ڀاءُ دارا ۽ شڪوه بادشاهہ ڀاءُ سان ڪونہ نهيا. جڏهن ٺٽي کان مشهور مجذوب شاعر سرمد دهلي پهتو تڏهن اورنگزيب جا ڀاءُ سرمد جا مريد ٿيا. بيعت ڪئي وئي.ا ها وڏي ڪاوڙ اورنگزيب کي لڳي، جو تہ بنيادپرست ملان هو. هن سرڪاري ملان کان فتويٰ لکرائي تہ سرمد دين اسلام جي خلاف آهي. هن کي قتل ڪيو وڃي. پوءِ جلاد دهلي جي بادشاهي مسجد جي دروازي تي اڏي رکي سرمد کي شهيد ڪيو.
- بمبئي کان ڌار ٿي سال 1933ع ۾ صوبہ سنڌ قائم ٿيو. سنڌ جو پهريون گورنر سر لانسلاٽ گراهم آيو. هن حيدرآباد ۾ وڏي دربار کي خطاب ڪيو هو. سنڌي زبان ۾ هن چيو تہ آئون برطانيہ کان ٽريننڊ ٿي اول حيدآباد آيو هئس. ٻہ سالا اسسٽنٽ ڪليڪٽر رهيو

هئس. مون پنهنجي نائڪ جي پٽ ڪان سنڌي پڙهي ۽ ڳالهائڻ به سڪيس. گورنر صاحب سنڌي زبان جا چرچا به ٻڌائي ماڻهن ۾ پاڻ وڻائي ويو هو.

- دنيا جو اول درجي وارو باڪسر محمد علي آمريڪا جو شيدي آهي. اول عيسائي مذهب جو هو پوءِ هي مسلمان ٿيو هو. پنهنجو نالو محمد علي رکايو هو. جڏهن آمريڪا ويٽنام سان جنگ ڪري رهي هئي تڏهن محمد علي ڪلي کي چيو ويو هو ته هو به آمريڪن سولجرن سان گڏ وڃي جنگ ۾ وڙهي پر محمد علي انڪار ڪيو هو. هن وقت سنڌس ڌي ليليٰ محمد علي به دنيا جي وڏي باڪسر آهي. هن به ڪيترن پهلوانن کي هارايو آهي.
- ڪراچي شهر جي مٿي در ۽ کاري در جو بنياد سال 1729ع ۾ سيٺ پوچو مل وڌو هو. لڪشمي بلڊنگ لالا لجپت راءِ ٺهرائي هئي. هن جو افتتاح برصغير جي نامور سياستدان مسز سروجني نائڊو 24 ڊسمبر 1938ع ۾ ڪيو هو.
- ڪراچي جي چيمبر آف ڪامرس جي بلڊنگ سال 1865ع ۾ ٺهي.
- ڪراچي ۾ سنڌ اسيمبلي جي بلڊنگ سال 1937ع ۾ ٺهي. ان جو افتتاح سنڌ جي انگريز گورنر سر هاگ ڊو ڪيو هو. هتي مزدوري منهنجي محسن دوست غلام حيدر شاه به ڪئي هئي.
- ڪراچي جو فريئر هال سال 1863ع ۾ ٺهيو. هن تي نالو ان وقت جي بمبئي جي گورنر بار ٽلي فريئر رکيو ويو. ان خود ڪراچي اچي فريئر هال ۾ وڏي دربار ڪئي. ان وقت سنڌ بمبئي سان شامل هئي.
- ڪراچي ۾ پوليس ٿاڻو سال 1863ع ۾ پيو.

- ڪراچي وارو بندر روڊ سال 1860ع ۾ ٺهيو. هن وقت اهو جناح روڊ آهي.
- ڪراچي ۾ پاڻي جي پهرين ٽانڪي 1846ع ۾ ٺهي هئي.
- ڪراچي جي ميري ويڌر ٽاور جو سنگ بنياد سر چارلس نيپيئر وڌو هو. 1846ع ۾ تيار ٿيو. هن تي خرچ 37178 روپيا آيو هو.
- ڪراچي جي نيپيئر روڊ جي علائقي ۾ طوائفون آباد آهن. هر وقت راڳ روپ ۽ عيش جون رونقون آهن. انگريز پنهنجي حڪومت ۾ هن علائقي کي وڏي اهميت ڏيندا هئا.
- ڪراچي جو هندو جيمر خانہ سال 1925ع ۾ هڪ هندو سيٺ ياءِ گوپالداس گورڌنداس ماهوٽا جوڙايو هو. هن تي جئپور راجستان جو پٿرڪم آيل آهي. عمارت جي شڪل مغل بادشاهہ هند اڪبرِ اعظم سنڌي جي محل جهڙي آهي. سيٺ گوپالداس خود بيڪانير راجستان جو رهاڪو هو. ڪراچي ۾ واپار ڪندو هو. هن سنڌ ۾ پهريون کنڊ جو ڪارخانو شاهپور چارڪر جي ويجهو لڳايو هو. پاڪستان ٺهڻ بعد اهو ڪارخانو هڪ پناهگير کي ڪليم ۾ مليو. سو انکي ٽوڙي وڪڻي کائي هليو ويو.
- ڪراچي جو گورا قبرستان سال 1844ع ۾ قائم ٿيل آهي. هن تي ساڍا ڏهہ لک روپيہ خرچ آيو هو.
- ڪراچي جي اين اي ڊي يونيورسٽي جي بلڊنگ هڪ پارسي سيٺ نادر شاهہ ايڊلجي ڊينشا سال 1921ع ۾ ٺهرائي. انهي سيٺ جي خاندان واري باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش کي هاري حقدار اخبار جي پريس خريد ڪري ڏني هئي.

# جمهوريت جي آڙ ۾

- انگريزن جي حڪومت ۾ مسٽر هندرسن ڪليڪٽر هو. هن صاحب انڌن لاءِ هڪ فنڊ قائم ڪيو هو. جنهن مان غريب انڌن جي اکين جو علاج ٿيندو هو. انگريز کان پوءِ ديسي اسلامي ڪليڪٽر اهو فنڊ کائي ويا. انگريزن سنڌي ٻولي جي بقا لاءِ سنڌي ورنيڪيولر فائنل جو امتحان شروع ڪيو، جيڪو اهو امتحان پاس ڪندو هو ان کي ماستري، آبداري، ۽ تپيداري ملندي هئي. سنڌ مان جنرل ٽڪا خان اهو امتحان ختم ڪري ڇڏيو جيڪو مرحوم پيٽي جو نور نظر هو. بنگالين جو ۽ بلوچن جو قاتل هو. پاڪستان جي شروع جي حڪومت ۾ ڪلڪتي جو هڪ ڀنگي مسٽر جوگيندرناٿ منڊل اقليت جو وزير ٿيو هو جيڪو هتي جو رهاڪو به ڪونه هو. هتي اقليت وارا ڪيترا ڀنگي موجود هئا. ٿنڌي ڄام جو ڪو ڪو ڀنگي وڏي صلاحيت وارو هو. ان کي وزيرڪجي ها.

- هتي جمهوريت جي آڙ ۾ دادو ضلع مان هڪ پوليس جمعدار هڪ تپيدار پ پ جي دور ۾ اسيمبلين جا ميمبر ٿيا. جيڪي پوءِ هر سرڪار سان ٻانهن ٻيلي رهيا.
- هتي جمهوريت جي آڙ ۾ مير مرتضيٰ ڀٽو ڪراچي شهر ۾ پنهنجي گهر اڳيان دوستن جي ساٿ سوڌو مارجي ويو. سندس ڀيڻ بينظير ملڪ جي وزيراعظم هئي.

- جمهوريت جي آڙ ۾ پ پ جي چيئرپرسن جو عهدو جيڪو نصرت ڀٽي وٽ هو، سو هن کان سندس ڌيءَ بينظير ڦري ورتو. پوڙهي دانهون ڪندي رهي.
- جمهوريت جي آڙ ۾ نوازشريف بلوچستان ۾ اختر مينگل جي حڪومت ڊاهڻ لاءِ ويهه ڪروڙ روپيه ميمبرن کي رشوت جا ڏنا، مينگل جي حڪومت ڊهي پئي.
- جمهوريت جي آڙ ۾ ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر تي بغاوت جو ڪوڙو ڪيس ٺاهي ڪين ڇهه ورهيه جيل جي سزا ڏياري وئي جيئن وڏيرا آساني سان اليڪشن کٽي اچن.
- جمهوريت جي آڙ ۾ وڏيرن اليڪشن کٽڻ لاءِ نوان ضلع قائم ڪيا. مثال هي آهن؛ گهوٽڪي ضلعو، نوشهروفيروز ضلعو، ٽنڊو ضلعو ۽ عمرڪوٽ ضلعو.
- جمهوريت جي آڙ ۾ سيني سياسي پارٽين پنهنجا ورڪر ڪرپٽ ڪري ڇڏيا. سيني ورڪرن جي قيمت مقرر ٿي وئي.
- جمهوريت جي آڙ ۾ باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي کي مچ جيل ۾ زهر ڏنو ويو.
- جمهوريت جي آڙ ۾ ڪامريڊ حسن ناصر کي لاهور قلعي جي عذاب گهر ۾ ڪاري نانگ کان ڏنگائي ماريو ويو.
- جمهوريت جي آڙ ۾ ڪامريڊ نذير عباسي کي ڪراچي جي ٽارچر سيل ۾عذاب ڏئي ماريو ويو.
- جمهوريت جي آڙ ۾ ڊاڪٽر دودو مهيري کي اتڪل تي سؤ ڦٽڪا لڳا هئا.

- جمهوريت جي آڙ ۾ ڪراچي ۾ عطاءالله خان مينگل جي پڳدار پٽ کي بيدردي سان پٽي جي صاحبي ۾ جنرل ٽڪا خان جي هٿان قتل ڪرايو ويو جنهن جو لاش وارثن کي نہ مليو.
- جمهوريت جي آڙ ۾ بلوچستان جي ليڊر عبدالصمد اچڪزئي کي ڪوئٽہ شهر ۾ گهر اندر ماريو ويو.
- معاشي بدحالي ڪري ماڻهن جون يادگيريون ختم ٿيون ٿين. هن ملڪ ۾ سدائين جمهوريت جو آلاپ ٻڌڻ ۾ ايندو رهيو آهي.
- هتي جمهوريت جي آڙ ۾ ملڪ ۽ قوم جي جيڪا ڀيل ٿي آهي سي ٻڌو:
- هن ملڪ ۾ جمهوريت جي آڙ ۾ جمهوريت جا دشمن قبضو ڄمائي ويٺا ان ڪري هتي سدائين جمهوريت ڪمزور رهي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو ملڪ جو وڏو حصو ڌار ٿي ويو. ملڪ بنگلاديش وجود ۾ اچي ويو. مرحوم ڀٽو جمهوريت جي نالي سان آيو پوءِ جمهوريت دشمن بنجي ويو ۽ ڦاسي چڙهي ويو. هتي بدڪردار راڄ جا ويري ڪيترا ڪنگال جمهوريت جي آڙ ۾ حاڪم ٿي ڪروڙ پتي ٿيا. مون ڪيترا وڏيرا ڏٺا جيڪي پوليس جا دلال هئا، صوبيدارن کي زور ڏيندا هئا. رنون سپلاءِ ڪندا هئا، اهي بہ جمهوريت جي آڙ ۾ ميمبر ۽ وزير ٿيا. انهن ڪڏهن بہ ووٽر سان هٿ نہ ملايو آهي.
- هتي جمهوريت جي آڙ ۾ مذهبي فرقي پرستي پڪيڙي هڪڙي دين وارا هڪ ٻئي جا قاتل بنجي ويا.
- جمهوريت جي آڙ ۾ بليڪ مارڪيٽ، رشوت خوري، بيماري، مهانگائي، بيروزگاري عروج تي اچي چڪي آهي.

- هتي جمهوريت جي آڙ ۾ پوليس جو صوبيدار جيڪو رشوت جي الزام ۾ نوڪري مان ڪڍي ڇڏيو ويو هو اهو صوبيدار پ پ جي ٽڪيٽ تي صوبي سنڌ جو ميمبر ٿيو. ايرڊ زون جو چيئرمين ٿو. ڪروڙن جو ڏٽي تي ويو.
- هتي جمهوريت جي آڙ ۾ ڪڪڙ ويڙهائڻ وارا وڏيرا اسيمبلي جا ميمبر ٿي، سوئرن جي شڪار ڪرڻ وارا بہ حاڪم ٿي ويا.
- جن جا گهر حيدرآباد جي لال بازار ۾ هئا، اهي جمهوريت جي آڙ ۾ وزير ٿيا. ڪين سرڪاري خدمت جي ڪري ڪوهنور ۽ چاندني سئنيما جا پلاٽ ڏنا ويا.
- جمهوريت جي آڙ ۾ 72 ميل نصرت واهہ جي ڳوٺ گل بيگ مري تي فوج چڙهائي ڪري فيض محمد خان مري ۽ ان جي اهل خانہ تي وڏو ظلم ڪيو هو.
- جمهوريت جي آڙ ۾ مير علي احمد خان ٽالپر کي اليڪشن ۾ ڌانڌلي ڪري قاضي عابد کي ڪامياب قرار ڏنو ويو. اهو ڪم ضياءالحق پاڻ ڪيو هو.
- جمهوريت جي آڙ ۾ جيڪو زرعي اصلاحات ٿيو ان ۾ سرڪاري عهديدارن جو هڪڙو ايڪڙ بہ ڪونہ ويو. مرحوم ڀٽي جي زمينداري جيڪا هزارن ايڪڙن ۾ آهي. ان جو هڪڙو ايڪڙ بہ ڪونہ ويو. مرحوم مير بنده علي خان ٽالپر وٽ هڪ لک ايڪڙ کان وڌيڪ ايراضي هئي ان وٽ پوءِ ساڍا ٽي هزار ايڪڙ بچيا، ڇو تہ مير صاحب سرڪاري دلال ڪونہ هو.
- جمهوريت جي آڙ ۾ بلوچستان اسيمبلي جي اسپيڪر مولوي شمس الدين کي قتل عام ڪيو ويو هو. جيڪو نوجوان هو

خون جو ڪو پتو ڪونهي.

- هتي جمهوريت جي آڙ ۾ مسٽر جناح ڏانڊلي ڪرائي سائين جي. ايم. سيد کي اليڪشن ۾ هارائي قاضي اڪبر کي ڪامياب ڪرايو هو.

- جمهوريت جي آڙ ۾ ڏانڊلي ڪري ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي کي اليڪشن ۾ هارائي قاضي فضل الله کي ڪامياب ڪرايو ويو.

- جمهوريت جي آڙ ۾ ڏانڊلي ڪري ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي کي هارائي پڳونداس چاولا کي ڪامياب ڪيو ويو هو.

- جمهوريت جي آڙ ۾ ڏانڊلي ڪري ڏيري جي سيد محمد علي شاه کي هارائي غلام نبي ڏهراج کي ميمبر بنايو ويو. اهو ڪردار انگريز جي ڪليڪٽر نوابشاه مسعود انجام ڏنو هو.

- جمهوريت جي آڙ ۾ بلوچستان جي نوروز خان جي پٽن ۽ ڀين کي ڦاسي ڏني وئي.

- جمهوريت جي آڙ ۾ عطاءالله خان مينگل جي ڳوٺ ۾ عيد جي نماز تي جنرل ٽڪا خان بمباري ڪرائي. پاڻي جي تلاون ۾ زهر وڌا ويا. جيئن بلوچن جا چوپايا جانور مري وڃن.

- جنرل پرويز مشرف جي مشير لنڊن ۾ چيو تہ 63 سيڪڙو ووٽر نوازشريف کي ووٽ ڪونہ ڏنا هئا. اسين انهن جا عيوضي آهيون. جن ووٽرن ووٽ نہ ڏنا انهن جو ڪوبہ عيوضي نہ آهي. هن صدي جو وڏو ڪوڙ آهي جيڪو جاويد جبار ڳالهايو.
- حيدرآباد جو محلات جهڙو مکي هائوس جنهن جو مالڪ مکي گوبندرام هو، جيڪو سنڌ جي سمورن هندو پائيبندن جو مکي هو. مکي هائوس سڄو جيسلمير جي پٿر جو ٺهيل آهي. هن وقت ان جي قيمت ڪروڙن روپين جي هوندي. آئون ۽ ڪيرت ٻاٻاڻي مکي صاحب سان ٻہ دفعا ملڻ ويا هئاسون. اسان سڄو محل اندر گهمي ڏٺو هو. مکي صاحب اسانکي سوکڙيون بہ ڏنيون.
- انگريزن جي حڪومت ۾ پنجاب صوبي وارن چيو تہ اسانجو درياءُ سنڌ جي پاڻي تي حق آهي جو درياءُ هتان وهي ٿو. ان معاملي کي انگريزن اهو ڪيس پنهنجي پروي ڪائونسل ڏي موڪليو. جنهن فيصلو ڏنو هو تہ درياءُ سنڌ جي پاڻي تي حق صرف سنڌ صوبي جو آهي. خير پاڻي لاءِ سنڌ وارا هٿو راڙيون پيا هڻن. انگريزن سنڌ ۾ باغات وڌائڻ لاءِ هي حڪم ڪيا جيڪو زميندار پنهنجي واٽر ڪورس جي ڪپ تي انبن جا وڻ پوکيندو ان تي ڍل ڪانہ پوندي، تڏهن ميرواهہ گورچاڻي جي زميندار سيٺ پريم چند پنهنجن واٽر ڪورسن تي انب لڳايا هئا عاليشان باغ ٺهي ويو هو.
- انگريز جي حڪومت ۾ سنڌ ۾ ڦريون پوليس جو ڪماني محمود شاهہ نالي آيو. پوءِ پنجابين جي لوڏ اچي پوليس ۾ ڀرتي ٿي. ان محمود شاهہ کي انگريزن ڊگهڙي تعلقہ ۾ وڏي زمينداري ڏني.

- ٿرپارڪر جي شهيد هارياڻي مائي بختاور جي خون جو ڪيس ميرپورخاص جي سيشن جج مسٽر شنڪر سنگهه هلايو هو. مائي جو وڪيل مسٽر نبارام سکر وارو ۽ خانبهادر مرزا سڪندر بيگ هئا.

- ٽنڊي جام جي ڀرپاسي پاٽي جي ڪوٽ رهي. ڪيتري زمين ورهين کان غير آباد هئي. مون جاکوڙ ڪري روهڙي ڪئنال مان لطيف شاخ مرحوم پٽو کان منظور ڪرائي. ان جو مونکي اهو صلو مليو جو مون تي پاٽي جي چوري جو ڪيس داخل ڪرايو ويو. جنرل مشرف جي صاحبي ۾ چور وڏا زميندار هئا، جن جا هزارين ايڪڙ هئا.

- ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي حيدرآباد جو عامل ديوان هو. انگريزي، فارسي ۽ عربي جو ماهر هو. هن شاهه لطيف جو رسالو سهڻي نموني ترتيب ڏئي ڇپايو هو. اهو سندس وڏو ڪارنامو هو. 11-فيبروري 1947ع تي ڪراچي ۾ فوت ٿيو بيحد سهڻو هو.

- شهيد الهه بخش سومرو سال 1900ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو هو. سنڌ جو وزيراعليٰ به ٿيو هو. 14-مئي 1943ع ۾ شڪارپور جي بازار ۾ ڪنهن مردود هن کي بندوق جو فائر ڪري شهيد ڪيو. سندس وڏو پٽ رحيم بخش سومرو به سنڌ جو وزير رهيو.

- سر غلام حسين شيخ شڪارپور جو ^و. جنوري 1878ع ۾ ڄائو هو. شروع ۾ وڪيل هو. سنڌ جو وزيراعليٰ به ٿيو. سنڌ جو گورنر به ٿيو. 4-آڪٽوبر 1948ع ۾ ڪراچي ۾ فوت ٿي ويو.

- انگريزن جون ڪيل نيڪيون جن کي اڄ هر ڪو ڳائي رهيو آهي. آئون ڪجهه انگريزن جا ڪارناما جيڪي هنن سنڌ ڌرتي لاءِ ڪيا.

اهي پيش ٿو ڪريان؛ انگريزن سڄي برصغير هندستان ڪي ريل رستي ڳنڍي ڇڏيو. منهنجي ڳوٺ ٽنڊوڄام مان بمبئي جو ريل جو ڀاڙو ارڙهن روپيه هو. انگريزن ايشيا جو وڏو نهري نظام سکر بيراج قائم ڪيو جيڪو 1933ع ۾ وهي هليو. ايشيا جو وڏو واهه روهڙي ڪئنال آهي. ان جو به اسان برو حال ڪري ڇڏيو آهي. واهه ختم ٿي ويو آهي. ريل جون پٽڙيون اکيڙي ماڻهو کڻي ويا. اسٽيشن جون عمارتون ريلوي ڪوارٽر به ماڻهو ڊاهي کڻي ويا. ريلون بند ٿي ويون آهن.

- سال 2000ع ۾ ڀارت جي صوبه مڌيا پرديش اسيمبلي جو ميمبر هڪ کدڙو فقير نالي شبنم ماسي چونڊجي ويو. برصغير ۾ هڪ پهريون کدڙو صوبي جي اسيمبلي جو ميمبر ٿيو. هتي پاڪستاني ووٽرن کي به هاڻ کدڙن فقيرن کي ووٽ ڏئي انهن جي حڪومت کي آزمائڻ کپي. ڇو ته پاڪستان ۾ مرداني توڙي زناني حڪومت جيڪو ملڪ کي ڏنو سو ظاهر پيو آهي. کدڙا فقير وري به امن پسند ۽ دعاگو آهن. انهن ۾ اسمگلر چور ڌاڙيل نجي جيل وارا ڀتاخور نه آهن. مرڻ بعد به ملان جا محتاج نه آهن.
- پهرين آل انڊيا بلوچ ڪانفرنس نواب يوسف علي خان مگسي جي ڪوششن سان 27-ڊسمبر سال 1932ع ۾ جيڪب آباد ۾ ٿي جنهن جي صدارت والي خيرپور هز هائينيس مير علي نواز خان ٽالپر ناز ڪئي هئي. ٻي آل انڊيا بلوچ ڪانفرنس حيدرآباد ۾ سال 1933ع ۾ ٿي جنهن جي صدارت آنريبل مير بنده علي خان ٽالپر ماڻڪاڻي ٽنڊي غلام علي واري ڪئي. مير صاحب هڪ لک روپيه به ڏنا. انهي هلندڙ سال ۾ ڪوئٽه ۾ زلزلو آيو هو، جنهن ۾ شهر جي تباهي ٿي هئي. ڪيترا انسان به اجل جي حوالي ٿيا. بلوچن جو هيرو ۽

روح روان نواب يوسف علي خان مگسي بہ زلزلي ۾ شهيد ٿي ويو. شهر ۾ ڪا سني قبرستان ۾ سندس مزار آهي. آئون مٿس سلام پيش ڪريان ٿو.

- پاڪستان ٺهڻ کان اڳ جهمپير ريلوي اسٽيشن تي سيخ جا پڪل تتر بہ ملندا هئا. روپيہ جا ٻہ تتر.
- پاڪستان کان اڳي سنڌ ۾ انب تور تي ڪونہ وڪامندا هئا. ڳٽپ سيڪڙو جي حساب سان سٺا انب ٻہ روپيہ سيڪڙو هئا.
- سنڌ جي ٿر واري علائقي ۾ مقامي پير آهن ڪونہ. پنجاب ۽ سنڌ جا پير بي وقوف ٿرين کي ڪرامت جا ڏنا ڏيو ڦريو وڃن.
- برصغير هندستان جا هندو ڌرم وارا ڳئون کي ڳئون ماس سڏين ٿا. سنڌ جا مسلمان ڳئون ڀتاري امان سڏين ٿا.
- • ڪو زمانو اڳ سنڌ جي ڀهراڙي ۾ کير جو وڪرو ڪرڻ عيب ۾ شمارو هو. ڪنهن گهرجائو کي کير مفت ڏبو هو. ڪو وقت اڳي سنڌ ۾ ڪنهن گهر ۾ ڪو چڱو ڀوڙ رڌبو هو ان مان پاڙي وارن کي بہ ورهائي ڏبو هو.
- مونکي پنهنجي شهر ۾ ياد آهي تہ ٻاڪرو گوشت چار آنا سير هو. گيهہ ٻارنهن آنا سير هو. ڪڪڙ جو اڌ سير جو چوزو چار آنا هو. وڏو آني وارو پلو جنهن جو وزن ٻہ ڪلو هوندو تنهن جي قيمت اٺ آنا هئي. برابر پنجاهہ پئسا هن وقت وارا.
- مون نبي ڪريم جي سنت تي هلڻ وارا ڪي انسان ويجها ڏٺا. امام انقلاب حضرت عبيدالله سنڌي رحہ، خان عبدالغفار خان، مولانا حسرت موهاني ۽ مولوي غلام مهدي واگهريجي وارو.
- فيبروري 1258ع ۾ منگوليا کان هلاڪو خان بغداد تي حملو ڪيو.

عباسي خليفي معتسم باالله کي قتل ڪرائي ڇڏيو. هن سلطنت عباسي جو خاتمو ڪري ڇڏيو. بغداد ۾ علم جا وڏا ذخيرا هن ساڙائي ڇڏيا. بغداد ۾ هن وڏي خون ريزي ڪرائي. هزارين انسان مارائي وڌا. چون ٿا تہ جن ڪتبخانن کي باهہ ڏني وئي هئي ان ۾ ڪتابن جو ايڏو ذخيرو هو جو باهہ کي مهينا پئي ٻري.

- فارسي ٻولي جو مشهور شاعر مولانا جلال الدين رومي 1207ع ۾ ڄائو آهي. 17-ڊسمبر 1273ع تي وفات پائي ويو.
- 1309ع ۾ هندستان جي بادشاهہ سلطان علاؤالدين خلجي دنيا ۾ پهريون پيرو ڪاڏي پيتي جي شين جي قيمت مقرر ڪئي. ملڪ ۾ اهڙيون مارڪيٽون قائم ڪرايون. سندس جاسوس مقرر هئا تہ خبر رکو تہ وڏيڪ اگهہ سان شين جو وڪرو تہ نہ آهي.
- 1449ع ۾ پنجاب جي ضلع شيخوپورا جي ڳوٺ تلونڊي ۾ سک مذهب جي باني گرو نانڪ جنم ورتو هو. جنهن جو پيغام خدا جي وحدانيت ۽ سڀني انسانن جي ڀائيچاري جو آهي.
- 1454ع ۾ ڇاپڻ جي پريس هڪ جرمن جوهان گيوٽن نالي جوڙي دنيا جي علم وڏو اضافو ڪري ويو.
- 1483ع ۾ هندستان جو هندي جو وڏو شاعر سورداس وفات پاتي. سندس شاعري ڀڳتي واري آهي اکين کان نابين هئا.
- خانبهادر ايوب کهڙو جيڪو سنڌ جو وزيراعليٰ بہ رهيو هو. پاڪستان جو وزير دفاع بہ رهيو هو. وڏو زميندار ۽ راشي بہ هو. ايترو تہ ڪنجوس هو جو سندس گهر جو خرچ مرحوم غلام محمد وساڻ ڪندو هو.
- عمرڪوٽ جي صوفي قلندر بخش جي شهادت تي جوڌپور جو مهاراج هز هائينس اميد سنگهہ صوفي جي ڳوٺ سال 1933ع ۾ آيو هو.

- برصغير جي مشهور فلمر روٽي جنهن جو ڊائريڪٽر محبوب خان هو. سو بمبئي کان اسپيشل ريل ڪري سنڌ جي ٿر ڇور آيو هو، روٽي فلم جي شوٽنگ ڪرڻ لاءِ.

- مرحوم ڀٽي جي حڪومت ۾ مولانا شاهه احمد نوراني جيڪو قومي اسيمبلي جو ميمبر هو. ڀٽي جي مخالفت ڪري ملڪ مان فرار ٿيو هو. تڏهن ساڙهي پائي منهن لڪائي وڃي هوائي جهاز ۾ چڙهيو هو.

- انگريز سڄي هندستان تي قبضو ڪري ويا هئا. آخر ۾ سن 1843ع تي انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو هو. تڏهن سنڌ تي ٽالپرن جي حڪومت هئي. جيڪي هڪ ٻئي جا ويري هئا. انهن ۾ اتفاق ڪونہ هو.

- ضلع ٿرپارڪر ۾ پهرين موٽر ڪار رئيس جان محمد خان ڀرڳڙي آندي هئي. پوءِ نواب مير الهداد خان ٽالپر ميرپورخاص جي هز هائينيس مير فتح خان ٽالپر جي وڏي پٽ مير علي مراد خان ٽالپر موٽر ڪار آندي هئي.

- سنڌ ۾ جيڪي سرهندي پير آهن، جي اصل افغانستان جا آهن ان وقت جي افغان بادشاهہ حبيبا الله خان هنن کي ڏيهہ نيڪالي ڏئي افغانستان مان تڙي ڪڍيو. پوءِ سنڌ ۾ پير ٿي ويهي رهيا. ڪيترا هت موڙها سندن مريد ٿيا. سنڌ جي سياست ۾ بہ هيراقيري جا اڪابر بنجي ويا.

- ڀارت جي مهاراشٽر جي صوبي جا مرهٽا بلوچستان ۾ آهن. جيڪي ڪي صديون ٿي ويون آهن پر هو اڄ بہ مرهٽا سڏائين ٿا. هاڻ مسلمان آهن. بگٽي علائقي وارا مرهٽا بگٽي سڏائين ٿا.

- رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي جي والد جو نالو مولوي ولي محمد

خان پرڳڙي هو. غلام محمد خان 1920ع ۾ لنڊن مان بار ايٽ لا جي وڪالت جي ڊگري وٺي وطن موٽيو هو. وائسراءِ هند جي ڪائونسل جو ميمبر بہ ٿيو هو. بمبئي صوبي جي ڪائونسل جو ميمبر بہ ٿيو هو. 9-مارچ 1924ع ۾ حيدرآباد ۾ فوت ٿيو. سندس ميت حيدرآباد کان خاص ريل گاڏي ۾ جهلوري اسٽيشن آندو ويو. اتان هزارن ماڻهن ڪيس ڪاندي ٿي ڪلهن تي کڻي سندس ڳوٺ ڊينگاڻ آڻي سندس والد جي قبر وٽ دفن ڪيو ويو پوءِ سال 1998ع ۾ سندس فرزند رئيس غلام مصطفيٰ بہ فوت ٿي ويو. ان کي سندس پير ۾ دفن ڪيو ويو. مون غلام محمد خان ۽ غلام مصطفيٰ جي مزارن تي نالي جا پٿر لڳايا هئا. سال 1999ع ۾ سيد امداد محمد شاهہ پنهنجي خرچ سان عاليشان سنگ مرمر سان ٻئي قبرون جوڙائي ڇڏيون. آئون بہ امداد محمد شاهہ سان گڏ هئس.

- سر شاهنواز ڀٽو 19-نومبر 1957ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ فوت ٿيو. ذوالفقار علي ڀٽو سندس نالي وارو پٽ هو.
- سر حاجي عبدالله هارون سال 1872ع ۾ ڄائو. سندس پٽ يوسف هارون سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو. سندس پٽ محمود هارون سنڌ جو گورنر ٿيو. عبدالله هارون 27-اپريل 1942ع ۾ ڪراچي ۾ فوت ٿيو.
- شيخ عبدالمجيد جو اصل نالو جيٺانند پٽ ليلارام هو. پاڻ 7-جولاءِ 1889ع ٺٽي شهر ۾ ڄائو. سنڌ حڪومت ۾ وزير بہ هو. رئيس غلام محمد خان پرڳڙي هن تي مهربان رهيو. آخر سائين جي ايم سيد سان سندس رفاقت رهي.
- 21- جون 1037ع تي دنيا جي وڏي مسلمان سائنسدان وفات ڪئي. هن جو طبي ڪتاب القانون 8 صديون يورپ پڙهايو ويو.

- 1087ع ۾ محمد خيام يارهين صدي جو وڏو طبيب، ماهر رياضي، ماهر فلڪيات هو. هن پنهنجو ڪئلينڊر بہ ٺاهيو جنهن ٻين ڪئلينڊرن جو بنياد وڌو.
- 1010ع ۾ شطرنج جي راند اسپين ۾ پهتي هئي. اصل شطرنج راند هندستان جي ايجاد آهي پوءِ اها راند ايران ۽ عرب ملڪن ۾ پهتي.
- 2- آڪٽوبر 1187ع اهو عظيم ڏينهن آهي جنهن ڏهاڙي هڪ ڪرد بلوچ سلطان صلاح الدين ايوب حلب شام کان حملو ڪري بيت المقدس عيسائين کان آزاد ڪرايو، جنهن تي 90 سال عيسائي قابض هئا.
- قطب مينار دهلي واري جي تعمير 1210ع ۾ سلطان قطب الدين ايبڪ شروع ڪئي. مناري جو ڪم شمس الدين التمش جي دور ۾ 1228ع ۾ پورو ٿيو.
- 1236ع تي جڏهن سلطان شمس الدين فوت ٿيو تڏهن پنهنجو تخت هن پنهنجي ڌيءَ کي ڏنو جنهن جو نالو شجاعت ۾ براعظم ۾ مشهور هي رضيہ سلطانہ تنهن مردانگي سان انصاف سان حڪومت ڪئي. 1240ع ۾ ميدان جنگ ۾ شهيد ٿي.
- مسٽر علمدار رضا ٿرپارڪر ضلع ۾ ڊپٽي ڪمشنر هو. ساماري پاسي تترن جي شڪار تي ويو. مختيارڪار وڏيرن کي گهرائي بندوبست ڪيو هو. گهاٽو جهنگ هو ان ۾ تتر بہ جام هئا. علمدار رضا اٽڪل سو کن ڪارتوسن جا فائر ڪيا پر هڪڙو بہ تتر ڪونہ ڪريو. علمدار رضا سخت ڪاوڙ ۾ مختيارڪار کي چيو تہ تتر بيوقوف هئا جيڪي رانگ سائيڊ تي اڏامي ويا. مختيارڪار ويچارو سسپنڊ ٿي ويو.

- ون يونٽ جو گورنر نواب امير محمد خان ڪالاباغ هو. ان وقت حيدرآباد جو وڪيل مرحوم غلام نبي ميمڻ بہ وزير رهو. نواب ڪالاباغ کي مخفي رپورٽ ملي تہ وزير غلام نبي ميمڻ جي سواري جي ڪار جهنڊي سان حيدرآباد جي چڪلي ۾ وڃي ٿي. نواب ڪالاباغ کي سخت ڪاوڙ ٿي تنهن غلام نبي ميمڻ کي سڏايو. هن کان سوال ڪيائين تہ تون سرڪاري گاڏي ۾ جهنڊو لڳائي حيدرآباد جي چڪلي ۾ ڇو ويندو آهين؟ ميمڻ صاحب عرض ڪيو تہ نواب صاحب منهنجو گهر بہ ان پاڙي ۾ آهي. نواب صاحب اهو ٻڌي ميمڻ وزير کي چيو تہ جنهن جو گهر چڪلي ۾ هجي ان کي آئون وزير ڪونہ رکندس جائو ڪر.
- مهاجر ليڊر الطاف حسين لنڊن مان نئين سال 2001ع جي پيغام ۾ ٻڌايو هو تہ مسلم ليگ انگريزن ناهي هئي. ان جي عيوض نواب سليم کي هڪ لک روپيہ ڏنا هئا. جيڪي قومي ليڊر اها ڳالهہ ڪندا هئا تہ مسلم ليگي انگريز جي پيداوار آهن تڏهن انهن کي غدار سڏيو ويو هو. الطاف حسين اهو راز فاش ڪري انهن تان اهو داغ لاهي ڇڏيو اها ڳالهہ کيس شروع ۾ ڪرڻ کپندي هئي.
- ڀارت ۽ بنگلاديش ٻنهي ملڪن جو قومي ترانو گروديو ڊاڪٽر رابندر ناٿ ٽيگور نوبل انعام واري جو لکيل آهي.
- کپري جو وڏيرو ذات جو چانهيو جيڪو زراعت جو وزير ٿيو سو جڏهن پنهنجي ڪٽڪ جي آبادي ڏسڻ ويو. اها پوک پاڻي جي کوٽ ڪري سڪل هئي. تڏهن انجنيئر تي ڪاوڙيو. هن کي نوڪري مان خارج ڪرڻ جو دڙڪو ڏنو. انجنيئر صاحب وزير کي چيو تہ سائين مونکي نوڪري مان ڪڍو، آئون ۽ منهنجي گهر واري زال دلا ڀري تنهنجي ڪٽڪ تہ ڪونہ پيارينداسون. ناري ۾ پاڻي آهي ڪونہ. وزير صاحب گِگون ڳاڙي ٽشو پيپر سان بوٽ صاف ڪيو.

- جنرل پرويز مشرف جي حڪومت جيڪا حمودالرحمان ڪميشن جي رپورٽ پڌري ڪرائي آهي ان ۾ ملڪہ ترنم نورجهان ۽ ٻين ڪيترن جنرلن جي بيگمن جي پت پڌري ٿي. اهي سڀ جنرل يحييٰ خان کان پنهنجو مرڪز مضبوط ڪرائڻ واريون آهن. ڪميشن مرحوم ڀٽي جي بہ پت وائکي ڪري وڌي آهي. پ پ وارا ڪنڌ هيٺ ڪريو پيا هلن.
- ڀارت جي حڪومت جنهن جو وزيراعظم اٽل بهاري واجپائي آهي ان جو وزير داخلا حيدرآباد سنڌ جو لال ڪرشن آڏواڻي آهي. جيڪو هوشيار ۽ علم وارو آهي. وزيراعظم اٽل بهاري واجپائي سندس کيسي ۾ آهي. هتي جنرل پرويز مشرف جو جيڪو سنڌي وزير خير محمد جوڻيجو آهي اهو جنرل پرويز مشرف جي لانگ بوٽ ۾ اندر پيو آهي. هاڻ ڪهڙو مقابلو ڪبو.
- جنرل پرويز مشرف ملڪ ۾ جيڪا يونين ڪائونسل جي اليڪشن ڪرائي ان اليڪشن ۾ صوبہ سرحد ۾ ڪيترن ووٽرن بيلٽ پيپر تي نپا هڻي اتي جيڪو فوجي آفيسر وينو هو ان جي کيسي ۾ وڌا. ووٽ جي پيٽي ۾ ڪونہ وڌا. انهن چڱو ڪم ڪيو منهنجي خيال ۾.
- هالا شهر ۾ هڪڙا وڏا مخدوم آهن انهن جا هڪڙا عزيز ننڍڙا پير سڏبا آهن. انهن وڏن مخدومن جي خلاف سياسي محاذ کوليو. وڏا مخدوم ضرور پريشان ٿيا پر انهن جو پيري مريدي جو ناٽڪ مضبوط آهي. باقي ننڍڙا پير انقلابي ٿين، چي گويرا جو رستو اختيار ڪن پوءِ ڪم صاف.
- مون پنهنجا لکيل ڪتاب "آديسي اٺي ويا" ۽ "موچارا منهن ڪارا منهن" جو بيو ايڊيشن برٽش لئبرري لنڊن ڏي موڪلي ڏنا. انهن

جي موت ۾ رسيد بہ ملي. مون لئبرري آمريڪن ڪانگريس کي بہ انهن ڪتابن جو سيٽ روانو ڪيو آهي.

- برصغير جي عظيم شاعر حضرت ڪيفي اعظمي صاحب سندس شاعري جو مجموعو پنهنجي آواز ۾ رڪارڊ ڪري لئبرري آمريڪن ڪانگرس واشنگٽن موڪليو آهي. برصغير جي عظمي فلمي اداڪاره محترمہ شبانہ اعظمي جو والد محترم آهي.
- فلمي اداڪاره نورجهان کي شاعر حبيب جالب چيو تہ تون وڏن سيٺين ۽ فلم ناهڻ وارن کي بيعزتو ٿي ڪرين جيڪي لکن جا سودا توسان اداڪاري لاءِ ڪن ٿا پر مون سان تون باادب نموني سان پيش ٿي اچين ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ نورجهان حضرت حبيب جالب کي جواب ڏنو تہ آئون توسان عشق بہ نٿي ڪري سگهان ڇو تہ تون اهڙي شخصيت آهين جو ڪنهن عورت جي ڦندي ۾ قابو نٿو ٿي سگهين. تون اهڙي خواري ڪونہ ڪٽندين، ان ڪري آئون سدائين ڪنڌ نمائي اوهان سان ملندي آهيان.
- تاريخ 20-ڊسمبر 2000ع تي پاڪستان جي فوجي حڪمران جنرل پرويز مشرف ريڊيو ۽ ٽي وي تي سچو ڪلاڪ تقرير ڪئي. جنهن ۾ هن سياستدانن جي پٽ ڌوئي ڇڏي. هن چيو تہ هنن واري واري سان ملڪ کي ٻنهي هٿن سان لٽي کاڌو. آئون الله جو موڪليل آهيان. ضياءَ بہ چيو هو تہ آئون بہ الله جو موڪليل آهيان. اهو بہ ڏهہ سال ويٺو هو. هتي جيڪي ليڊر عارضي سرڪار ناهڻ لاءِ ڊڪ ڊوڙ ۾ هئا انهن جي بہ توتڙي بند ٿي وئي. هاڻ وڃي گٽڪو چباڙين.
- تاريخ 15 ڊسمبر سال 2000ع تي حيدرآباد ۾ هندو برادري وارن هڪ ڪنوينشن ڪيو هو. ان لاءِ هندن کي گڏيل ووٽ جو حق ڏنو

وڃي. آئون بہ شريڪ ٿيو هوس. مونکي بہ چيو ويو تہ اوهان بہ اچي پنهنجن خيالن کان واقف ڪريو. مون اتي چيو تہ گڏيل اليڪشن مان گهٽو فائدو اسانکي آهي. هينئر هندو مسلم جي ڌار ووٽ ڪري اسان جي مٿان اهڙا مسلمان اميدوار مڙهجن ٿا جي گهڻي ڀاڱي پاتو مفاد پرست ۽ بدڪردار آهن. ماڻهو لاچار انهن کي ووٽ ڏين ٿا. جي گڏيل ووٽ ٿيو تہ پوءِ مسلمان ووٽر ڏسندو تہ هندو ڀاءُ اميداور مسلمان اميدوار کان وڌيڪ نيڪ آهي ان کي ووٽ ڪندو.

- جڳ مشهور گوريلا جنگ جي بهادر سپاهي چي گويرا جو قول آهي تہ جيڪي اصلاح پسند آهن اهي انقلاب جا دشمن ۽ سامراج جا دلال آهن. انهن کان بچو. هتي اصلاح پسندن جي پويان پيا هلون.
- پاڪستان جي باني جناح جي قبر ۽ باغيچي جي سينگار تي 35 ڪروڙ روپيہ خرچ ڪيا ويا. سندس ناهيل پاڪستان ۾ هزارين انسان بک بيماري، بدامني، فرقي پرستي جا شڪار آهن. انهن تي هڪ تڪوبہ خرچ ڪونہ ٿيو. هي ڪم سال 2000ع ۾ ڪيو ويو آهي.
- محترمہ شائستہ اڪرام الله سهروردي جيڪا پاڪستان جي پهرين آئين ساز اسيمبلي جي واحد عورت ميمبر هئي. هي ڪلڪتي شهر ۾ ملڪ جي مشهور سهروردي خاندان ۾ ڄائي. سندس چاچو حسين شهيد سهروردي پاڪستان جو وزيراعظم ٿيو. مرحومہ کي صرف هڪ ڌي هئي جيڪا اردن جي شاهہ حسين جي ڀاءُ جي گهر ۾ آهي. هي نامور خاتون ڪراچي ۾ پنجاسي ورهيہ ڄمار ۾ تاريخ 11-ڊسمبر 2000ع ۾ فوت ٿي وئي. مون اسيمبلي ۾ سندس تقرير ٻڌي هئي. سندس آواز جوش وارو ۽ بلبل جهڙو مٺو هو.

- نصرپور ۾ شيخ السنڌ مولانا عبدالحق رباني وٽ آئون مهيني ۾ هڪ ٻه دفعو هدايتون ٻڌڻ لاءِ ويندو هئس. اتي هڪ ڏهاڙي مولوي صاحب جي ڪچهري ۾ هڪ پيرسن پر علم وارو انسان ويٺل هو. جيڪو ڪاشيگر هو.ان ڪان ٻه معلومات تي ڪجهه ذڪر اولياءُ ٻه ٻڌو. بزرگ ٻڌايو تہ مغل بادشاهه اڪبر جي دور ۾ نصرپور سنڌو درياءُ بندر هو، هتي ٽيويهه سو ڪپڙي اڻڻ جا اڏاٽا هئا. هتي جي ململ، ڪيس، سوسي وچ ايشيا جي ملڪن ۾ ويندیون هيون. هتي درياءُ جي پتڻ تي شام وقت مڪڻ روپيہ جا ويهه ڪوڏر جا لپا برابر وڪامندو هو.
- مرحوم ڀٽي جي حڪومت ۾ ڪنهن کي بہ ڦاسي جي سزا نہ آئي هئي. ضياءَ جي صاحبي ۾ ڀٽو ۽ مٿس شاهد واعدي معاف پنجن ڄڻن کي ڦاسي آئي.
- تازو پيپلز پارٽي وارن يوم تاسيس ڪري ملهايو هو. جنهن ۾ نصرت ڀٽو کي قوم جي ماءُ سڏيو ويو. ڪين شرم نہ آيو. قوم الائجي ڪهڙي آهي جنهن جي ماءُ نصرت ڀٽو آهي. اڳ جناح جي ڀيڻ فاطمہ جناح کي مادر ملت سڏيو ويو هو، جنهن جي مرحوم ڀٽي مخالفت ڪئي هئي.
- هندستان جي صوبي راجستان ۾ جهنگلي ڳئون جنهن کي سنڌي ۾ روجهہ سڏجي ٿو انهن جو تعداد ٽي لک تي ويو آهي.
- منهنجو پٽ غلام رسول خان عمرو ڪرڻ ويو. 16-ڊسمبر 2000ع تي. واپس 31-ڊسمبر 2000ع تي خير سان آيو. گڏ والده ۽ وڏي ڀيڻ بہ وئي ويو. منهنجي لاءِ دنيا جو اعليٰ ڪمبل اسپين جو وٺي آيو. منهنجو پسند جو ميوو، ميون جو بادشاهه انب بہ وٺي آيو.

• منهنجي ڏک سک جي عظيم ساٿي ڪامريڊ غلام محمد خان لغاري مرحوم جي دختر نيڪ اختر مائي مهرالنساءِ پهريون دفعو مسڪيني ۽ ضعيفي جي حالت ۾ منهنجي گهر آئي. 5-ڊسمبر 2000ع تي جيئن اولاد مائٽ سان ملي تو ائين پيرن تي هٿ رکي مونکي پنهنجي سيني سان لاتو. اسان پراڻي وقت جي ڳالهين جي ڪچهري ڪندا هئاسون. محترم صاحب جي يادگيري پختي هئي مون کانئس ڪيترا سياسي سوال سندس والد جي سياست ۽ ٻين سياستدانن جن جي دوستي سندس نامور والد سان هئي. مون کانئس پڇيو تہ ٻچا تون بيمار ٿي هئين پوءِ علاج لاءِ ڪراچي ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ لاءِ تنهنجو بابو ۽ آئون گڏجي هليا هئاسون. ڪراچي سائين جي ايم سيد جي گهر هلي مهمان بہ ٿيا هئاسون. اتي خان عبدالغفار خان بہ مهمان هو. جنهن توکي سڄو ڪلاڪ پنهنجي جهولي ۾ سيني سان لائي وينو هو. اهو اوهان کي ياد آهي کلي چيائين تہ بلڪل ياد آهي. بادشاهہ خان جا هٿ وڏا هئا. ٻيو پڇيومانس تہ قاضي فيض محمد لڪي بني سر روڊ آيو هو جو کيس پٽي جيل ۾ ٿي وڏو پوءِ کيس ڏوتي ٻڌائي اٺ تي چاڙهي تنهنجو بابو کيس سرحد ٽپائي آيو ۽ وجي بنگلاديش پهتو. کيس اهو واقعو ياد هو. مون کيس چيو تہ ٻچا خان عبدالغفار خان جي جهولي ۾ ويهڻ جو فخر توکي آهي. هن وقت برصغير ۾ ڪوبہ ماڻهو نہ آهي جيڪو سندس جهولي ۾ وينو هجي. ٻچا تون وڏي خوش نصيب جنهن کي اهڙيون جهوليون نصيب ٿيون. هتي اهڙا بہ هئا ۽ آهن جن ملڪ تي صاحبي ڪئي پر اهي هيرامنڊي وارن جي جهولي ۾ وينا.

# ڊاڪٽر شوڪت هارون صاحب
# ڪميونسٽ خيالن جي هئي

روزاني سنڌ جي ڇهين سالگرهہ جي موقعي تي
ڪامريڊ مير محمد ٽالپر جي ڪيل صدارتي تقرير

منهنجا صاحبو آئون پنهنجي ضمير جا ڪجهہ لفظ صاحب صدر ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي صاحب ۽ محترم حميد هارون لاءِ بہ چوندس. صاحبو ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي هڪ پاڪ سنڌ ڌرتي جو پاڪ صفت انسان آهي. آئون اوهان جي اڳيان ساڪ سان چوان ٿو تہ مون ڪڏهن بہ ڪا بہ بداخلاقي جي ڳالهہ ڪامريڊ جي ڪانہ ٻڌي، منهنجو سياسي مرشد آهي، هن مون کي آل انڊيا ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ميمبر بڻايو هو، مون کي پنهنجو گهر پاڻ تي ڄاڻي ٿو. هن ڀلاري رمضان مهيني ۾ هن جو درشن ٿيو اها بہ منهنجي لاءِ وڏي خوش نصيبي آهي. محترم حميد هارون صاحب سان منهنجي واقفيت نہ آهي باقي سندس خاندان جا نامور مون ڏٺا هئا. ڪن سان ملڻ جو بہ موقعو مليو آهي. حميد صاحب جو ڏاڏو مرحوم سر عبدالله هارون ڪراچي جو رهاڪو هو. هن صاحب ڪراچي ۾ وڏا خيراتي ڪم ڪيا. ڪڏي واري علائقي ۾ هڪ يتيم خانو قائم ڪيو پاڪستان جي نهڻ ۾ سندس اهم ڪردار آهي. شروع ۾ سنڌ مسلم ليگ جو صدر ٿيو هو. ڪراچي مان الوحيد اخبار جاري ڪرڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو، دهلي مان امام انقلاب حضرت مولانا عبيدالله سنڌي عليہ رحمت کي ريجهائي ڪراچي وٺي

آيو هو. مسٽر جناح جڏهن بہ ڪراچي ايندو هو تڏهن هن لاءِ سر عبدالله هارون جي گهر جو دروازو کلندو هو. حميد صاحب جو وڏو چاچو محترم يوسف هارون سنڌ جو وزيراعليٰ بنيو هو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي مرحوم لاڙڪاڻي مان مسلم ليگ جي اميدوار قاضي فضل الله جي مقابلي ۾ اليڪشن لڙيو. ڪامريڊ کي اليڪشن ۾ يوسف هارون جيڪا مدد ڪئي سا بہ ٻڌو. هڪ موٽر ڪار، هڪ ٽرڪ ۽ روڪ ويهہ هزار رپيا مرحوم سر عبدالله هارون جي خاندان جي هڪ نامور شخصيت سندس صاحب زادي محترمہ ڊاڪٽر شوڪت هارون هئي، جيڪا ترقي پسند ڪميونسٽ سوچ واري هئي، مون بہ سندس ڪاڏو آهي پر هن وقت اهو قصو ڪونہ ڪبو. محترمہ شوڪت هارون ڪراچي لياري ۾ سر هارون ڪاليج بہ قائم ڪيو، ان جو پرنسپال محترم فيض احمد فيض کي بنايو. برصغير جي جنگ آزادي جو هيرو امان ارونا آصف علي صاحب روپوشي جي زماني ۾ ڇهہ مهينا ڪراچي ۾ سر عبدالله هارون جي گهر ۾گذاريا هئا. آئون هن سان سال 1986ع ۾ دهلي ۾ مليو هوس، تڏهن اهو حال هن ٻڌايو هو وڏو دلچسپ هو. هن جي خاندان لاءِ وٽس عزت هئي وڌيڪ ڳالهہ هن وقت نٿي ٻڌائي سگهجي.

محترم حميد صاحب جو والد مرحوم سعيد هارون سنڌ اسيمبلي جو اسپيڪر بہ رهيو. ڪنهن ڪم سانگي سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ وڃڻ ٿيو آهي جڏهن اڇي چانهن جي ٻاڙ يا بک لڳندي هئا تڏهن سعيد هارون جي چيمبر جو دروازو کولي اندر وڃبو هو. ڪم از ڪم پنج ڇهہ ٽيبل ڪيڪ بسڪيٽ موسمي ميوي سان ڇڪار هوندا هئا ويهي کائو ماني وقت چيني هوٽل هانگ ڪانگ مان اعليٰ طعام اچي ويندا هئا آيو ويو کايو ويندو هو. منهنجي پيٽ ۾ بہ سعيد هارون صاحب جا ٽڪر پيل آهن، ان واسطي سان آئون محترم حميد هارون کي بہ خوش آمدي چوان ٿو. کيس عرض اهو ڪندس تہ سندس خاندان سنڌ جا حلالي ٿي رهيا آهن. هن صاحب وٽ ملڪ جي وڏي ۾

وڏي انگريزي اخبار ڊان آهي، ڏسجي ٿو اها مظلوم سنڌ ۽ سنڌين لاءِ ڇا ٿي ڪري، عزيز صاحب هي ميڙاڪو اديبن جو آهي، برصغير ۾ ڪيترا اديب هئا جن اخبارن وسيلي ماڻهن ۾ غيرت ۽ آزادي جو روح ڦوڪيو هو. مولانا محمد علي جوهر ڪلڪتي مان هڪ انگريزي اخبار ڪامريڊ نالي شايع ڪئي. امام الهند مولانا ابوالڪلام آزاد عليہ رحمت ٻہ اخبارون الهلال ۽ البلاغ نالي شايع ڪيون. پريت ننگر ضلع امرت سر مان سردار گربخش سنگهہ صاحب ماهوار رسالو پريت لڙي ڪڍيو ڊاڪٽر نجيب خان بختور يو. پي مان نشتر اخبار شايع ڪئي. آل انڊيا ڪميونسٽ پارٽي وارن بمبئي مان اردو اخبار نيازمہ شايع ڪئي، جنهن جو ايڊيٽر سيد سجاد ظهير هو. انگريزي اخبار نيو ايج جو ايڊيٽر ڪامريڊ پورن چند جوشي هو. دهلي مان هفتيوار رسالو رياست ديوان سنگهہ مفتون شايع ڪيو. لاهور مان مولانا ظفر علي خان اخبار زميندار شايع ڪئي، جالنڌر مان فڪر تونسوي اخبار مساوات شايع ڪئي. سر عبدالله هارون وارن جي ڪوشش سان ڪراچي مان سنڌي اخبار الوحيد جاري ڪئي جنهن جا ڪيترا نامور ايڊيٽر ٿيا چند نالا هي آهن؛ شيخ عبدالمجيد سنڌي، مير الله بخش خان ٽالپر جهول وارو، مولوي دين محمد ڪليگ، مولوي دين محمد وفائي، مولوي خير محمد نظامائي هئا. ميرپور خاص مان محمد هاشم مخلص اخبار شايد مسلمان نالي هئي شايع ڪئي. حيدرآباد مان منشي عبدالشڪور هلال پاڪستان اخبار شايع ڪئي. قاضي برادران اخبار عبرت شايع ڪئي. باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي حيدرآباد مان هفتيوار اخبار سچائي ۽ بيداري اخبار ڪامريڊ سلام محمد لغاري شايع ڪئي، ڪراچي مان هندو نالي روزانہ اخبار مسٽر ڪرم چند شايع ڪئي، ڪراچي مان ماهوار سنڌي رسالو نئين دنيا گوبند مالهي شايع ڪيو. ميرپورخاص مان ٿر گزيٽ هفتيوار اخبار مسٽر گرڌني مل شايع ڪئي. لاڙڪاڻي مان هفتيوار اخبار انصاف ڪامريڊ جمال الدين بخاري شايع ڪئي. ڪراچي مان علي احمد

بروهي صاحب لطيف ڊائجسٽ شايع ڪيو. حيدرآباد مان هفتيوار رسالو سهڻي طارق اشرف شايع ڪيو. نواب شاهه مان محمد هاشم مستوئي هفتيوار اخبار ڪڏي هٿي نالو وسري ويو آهي. انهي اخبار اتي جي وڏي زميندار خير شاهه طرفان هارين تي ظلم خلاف لکيو هو پوءِ خير شاهه محمد هاشم مستوئي جي ڏاڙهي تي ڪارو ڏامر مکايو هو. حيدرآباد مان حضرت شيخ السنڌ مولانا عبدالحق رباني رسالو توحيد شايع ڪيو هو. سانگهڙ مان خليفي محمد رحيم مهر الفقرا اخبار شايع ڪئي. حيدرآباد مان هڪ روزانه اخبار مهراڻ شايع ٿئي ٿي، ان جا ايڊيٽر صاحب بدلبا رهن ٿا. پشاور صوبه پختونستان شهر مان هڪ اردو ماهوار رسالو سنگ ميل نالي فارغ بخاري شايع ڪيو هو. لاهور جي هڪ دولت مند ماڻهو ميان افتخارالدين انگريزي اخبار پاڪستان ٽائمز، اردو اخبار امروز، ماهوار رسالو ليلاو نهار شايع ڪيا. انهن جا ايڊيٽر سڀ عالم فاضل هئا. چند نالا جناب فيض احمد فيض صاحب، جناب انيس هاشمي صاحب، جناب سيد سبط حسن صاحب هئا. هاڻ ڪجهه ٻيو حال عرض آهي؛ برصغير ۾ ڪن ترقي پسندن اديبن هڪ جماعت ناهيءجنهن جو نالو اندين ترقي پسند مصنفين جماعت هو، ان ۾ پيش پيش سجاد ظهير صاحب، سندس بيگم رضيه سجاد ظهير، سيد علي سردار جعفري صاحب، جناب ڪيفي اعظمي صاحب، جناب مخدوم محي الدين صاحب دکني ۽ سردار سوهن سنگ جوش هئا.

هتي حال هاڻ اهو آهي ته ڪو به ترقي پسند مصنفين نه آهي اڪثر ڊالر پرست مصنفين آهن. آئون غلام رسول سهتي کي وڏي شاباس ڏيان ٿو جيڪو گهر جا ٿيڻ وڪڻي حيدرآباد پهتو ۽ اخبار سنڌ روزانه شايع ڪئي سا سنڌ واسين جي سورن جي ڳالهه ڪري ٿي، سنڌ جي علم دوستن کي عرض آهي ته اهي اخبار سنڌ کي پنهنجي اخبار سمجهي سندس واڌاري لاءِ ڪوشش ڪن.

خدا حافظ

- حضرت دائود عليہ السلام جنهن وقت سني سُر سان ڳائيندو هو تڏهن هزارين پکي اچي گڏ ٿيندا هئا اهي بہ مني آواز تي ٿڪندا هئا.
- الهامي ڪتاب توريت ۾ آهي - هڪ روايت آهي تہ ڪي صديون اڳ هندوستان ۾ ڪو واٺ هلندي ماڻهو پولڙن ۽ باندرن ۾ ڦاسي پوندو هو. اهو انسان جيڪر راماڻ پڙهڻ شروع ڪندو هو تڏهن پولڙا باندر هن جا پير چمي هليا ويندا هئا. اها معلومات مولانا ابوالڪلام آزاد جي ڪتاب غبار خاطر مان ملي ٿي.
- جناب محمد اجمل خان فيبروري 1897ع ۾ يو.پي صوبي جي شهر گوتني ضلع پرتاب ڳڙهہ ۾ پيدا ٿيو. سندس تعليم ايم. ايم، ايل.ايل.بي هئي. مولانا ابوالڪلام آزاد هن کي پنهنجو سيڪريٽري ڪري رکيو. مولانا صاحب هندستان جو وزير تعليم هو. اجمل خان رسول مقبول جي سوانح حياتي بہ قرآن مان اخذ ڪري لکي هئي. 18 آڪٽوبر 1969ع تي فوت ٿيو. دهلي ۾ حضرت نظام الدين جي قبرستان ۾ آرامي آهي. هندستان جي راجيہ سڀا جو تاحيات ميمبر رهيو. مون سندس زيارت سال 1953ع ۾ دهلي ۾ ڪئي هئي، وسري نٿي.
- مولانا ابوالڪلام آزاد عليہ رحمت تاريخ 6 مئي سال 1964ع ۾ دهلي ۾ انتقال ڪيو. وصيت مطابق مجذوب حضرت سرمد شهيد جي پيرن کان دهلي جي جامع مسجد نزديڪ مدفون آهي. ڪامريڊ کي حاضري ڀرڻ جي سعادت نصيب ٿيل آهي.
- مغل بادشاهہ اڪبر جي دور جو وڏو عالم جيڪو هندي ترڪي، فارسي زبان جو ڄاڻو عبدالرحيم خانخان 17 ڊسمبر سال 1556ع ۾

لاهور ۾ ڄائو هو. 26 فيبروري سال 1627ع ۾ فوت ٿيو. دهليءَ ۾ نظام الدين اولياءَ جي قبرستان ۾ دفن آهي.

- امام الهند مولانا ابوالڪلام آزاد عليہ رحمت جي والد بزرگ جو نالو مولانا محمد خيرالدين صاحب آهي. سندن انتقال 17 آگسٽ سال 1908ع آهي. سندن مزار ڪلڪتي شهر ۾ مانڪ تلاءَ جي قبرساتن ۾ آهي. سندن مريد هر سال اتي عرس ڪن ٿا.
- ڪاڪ ٽيل مختلف قسمن جا شراب ملائي استعمال ڪجن ٿا. ماني کان اڳ ان جو استعمال آهي. صدين کان يورپ جي ملڪن ۾ هتي بہ ميرن، پيرن، وزيرن، وڏيرن ۽ وڏن ڪامورن وٽ ڪاڪ ٽيل جا دور هلن ٿا. مون بہ هڪ صاحبِ اقتدار جي محفل ۾ ان جو چسڪو چکيو هو.
- حضرت سيد جمال الدين افغاني عليہ رحمت 1838ع ۾ ڄائو. هي باغي خيـــالن جو هو، ملڪ ڇڏي ويو. هن جلاوطني جي دور ۾ فرانس جي شهر پيرس مان هڪ عربي اخبار جاري ڪئي، جنهن ۾ آفريڪا ۾ گورن جي ظلمن خلاف لکيو ويندو هو. سوڊان بہ ويو اتي هڪ نوجوان کي هن مهدي سوڊاني سڏيو جيڪو قابض انگريزن خلاف وڙهيو. سوڊان آزاد ٿيو. آخر ترڪي ۾ آيو، اتي بيمار ٿي پيو. تاريخِ 19 مارچ سال 1897ع ۾ فوت ٿي ويو. ڊسمبر سال 1944ع ۾ سندس لاش افغانستان آڻي ڪابل يونيورسٽي جي حد ۾ دفن ڪئي وئي.
- حضرت شاهہ ولي الله محدث دهلوي 1703ع ۾ ڄائو. 1762ع ۾ فوت ٿيو. هن ڪيترا ڪتاب لکيا. وقت جو وڏو عالم هو. دهلي دروازي ٻاهر قبرستان ۾ مدفون آهي.

- جرمني جو مشهور سائنسدان آئن اسٽائن 1879ع ۾ ڄائو هو. هن کي نوبل انعام مليو هو. 1941ع ۾ امريڪا ويو هليو. اتي 1941ع ۾ آمريڪا ويو هليو. اتي 1955ع ۾ فوت ٿيو.
- دنيا جو مشهور عالم برٽرينڊ رسل برطانيہ جو رهاڪو هو. خانداني امير هو هن جنگ جي خلاف ڪيترائي ڪتاب لکيا. ڪيس جيل بہ موڪليو ويو هو. ڪيس سال 1950ع ۾ امن جو نوبل انعام مليو هو. تاريخ 2 فيبروري 1970ع ۾ پنهنجي گهر ويلز ۾ فوت ٿيو.
- مغل بادشاهہ اڪبر جو خاص مددگار ابوالفضل 14 جنوري 1551ع ۾ ڄائو. هن اڪبر جي دين الاهي قائم ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. هن مشهور ڪتاب آئين اڪبري لکيو. دکن ۾ هن کي قتل ڪيو ويو. تايخ 12 آگسٽ سال 1602ع ۾.
- بيبي رابعہ بصري هڪ غريب گهر ۾ پيدا ٿي هئي. وڏي عالم هئي. هن جا ڪيترا نامور عالم شاگرد هئا. بيبي رابعہ بصري شهر ۾ 801ع ۾ فوت ٿي، اتي ئي دفن آهي.
- امام احمد بن حنبل، جنبلي طريقي جو باني هو. 780ع ۾ بغداد شهر ۾ ڄائو هو. هن کي خليفي مامون رشيد وڏا عذاب ڏنا. جيل ۾ بند ڪيو ويو. جيل ۾ فوت ٿيو. هن جي جنازي ۾ هزارين انسان هئا. 31 جولاءِ سال 855ع ۾ فوت ٿيو. بغداد ۾ دفن آهي.
- تور جا وٽ سير پاءُ مڻ هندستان جي مغل بادشاهہ جهانگير ايجاد ڪيا.
- هندساتن جي مغل بادشاهہ شاهجهان پنهنجي راڻي جي قبر مٿان دنيا جي خوبصورت عمارت تاج محل ٺهائي پاڻ بہ ان ۾ دفن آهي. دهلي جو شهر بہ شاهجهان بادشاهہ آباد ڪرايو. ان جي پر ۾ انگريزن نئين دهلي جو شهر آباد ڪيو.

- ابن خلدون سال 1332ع ۾ تيونس ڄائو هو. مصر جي سلطان برقوق هن کي ملڪ جو قاضي بنايو هو. هن ڪيترن ملڪن جا سير ڪيا. تيمور لنگ جڏهن شام تي حملو ڪيو هو. تڏهن هي به تيمور لنگ جي خلاف جنگ لڙيو هو. هن جا ڪيترا ڪتاب لکيل آهن. سال 1405ع ۾ قاهره مصر ۾ فوت ٿيو.
- مغل بادشاهه ظهيرالدين بابر 14 فيبروري 1483ع ۾ فرغانه ۾ ڄائو. 26 ڊسمبر 1530ع ۾ آگري ۾ فوت ٿيو. کيس افغانستان جي شهر ڪابل ۾ دفن ڪيو ويو.
- مغل بادشاهه نورالدين جهانگير بادشاهه اڪبر جو وڏو پٽ هو. 6 مارچ 1508ع ۾ ڄائو، 1605 ۾ تخت تي وينو. 29 آڪٽوبر 1627ع ۾ ڪشمير جو سير ڪري لاهور آيو،ا تي فوت ٿي ويو. لاهور جي نزديڪ سندس مقبرو آهي.
- ڊاڪٽر سيد محمود ڪانگريس جو مشهور ليڊر هو. سال 1889ع ۾ غازي پور صوبه بهار ۾ ڄائو هو. آڪسفورڊ جو تعليم يافته هو. هندستان جي آزادي بعد جي حڪومت جنهن جو وزيراعظم پنڊت جواهر لال نهرو هو، ان ۾ نائب وزير خارجه رهيو. منهنجو والد سال 1939ع ۾ علاج خاطر پاٽنا ويو هو. آئون به گڏ ويو هوس، اتي هن سان ملاقات ٿي هئي. هن جا ڪي ڪتاب انگريزي ۾ لکيل آهن، هندساتن جي راجيه سڀا جو ميمبر به هو. 28 سيپٽمبر 1971ع ۾ دهلي ۾ فوت ٿيو، اتي دفن آهي.
- هارون رشيد عباسي خاندان جو پنجون خليفو هو. 786ع ۾ بغداد جي تخت تي وينو. هن 23 سال حڪومت ڪئي. 809ع ۾ طوس شهر ۾ فوت ٿيو.

- أم ڪلثوم جنهن جو اصل نالو فاطمہ هو، هي مصر جي هئي. سندس آواز بلبل جهڙو مٺو هو. هي ان وقت جي مشهور ڳائڻ واري هئي. مولانا ابوالڪلام آزاد هنجي آواز تي مست ٿي ويندو هو. 3 فيبروري 1975ع ۾ قاهره ۾ فوت ٿي.
- حسن بن صباح اصل مصر جو رهاڪو هو. هي باطنيہ فرقي جو باني هو. پيگ پيئڻ جو رواج هن وڌو هو. هن جي وفات جي تاريخ جي خبر نٿي پوي، شايد سال 1124ع هو.
- حضرت شاهہ ولي الله محدث دهلوي لکيو آهي تہ حضرت يوسف عليہ السلام جي سونهن جي جهلڪ ڏسي ڪيتريون عورتون پنهنجا هٿ وڍي ڇڏينديون هيون، ڪيترا انسان يوسف جو ديدار ڪري ڦٿڪي مري پوندا هئا.
- چيانگ ڪائي شيڪ چين ۾ 31 آڪٽوبر سال 1887ع ۾ پيدا ٿيو. هن جاپان مان فوجي تربيت حاصل ڪئي. پوءِمشهور انقلابي سن يات سن جي پارٽي ۾ شامل ٿيو. 1945ع تائين هي چين جو حڪمران رهيو. سال 1942ع ۾ هندستان بہ آيو هو. چين ۾ جڏهن ڪميونسٽ مائوزي تنگ جي قيادت ۾ آيا ۽ ملڪ تي حڪومت قائم ڪيائون پوءِ چيانگ ڪائي شيڪ فارموسا جي ٻيٽ ۾ هليو آيو، اتي پنهنجي حڪومت قائم ڪري ويٺو. 5 اپريل سال 1975ع ۾ فوت ٿيو.
- ٽالسٽاءِ روسي هو. هن جا ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن. هي وڏو زميندار بہ هو. 1851ع ۾ فوج ۾ ڀرتي ٿيو. پوءِ هن فوج جي نوڪري ڇڏي سال 1847ع ۾ هن پنهنجو روزنامچو لکيو جيڪو ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿيو. هن شراب تماڪ جي خلاف بہ لکيو.

گانڌي جي بہ هن جي تعريف ڪئي آهي. نومبر سال 1910ع ۾ فوت ٿي ويو.

- حيدرآباد جي ڪچي قلعي اندر جيڪا مزار آهي، ان لاءِ چون ٿا تہ اهو محمد بن ابوبڪر صديق خليفہ اول جو فرزند آهي، هنڪي حضرت علي عليہ السلام نپايو هو.
- خيام بن ابراهيم فارسي جو مشهور شاعر آهي. هن جون رباعيون جڳ مشهور آهن، جن جا ڪيترن ٻولين ۾ ترجما ٿيل آهن. هي صاحب علم نجوم ۽ طب جو بہ وڏو ماهر هو. 1124ع ۾ نيشاپور شهر ۾ فوت ٿيو، اتي ئي دفن ٿيل آهي.
- افلاطون سقراط جو شاگرد هو. وڏو فلسفي هو. يونان جي شهر ايٿنز ۾ ڄائو هو. 81 سال عمر ۾ 248 قبل مسيح فوت ٿيو. هن جا ڪيترا ئي ڪتاب لکيل آهن، جن جا ڪيترين ٻولين ۾ ترجما بہ آهن.
- امير خسرو دهلوي سال 1253ع ۾ ضلع اينا ۾ ڄائو. هن جا فارسي ۽ هندي ۾ شاعري جا پنج ڪتاب لکيل آهن. هي 1325ع ۾ فوت ٿيو. دهلي ۾ حضرت نظام الدين اولياءُ جي پيراندي کان دفن آهي. ان جو مريد هو.
- ملڪہ ايلزبت اول انگلستان جي حاڪم ٿي هئي. تاريخ 7 سيپٽمبر 1533ع ۾ ڄائي. 17 نومبر سال 1558ع ۾ فوت ٿي.
- شيخ سليم چشتي عليہ رحمت هڪ وڏو ڪامل اولياءُ هو. خواجہ غريب نواز معين الدين چشتي اجميري جي پيڻ جو پٽ هو. مغل بادشاهہ اڪبر هن جو وڏو عقيدت مند هو. ان ڪري پٽ جو نالو سليم رکيو هوس، جيڪو پوءِ جهانگير نالي هو. عمر 95 سال

رمضان جي مهيني ۾ 15 فيبروري سال 1572ع ۾ فوت ٿيو. فتح پور سڪري ۾ اڪبر جي محلات ۾ دفن آهي. مون ناچيز ۽ منهنجي پٽ غلام رسول خان ڊاڪٽر مير چاڪر خان ٽالپر سال 1986ع ۾ سندس زيارت ڪئي.

- دارا شڪوه مغل بادشاهه اورنگزيب جو وڏو پٽ هو. 20 مارچ 1615ع ۾ ڄائو هو. هي هندي فلسفي ويدانت جو عالم هو. هن ڪيترا ڪتاب لکيا. خاص ڪتاب مڪالمات بابا لال هو. 10 سيپٽمبر 1659ع ۾ سندس پيءُ اورنگزيب ڪيس ڦاسي ڏياري ڇڏي، ڇو ته اورنگزيب ڪٽر مُلان هو.

- ميرپورخاص ۾ جتي مختيارڪار جي آفيس آهي، ان جاءِ تي ميرپورخاص جي ٽالپر حاڪم مير شير محمد خان ٽالپر جو گهر هو، اندر وراندي ۾ انگريزن هڪ پٿر لڳايو آهي، جنهن تي لکيل آهي:
  - شهر ٽنڊو آدم هڪ مري بلوچ آدم خان آباد ڪيو آهي.
  - شهر ٽنڊوالهيار هڪ ٽالپر مير اليهار خان آباد ڪيو هو.
  - ٽنڊو محمد خان جو شهر هڪ ٽالپر محمد خان نالي آباد ڪيو.
  - شهدادپور جو شهر هڪ ٽالپر حاڪم مير شهداد خان ٽالپر آباد ڪيو.
  - ٽنڊو باگو جو شهر هڪ ٽالپر مير باگي خان ٽالپر آباد ڪيو.
  - ٽنڊو جان محمد جو شهر هڪ ٽالپر مير جان محمد خان ٽالپر آباد ڪيو.
  - نصيرپور جو شهر هڪ ميربحر نصير نالي آباد ڪيو.
  - نواب شاهه جو شهر هڪ سيد نواب شاهه نالي آباد ڪيو.
  - ميرپورخاص جو شهر مير علي مراد خان ٽالپر آباد ڪيو.

- جهرڪ جي شهر ۾ سنڌوندي پرسان هڪ ٽڪري تي سلهه جي مريضن لاءِ هڪ اسپتال جوڙي وئي هئي جتي مريضن کي سٺو کاڌو ۽ علاج ٿيندو هو. اهو خيرات ادارو حيدرآباد جي عامل ديوانن جي آڏواڻي خاندان قائم ڪيو هو. ان خاندان مان پوءِ ديوان شنڪر سنگهه آڏواڻي هتي هو، جيڪو ميرپورخاص ۾ سيشن جج هو. جنهن شهيد هارياڻي مائي بختاور جو ڪيس هلايه هو، اهو پوءِ گذاري ويو ان بعد جهرڪ وارو سلهه جي بيمارن جو ادارو اجڙي ويو.
- جيئي سنڌ تحريڪ جو ليڊر محترم عبدالواحد آريسر مولوي به آهي. هن ديني تعليم نصرپور جي شيخ السنڌ مولانا عبدالحق رباني جي مدرسي ۾ حاصل ڪئي آهي.
- منهنجو پيارو دوست محترم امداد حسين جوڻيجو هو جيڪو ملڪ جو نامور بئنڪار هو. هن جي ڪراچي واري گهر اندر اتي پيهڻ جو جنڊ رکيل هو. مون کي هن ٻڌايو ته ادا اسين مسڪين هئاسون امان هن جنڊ تي پاڙي وارن جو اَن پيهي مون کي پڙهايو. ان پياري جو هڪ پٽ ڊاڪٽر پروفيسر منير جوڻيجو آهي بيحد پيارو آهي. هن مان مون کي سندس والد جي خوشبوءِ اچي ٿي.
- مونکي دين اسلام جي صحيح ڄاڻ شيخ السنڌ مولانا عبدالحق رباني جي صحبت ۾ حاصل ٿي. مولانا صاحب ديوبند جي مدرسي جي دستار بند عالم هو. حضرت شيخ الهند مولانا محمود الحسن جو شاگرد هو جنهن کي انگريزن مالٽا ۾ قيد ڪري رکيو هو. امام انقلاب مولانا عبدالله سنڌي به ان جو شاگرد هو. ان جي حڪم تي جلاوطني حاصل ڪئي ۽ افغانستان وڃي هندستان جي عارضي حڪومت قائم ڪئي جنهن جو سربراهه راجا مهندر پرتاب هو.
- هڪ واقفڪار ٻڌايو ته مولوي عزيز الله ٻوهيي لکيو آهي ته ڪربلا

جي ميدان ۾ عالي مقام امام حسين عليہ سلام شهيد ٿي ٿيو آهي. مون همراهہ کي چيو تہ ٻوهيي سان منهنجي ٻہ ملاقات آهي، هن وقت جيڪي ٻونم جماعت جو ناٽڪ ناهيو پيا هلن انهن سان ڏاڙهي رکي يو- ڪريم مکيو پيو هلي. امام صاحب پاڻي جي واري تي ڪونہ ماريو ويو هو. دنيا ۾ سڀ دين ڌرم ورا چون ٿا تہ امام پنهنجن معصومن ٻچن سوڌو شهيد ٿي ويو هو. حضرت بلي شاهہ سچ چيو آهي تہ ملان کان نر ڪڪڙ چڱو آهي جيڪو ننڊ ۾ ستل انسان کي جاڳائي ٿو.

- سنڌي ٻولي جي ڀهرين فلم ايڪتا باباءِ صحافت رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي "ڪيئي ڪتاب" جي ليکڪ ناهي هئي، ان جو پاڻ هيرو هو اها فلم هتي ناياب آهي. رئيس مرحوم وسڪي جو پيگ چاندي جي گلاس ۾ وجهي نوش ڪندو هو. هڪ دفعي مون کائنس پڇيو تہ وسڪي جو پيگ شيشي جي گلاس ۾ وجهي ڇو نوش ڪريو؟ پاڻ چيائين تہ اهو گلاس اگهاڙو آهي. رئيس مرحوم رهبر سنڌ جي. ايم سيد جي اڳيان ميز تي وسڪي جو گلاس رکي نوش ڪندو هو.

- سنڌ ۾ هڪ پوليس آفيسر حاجي عبدالله خان بروهي هو. هي صاحب سي. آءِ.ڊي ۾ ميرپورخاص ۾ انسپيڪٽر بہ رهيو. آئون ان وقت ميرپورخاص ۾ هاري ڪميٽي جي آفيس ۾ رهندو هوس، ان وقت هاري ڪميٽي ۾ کل وقتي ڪارڪن هڪ آئون ۽ ٻيو ڪامريڊ غلام محمد لغاري مرحوم هئاسون. سرڪار جڏهن سياسي ڪارڪن جي وٺ پڪڙ ڪندي هئي تڏهن رات جو حاجي عبدالله خان بروهي اسان کي چئي ويندو هو تہ ڪامريڊ في الحال اوهان مڙئي ڪٿي پاسيرا ٿي وڃو. بروهي صاحب پوءِ پوليس ۾ سپرنٽنڊنٽ پوليس بہ ٿيو هو، قبو سعيد خان جو رهاڪو هو.

- انگريز سرڪار جي حڪومت ۾ جيڪي سياسي ڪارڪن انگريز دشمن هئا انهن جي بليڪ لسٽ هئي ڪي ڪارڪن ان ۾ سنگل اسٽار هئا ڪي ڊبل اسٽار هئا. آئون ان بليڪ لسٽ ۾ ڊبل اسٽار هئس. اها لسٽ ان وقت جي آءِ. جي پوليس مسٽر زيڊ احمد صاحب مرحوم ڏيکاري هئي. آءِ جي صاحب اسان جي ڪميونسٽ ليڊر ڊاڪٽر زين العابدين احمد جو پاءُ هو.

- ڪميونسٽ ليڊر سيد سجاد ظهر جڏهن پارت کان پاڪستان آيو هو تڏهن روپوشي جي حالت ۾ ڪيترو وقت مشهور آفيسر هاشم رضا آئي. سي. ايس جي گهر ۾ رهيو هو. ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ آئون گڏجي اتي وڃي سجاد ظهر سان ملندا هئاسون.

- زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام جي پروفيسر ڊاڪٽر نذير حسين خان لغاري جي ناني حاجي مانڪ خان مون کي ٻڌايو هو ته ”آئون 1901ع ۾ حج ويو هوس پوءِ عراق به زيارت لاءِ به ويو هوس، تڏهن جهاز سمنڊ رستي بمبئي کان ويندا هئا منهنجو خرچ اسي روپيه آيو هو.“

- مرحوم پٽي جا جيڪي سياسي دشمن هئا، سي هاڻ سندس پيپلز پارٽي ۾ آهن. سندس شروعاتي سياسي جدوجهد ۾ شريڪ گهڻا مير رسول بخش خان ٽالپر، مير علي احمد خان ٽالپر، مولانا عبدالحق رباني، قاضي محمد بخش ڌامرا فوت ٿي ويا. معراج محمد خان، ڊاڪٽر مبشر حسن، فاروق علي خان لغاري پارٽي ڇڏي ويا.

- بلبل هند محترم سروجني نائيڊو وڏي چرچائڻ هئي. هڪ دفعو ڪانگريس جي ڪا ميٽنگ هئي ان ۾ گانڌي جِي کي ويجهو آچاريہ ونوداپاوي چادر ۾ ويڙهيو ويٺو هو. سروجني نائيڊو به موجود هئي.

اها جڏهن ٻاهر آئي اتي بيٺل هڪ اخباري نمائندي ڪيس چيو ته گانڌي جي پير ۾ چادر ۾ ويڙهيل جيڪا مائي ويٺي آهي اها ڪير آهي؟ نائيڊو چيو ته "اها گانڌي جِي جي سريت آهي."

- ملڪ جي صدر جنرل پرويز مشرف 13-1-2002 تي ملڪ ۾ گڏيل چونڊن جي اليڪشن جو اعلان ڪيو. اڳ مسلم ۽ غير مسلم الڳ هئا. هاڻ مسلم، غير مسلم کي، غير مسلم، مسلم کي ووٽ ڏئي سگهن ٿا. نيڪي جو ڪم جنرل صاحب ڪيو. هاڻ قومي اسيمبلي ۾ گريجوئيٽ اميدوار ٿيندو. اڳ آڱوٺي ڇاپ وڏيرا مير پير ايندا هئا.
- صدر جنرل پرويز مشرف ڪامريڊ قاضي مجتبيٰ ۽ سنڌ يونيورسٽي جي پروفيسر قاضي عبدالغفار جي ڀيڻ جو پٽ آهي. اها ڳالهه مونکي شهيد الهه بخش سومري جي پٽ رحيم بخش سومري ٻڌائي هئي.
- سکر بئراج جا چوڏهن دروازا پاڻي ڪائي ڇڏيا هئا. نوان در لڳائڻ لاءِ ٽينڊر سنڌ حڪومت گهرايا. هڪ برٽش ڪمپني جو ٽينڊر بحال ٿيو. ان وقت پاڻي جو وزير راجا سائين هو. سندس سيڪريٽري خاص خان محمد مهر هو، تنهن راجا سائين کي چيو ته اوهان ڪمپني کان اوڻويهه ڪروڙ روپين جي گهر ڪريو ڪمپني وارن کي جڏهن ان رقم جي خبر پئي اهي هليا ويا.
- ٽنڊو غلام علي ۾ هڪ هندو صوفي طريقي جو نالي مسڪين داس رهندو هو. پنج وقت نماز پڙهندو هو. جمع نماز لاءِ مسجد ۾ ويندو هو. هڪ دفعي مسجد جي ملان هن کي چيو ته تون هندو مذهب جو آهين مسجد ۾ اندر نه ايندو ڪر. مسجد ناپاڪ ٿيندي. پوءِ جمع نماز مسجد جي ٻاهر جِتي نمازي جتيون لاهيندا هئا، اتي چادر وڇائي جمع نماز پڙهندو هو. سندس مزار ٽنڊي غلام علي ۾ آهي، مون سندس زيارت ڪئي هئي.

- سنڌ جي مشهور سگهڙ وتائي فقير جو نالو وسند مل هو. اصل نصرپور شهر جو رهاڪو هو. سندس مزار ٽنڊوالهيار ڪان حيدرآباد روڊ تي قبو اسٽينڊ وٽ آهي.
- منهنجي شهر ٽنڊوڄام جو هڪ هندو پاڻ ڪيول دال پوري پڪوان ناهيندو هو. اهڙي لذيذ هئي جو ماڻهو ڪائي آڱريون چوسيندا هئا.
- حيدرآباد جي بازارِ حسن ۾ هڪ سيد نالي عمر شاهه جي هوٽل هئي، ان جي مٿان سنڌ جي بلبل مائي جيوڻي رهندي هئي.
- ٻن نامور انسانن جو موت جيل ۾ ٿيو هو. هڪ هو حنبلي طريقي جو باني امام احمد بن حنبل، ٻيو هو رهبر سنڌ جي.ايم.سيد صاحب.
- گانڌي جِي جو قول آهي تہ ”دوستي جو امتحان اهو وقت آهي جڏهن مصيبت ۾ مدد ڪئي وڃي.“
- ٽنڊي قيصر جو هڪ نظاماڻي ڪرستان ٿيو هو. هن مونکي چيو هو تہ منهنجو ذڪر ڪرستان آهي. آئون مسلمان آهيان.
- استي نبي بخش حجام منهنجي طهر ڪئي هئي. ان منهنجي وڏي پٽ مظفر علي جي بہ طهر ڪئي هئي.
- امام الهند حضرت مولانا ابوالڪلام آزاد رحہ فرمايو آهي تہ بہ نانگ هڪ ٻِر ۾ رهي سگهن ٿا پر بہ ملان گڏ نٿا رهي سگهن. ملان شيطان جا پاڻ آهن.
- ميان افتخار الدين، گانڌي جِي کي چيو هو تہ اوهان پنجاب جو دورو اچي ڪريو. گانڌي جِي کيس چيائين تہ ”سڄو صوبو سي.آءِ.ڊي آهي، آئون ڪيئن هلان؟“

- ميربورخاص جو مشهور پستن جي حلوي وارو ڦوٿو حلوائي هم جنس پرست هو. پوءِ شيخ السنڌ مولانا عبدالحق رباني جي صحبت ۾ نيڪ انسان ٿي ويو. حج بہ ڪري آيو. صبح جو قرآن پاڪ جو دورو بہ ڪندو هو.
- نصرپور جو قاضي نور محمد ٿرپارڪر ضلع لوڪل بورڊ جو چيف آفيسر هو. جڏهن حج ڪري آيو، تڏهن ڪيس ڪو رشوت ڏيندو هو تہ ڪيس چوندو هو، بابا آئون حاجي آهيان، هٿ ۾ رشوت جا ڏوڪڙ ڪونہ وٺندس. ڪلي ۾ ڪوٺ ٽنگيل آهي، ان ۾ رشوت جي رقم وجهي ڇڏ.
- منهنجو والد بزرگ مير غلام رسول خان جڏهن ڏسندو هو تہ ڪو مهمان ڪونهي تہ پوءِ رستي تي وڃي ويهندو هو، لنگهڻ واري کي ڪاهي اچي گڏ ماني کارائيندو هو.
- حريت اخبار جو نامور ايڊيٽر علاؤالدين سمون، علامہ آءِ. آءِ. قاضي کي علامہ هائي هائي قاضي سڏيندو هو.
- باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش خان جتوئي هڪ محفل ۾ چيو هو تہ علامہ آءِ آءِ قاضي ناقص عقل ماڻهو آهي، جڏهن هن سنڌ درياءَ ۾ ٽپي هڻي خودڪشي ڪئي، تڏهن مونکي خاطري ٿي تہ ڪامريڊ سچ چيو آهي.
- حيدرآباد ۾ پگٽ هاءِ اسڪول آهي. مون اها نامور انگريز خاتون ڏٺي هئي.
- مسٽر جناح، رهبرِ سنڌ جي.ايم.سيد صاحب جي مقابلي ۾ قاضي اڪبر مرحوم اميدوار ڪري اليڪشن ۾ بيهاريو هو. ڌانڌلي ڪري سيد صاحب کي هارايو ويو هو.

- منهنجي شهر ٺنڊوڄام ۾ هڪ مير صاحب نالي مير محمد خان نياز هو. هي صاحب هٽ جو ڪشادو هو. هن مون سان حج بيت الله به ڪيو هو. اهل شيعه هو. هڪ دفعي ڪچهري ۾ مير صاحب کان پڇيو ته مير صاحب ڪنهن محرم جي مجلس ۾ مائي لتا منگيشڪر ڪو نوحو پڙهي ته ان جو اوهان تي ڪو اثر ٿيندو؟ مير صاحب چيو ته پوءِ ڪامريڊ آئون سڄي ڄمار روئيندو رهندس.
- کپري جي پاسي ذات جو راڄڙ نالي مننار هو. هي هڪ ٽر جي سهڻي مائي تي عاشق هو. اها مائي ٽر هلي ويئي. پوءِ مننار راڄڙ ان جي ڳوٺ وڃي نڪتو. مائي کان سندس نالو پڇيائين ته مائي پنهنجو نالو فاطمه ٻڌايو. مننار پنهنجي اجرڪ مائي جي مٿي تي پاتي. سندس هٿ چمي واپس آيو. پوءِ خود فقير ٿي ويو ۽ شاعر به هو. سندس ميلو ٿيندو آهي. ڪيترا راڄڙ ذات وارا چور ڌاڙيل ۽ اسمگلر به آهن. سدا امر رهي مننار فقير.
- سک ڌرم جو باني حضرت گرونانڪ جيڪو چولو پائيندو هو. ان تي قرآن پاڪ لکيل هوندو هو. جڏهن فوت ٿي ويو ته ڪيس غسل ڏئي رکيو ويو تڏهن ڪن هندن چيو ته هي هندو آهي، هنکي باهه ۾ ساڙجي. مسلمانن چيو ته هي مسلمان آهي هن کي قبر ۾ دفن ڪجي. جڏهن مردي تان چادر لاٿي وئي ته گرونانڪ جو فاني جسم گم ٿي ويو.
- ميرپورخاص جو وڏيرو فقير محمد مڱريو هاري ڪميٽي جو باني ميمبر هو. مير علي احمد خان ٽالپر هن کي باباءِ ٿرپارڪر سڏيندو هو.
- ڪراچي جي قديم هوٽل سنڌ اسلاميه هوٽل آهي. جنهن جي ڄمار هڪ سؤ ورهيه کان مٿي آهي. هنجي خاص ڊش پالڪ گوشت آهي، جيڪا بيحد لذيذ آهي. اڄ به انکي شوق سان کاڌو وڃي ٿو.

- حيدرآباد ۾ ڪاهي روڊ تي هڪ هوٽل آهي، جنهن جو نالو جهوپڙا هوٽل آهي. ان جي خاص ڊش پياز چاپ آهي جيڪا ڏاڍي لذيذ آهي، پري ڪان اچي ماڻهو ڪائين ٿا.
- سنڌ جي شهر ٽنڊو آدم جون مشهور ٻڪرن جون ڀڪل رانون آهن پري ڪان شوقين اچي ڪائين ٿا. اڳ ڪي سنڌ ورڪي هندو پاڻ هانگ ڪانگ ۽ سنگاپور به ڪٽي ويندا هئا.
- سائين جي. ايم. سيد جو سچو خاندان سندس پاڳارو فرزنڊ امير حيدر شاهه، ٻيو فرزند امداد محمد شاهه، سندس فرزند جلال محمود شاهه، ڊاڪٽر ضياءَ شاهه ۽ زين شاهه منهنجي بيحد عزت ڪندا آهن. سدائين ياد ڪندا آهن، سوکڙيون به ڏيندا آهن.
- سال 1953 ۾ ٽنڊي باگي ۾ هاري ڪانفرنس ٿي هئي، جنهن جي صدارت مرحوم مير رسول بخش ٽالپر ڪئي هئي. مون ان ڪانفرنس ۾ چار ڪلاڪ تقرير ڪئي هئي. جيڪو هڪ رڪارڊ هو.
- مون پهريون هوائي جهاز جو سفر ڪراچي کان بمبئي ڀارت جو ڪيو. اهو سال 1953ع هو. هوائي جهاز جو ڀاڙو هڪ سؤ ڏهه روپيه هو.
- سردار عطاءالله خان مينگل هڪ دفعي مونکي چيو ته ڪامريڊ اوهان سنڌ واسي ڀڪوڙن رلي - سيد ۽ پيرن مان جند ڇڏايو پوءِ اوهان ساهه پٽي ويندا. مون ڪانئس پڇيو ته اوهان جو ڀاءُ مهرالله خان پ پ ۾ چو شامل ٿيو آهي؟ جواب ڏنائين ته بلوچ آهي شايد پ پ جي ليڊر مائي کيس وٺي آهي.
- جڳ مشهور شرنا وڄائڻ وارو نالي بسم الله خان ڀارت جي شهر ڪلڪتي جو آهي، اجان حياتي آهي.
- ڀارت جي راجيه سڀا جي ڊپٽي ليڊر مائي نجمه هدايت الله مولانا آزاد جي ڏهٽي آهي. وڏي بيباڪ عورت آهي.
- مون سنڌي پهريون ڪتاب مائي بينظير کي پڙهايو هو. شهيد مير مرتضيٰ ڀٽي کي به سنڌي پهريون ڪتاب مون پڙهايو هو.

- ڪراچي 70 ڪلفٽن تي آئون ۽ منهنجو پٽ مير غلام رسول خان مير مرتضيٰ ڀٽي وٽ ملڻ وياسون. موڪلائڻ مهل مون مير صاحب کي چيو تہ بابا اوهان جو ياءُ ڪونهي. هاڻ منهنجو هي پٽ اوهان جو ياءُ آهي. هن جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو.
- جڳ مشهور صوفي درويش شاعر بلي شاهہ فرمايو آهي تہ "ملان کان نر ڪکڙ چڱو آهي، جيڪو رات جو ماڻهن کي ننڊ مان جاڳائي ٿو."
- پاڪستان جي وزيراعظم لياقت علي جي دور ۾ راولپنڊي سازش جو هڪ ڪيس ٺاهيو ويو هو. ان ۾ پندرهن فوجي آفيسر هئا جن ۾ مک فوجي عملدار جنرل اڪبر خان، ميجر اسحاق محمد هئا. ڪل پندرهن فوجي هئا. ان ڪيس ۾ ٽي غير فوجي بہ هئا. مشهور ڪميونسٽ ليڊر سيد سجاد ظهير، جڳ مشهور شاعر فيض احمد فيض جيڪو لينن پرائيز هو، ٽيون ڪميونسٽ محمد حسين عطا هو. اهي سڀ فوت ٿي ويا آهن، انهن مان هڪ ڪيپٽن ظفرالله پوشني حياتي آهي، جيڪو ڪراچي جي من هاٽن ايڊورٽائيزمينٽ جو ڊائريڪٽر آهي. هن جو خانداني رشتو ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو سان آهي، جيڪو امرتسر جي جليانوالا جو هيرو هو. ان کي بہ لينن پرائيز مليو هو. ٻيو مرحوم سعادت حسن منٽو مشهور اديب سان آهي. پوشني صاحب جيل جي يادگيرين تي ڪتاب لکيو آهي. هي ڪيس حيدرآباد ۾ هليو هو. سرڪار جو وڪيل مسٽر اي.ڪي بروهي هو. صفائي جو وڪيل سهروردي هو.
- لاهور جو رئيس ميان افتخار الدين مرحوم پاڪستان جي پهرين قومي اسيمبلي جو ميمبر هو. ترقي پسند انسان هو. قومي ورڪرن جي سار بہ لهندو هو. هن هڪ ادارو قائم ڪيو جنهن مان هڪ روزانہ انگريزي اخبار "پاڪستان ٽائمز" جنهن جو ايڊيٽر جڳ مشهور شاعر جناب فيض احمد فيض صاحب هو.
- هڪ روزانہ اردو اخبار "امروز" شايع ٿيندي هئي جنهن جو ايڊيٽر چراغ حسن حسرت هو. هڪ ماهوار اردو رسالو ليل و نهار هو، ان

جو ايڊيٽر سيد سبط حسن هو.

- مياں صاحب اسيمبلي ۾ وزيراعظم لياقت علي کي چيو تہ تنهنجو ۽ تنهنجن وڏن جو هٿي ٿالهي تي نالو ڪونهي، بوگس ۾ وزيراعظم بنيو ويٺو آهي. هندستان ۾ توکي ٽپالي واري نوڪري بہ ڪانہ ملي ها.
- سنڌ ۾ پيري مريدي واري لعنت خلاف ڪيترن ئي جهاد ڪيو آهي، انهن جو سالار درس عليم عليہ رحمت آهي، ٻيا هي صاحب آهن: حضرت مولانا حاجي احمد ملاح عليہ رحمت، مولوي عبدالحق رباني، مولوي محمد قاسم پنپرو قراني، مولوي محمد صالح پيش امام جامع مسجد ميرپورخاص، ڏيپلي جي شهر جو ميمڻ محمد عثمان ڏيپلائي هو. هن صاحب تمام گهڻا ڪتاب پيرن جي بدعت خلاف لکيا، ڪن جا نالا هي آهن. مرشد جي ڏاڙهي، مرشد جون ٽنگون، مرشد جي ٽڪ، مرشد جون بہ ڏبون قابل ذڪر آهن. ڏيپلائي مرحوم کي ان وقت جي وزيراعلىٰ غلام مصطفىٰ جتوئي جيل موڪليو هو ڇو تہ جتوئي کي سندس مرشد اڇي چيو تہ هن اسان جي دانگي لاهي ڇڏي آهي. مرحوم ڏيپلائي وڏو ترقي پسند عالم هو.
- مون کي واقفڪار ٻڌايو هو تہ فلمي اداڪاره بابرا شريف نوازشريف جي پيڻ آهي.
- مولوي شفيع محمد خان نظاماڻي شروع ۾ خاڪسار تحريڪ ۾ هو پوءِ جماعت اسلامي جي ملن جي وڪڙ ۾ اچي ڦاٿو. مولوي پنهنجي بہ سئو ايڪڙ جماعت جي مدرسي کي وقف ڪري ڏني جيڪو منصورا ۾ آهي. نيٺ مولوي نظاماڻي ماني ٽڪر جو محتاج ٿي ويو ملان هن کي مدرسي ۾ اچڻ بہ ڪونہ ڏيندا هئا.
- ٿر جي راجپوت خاندان جي نامور رام سنگهہ سوڍي جو نوجوان لائق ترقي پسند پٽ ڪڇ جي شهر ڀُڄ ۾ سال 2000ع ۾ زمين جي زلزلي ۾ فوت ٿي ويو هو اتي پنهنجن عزيزن وٽ گهمڻ ويو هو.

- چيو ويندو آهي ته جو بندرو انسان شيطان هوندو آهي، مون کي اعتبار ڪونه ايندو هو. هتي شهر ۾ ڪڏهن به ڪو سڌارو ٿيندو هو تڏهن هتي جو رهاڪو ڏيڍ فٽ قد وارو ان ڪم جي مخالفت ڪندو هو پوءِ مون کي يقين ٿيو ته برابر بندرو ماڻهو شيطان آهي.
- منهنجي پٽ مير غلام رسول خان جو پيارو دوست فيصل خان چانڊيو جيڪو رستي تي حادثي ۾ فوت ٿي ويو هو، ان جي تربت تي نالي جو پٿر غلام رسول خان لڳايو آهي.
- منهنجا تمام قديم دوست هڪ حاجي ميان عبدالخالق ولهاري ڪنيري وارو ٻيو ڊاڪٽر الطاف جاويد جيڪو لاهور ۾ آهي، ٻئي حياتي آهن شل وڏو جڳ ماڻين.
- سنڌ جي حاڪمي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي نيرون ڪوٽ شهر جو نالو حيدرآباد رکيو، اتي هڪ ڪچو قلعو ۽ پڪو قلعو تعمير ڪرايو. سندس مقبرو به حيدرآباد ۾ آهي، اتي باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، سندس گهر واري، مشهور ڳائڻ واري فقير عبدالغفور ۽ سنڌ جي اديب غلام محمد گرامي جون مزارون به آهن.
- مون پنهنجي قبر جي جاءِ پنهنجي باغ جي مسجد جي اولهه پاسي ناهي رکي آهي. نالي جو پٿر به ٺهرائي رکيو آهي، جنهن تي عوامي شاعر حبيب جالب جو شعر لکيل آهي:

ضمير بيچ کي مسند خريدني والو،
اهلِ وفا کي نظرون مين تم بهت حقير هو.
(حبيب جالب)

پنهنجي پٽ غلام رسول خان کي وصيعت ڪئي اٿم، اتي دفن ڪرڻ جي. مون پنهنجي ڪفن جو ڪپڙو ۽ سامان ضروري به ناهي رکيو آهي. ڪفن جو ڪپڙو منهنجي دوست ميان عبدالخالق ولهاري جو ڏنل آهي جنهن اهو ڪفن جو ڪپڙو آب زم زم سان ڌوئي آندو هو. جڏهن حج ڪرڻ ويو هو. منهنجي دعا آهي ته اهو ڪفن مونکي نصيب ٿيندو.

•••



ميرل، يعني مير محمد کي چاچي هاشم مان معلوم ٿي ويو هو
ته مان جيل مان ڇٽي آيو آهيان ۽ نوابشاهه مان چڪر هڻي آيو
آهيان ۽ حيدر بخش جتوئي سان پريس ۾ ڪم ڪري رهيو
آهيان. هڪ ڏينهن اوچتو هو اچي ويسٽ ڪچي ۾ جتوئيءَ جي
گهر پهتو. مان ته دنگ رهجي ويس. چئي ”چڱا مڙس، ڇٽڻ جي
خبر ڪانه ڏني اٿئي.“ مون کي چاچي مان پتو پيو آهي، حيف
اٿئي! ياراڻيءَ کي تڪو لڳايو اٿئي.“ ڏاڍو حجتي ۽ مذاقي
طبيعت جو دلدار ماڻهو - دوستيءَ ۾ ڪجهه به قربان ڪرڻ، هن
جي بنيادي فطرت هئي. هن جا منهنجي مٺان، منهنجي ڀين ڀن
قريب دوستن ۽ مائٽن - گلاب پڳواناڻي ۽ تولو ويرواڻيءَ مٿان
ايترا قرب آهن، جو ڇا چئجي! پيار ايترو جو ورهاڱي کان پوءِ
ٻي دفعا هت ڀارت ۾ اچي اسان سان پيار ونڊي چڪو آهي.

ڪيرت ٻاٻاڻي

Rs: 150.00

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٿاٿائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوي، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)